علي احمد بروهي

# چام
# چاموٽ ۽
# چامڙا

# چام

# چاموٺ ۽

# چامڙا

## علي احمد بروهي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1999ع

نيو فيلدس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻہ سؤ چوويھہ

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلدس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | ذڪي پرنٽنگ پريس ڪراچي. |
| پھريون ايڊيشن | 1984ع |
| ٻيو ايڊيشن | مارچ 1999ع |
| قيمت | -/100 رپيا |




JAM JAMOT AIN JAMRA Written by ALI AHMED BROHI. Published by New Fields Publications Tando Wali Muhammad, Hyderabad, Sindh. Pakistan. First Edition 1984. Second Edition March 1999.
Price per copy Rs. 100/-
Book No. 224

# اِنتساب

پنهنجي
استاد ۽ مربي ياءُ،
مرحوم الله بخش ڪريم بخش بروهي
جي نالي-

# آڪاڻي

## هڪ هرڻ جي

"هڪ هرڻ کي رڻ ۾ اڄ ورايو. جنهن رخ ۾ نظر ٿي ڪيائين تہ ڪيس رڃ ئي رڃ ڏسڻ ۾ ٿي آئي. رڃ کي ساڀيا ڄاڻي ڏيڪاءِ واري ڏس ۾ ڊوڙندو رهيو. ويجهو وڃڻ تي ڏنائين تہ ڪاريءَ وارا ڪک. وري ٻئي رخ ۾ نگاهہ ڪيائين تہ ساڳيو لقاءُ اکين آڏو هيو. پاڻيءَ ڇوليون ٿي هنيون. وري نئين سر ڪڙين تي زور ڏنائين. اهڙي حال سارو وقت ڊوڙندي سندس جسم نستو ۽ نبل ٿي پيو. پياس کان زبان ٻاهر نڪري آيس. ٽنگون ساٿيون ٿي اڳتي هلڻ کان پڙ ڪڍي بيٺيون. شام ٿاٽي ٿڪو ماندو ۽ مرڻينگ حال ۾، آخر اچي اهڙي هنڌ پهتو جا واقعي ئي ڍنڍ هئي. ڪنڌيءَ تي ڪرندي هڪوار پاڻيءَ کي ڏنائين. ڄاڻائين تہ اهو بہ ساڳيو دوکو هيو جنهن ڪيس سوير کان ستايو هيو. آخرين سيسراٽي ڀريندي سندس جسم ڪپر کان کسڪي وڃي هيٺ پاڻيءَ ۾ ڪريو ...."

( رابندرانات ٽئگور )

# حياتي ۽ موت

"جڏهن به ماڻهو هڪ ٻئي سان اختلاف رکن ٿا ته هميشه زندگيءَ جي مسئلن بنسبت. پر جنهن ڳالهه تي سڀ ماڻهو پاڻ ۾ متفق ۽ يڪراءِ آهن ته اهو "موت" آهي.

جيسين ماڻهو زنده آهن ته منجهن دانائي ۽ ناداني، خدا ترسي ۽ بي رحمي، شرافت ۽ ڪميڻپائيءَ جو فرق ضرور رهي ٿو. پر جڏهن ماڻهو مري وڃن ٿا ته سندن لاش ڳري سڙي هڏا ۽ خاڪ ٿي وڃن ٿا. اهو هرهڪ جو نصيب آهي ۽ مقدر به آهي. پوءِ دانائي ۽ ناداني، خدا ترسي ۽ بي رحمي، شرافت ۽ ڪميڻپائي ڪنهن جي هٿ وس آهيئي ڪانه. نه وري لاش جي ڳرڻ سڙڻ يا هڏا ۽ خاڪ ٿي وڃڻ تي ڪنهن کي ڪو اختيار حاصل آهي. ماڻهوءَ جي زندگي پنهنجي وس ۾ نه آهي ۽ نه موت. نه سندس دانائي پنهنجي پيدا ڪيل آهي ۽ نه ناداني. نه خدا ترسيءَ جو خالق پاڻ آهي ۽ نه بي رحميءَ جو. نه شرافت سندس املاڪ يا ورثو آهي ۽ نه ڪميڻپ.

ڪي ڏهاڪو سال ڄمار ۾ مري وڃن ٿا. ڪي سؤ سال عمر جهاڳي پوءِ فوت ٿين. داناءُ ۽ نادان به مري ٿو. خدا ترس ۽ بي رحم به مري ٿو وڃي. اشراف ۽ ڪميڻو به ساڳئي دڳ وڃي ٿو. جڏهن جيئرا آهن ته عدو موچي عثمان حجم ۽ سومر نانوائي. جڏهن مري وڃن ٿا ته پوءِ هڏا ۽ خاڪ. جٺري سورٺ، راءِ ڏياچ ۽ بيجل ! مئي پڇاڙان اهيئي هڏا ۽ خاڪ. پوءِ هڪ ماڻهوءَ جي هڏن ۽ خاڪ، ۽ ٻئي ماڻهوءَ جي هڏن ۽ خاڪ وچ ۾ فرق ڪهڙو؟

(چيني فيلسوف "ينگ چو")

# فهرست

# آءُ ۽ علي احمد

آءُ ڪيس ڇاڻان سڃاڻان. اڄ ڪلهه ڪان نه پر ٻال ڄمڻ کان. جڏهن اڃا ڪائونس ڳگ سنگهه وهندي هئي. ڇا اُگهندو ٻه گهٽو ڪري ٻانهن سان هيو يا چولي سان. هاڻ ته پاڻ ڪي الاجي ڇا ٿو سمجهي؟ ڪٿي عقل جو اڪابر ٿو سڏائي، ڪٿي علم ادب جو ڄاڻو. پاڻ ڪي ائين ٿو پڌائي ڄڻ سڄ لهي اُپري ئي مٿس ٿو. اخلاق ۽ ايمانداريءَ جا واعظ الڳ ٿو ڪري. مون ته ڪيس مڙني ڳڻن ۽ وڙن ڪان واندو ڏٺو. پوءِ لڪي ڇپي ڪو جس ڪٽيو هجيس ته اها ٻي ڳالهه آهي. پر آءُ ته سندس ڪڌ پاڇي جيان پيو ڦران. دائيءَ ڪان ڪو پيٽ ڳجهو آهي ڇا؟ منهنجي خيال ۾ ته جو ڪجهه ٻه ٻولي ٿو- ڪنڌ ٿو ڪائي.

هي برابر آهي جڻن چوي ٿو ته ڳڙهي ياسين جو بروهي آهي. پر نه ڳڙهي ڪو مڪو مدينو آهي ۽ نه بروهي قوم ڪو آريائي قبيلو، جنهن جي فرد هئڻ ۾ ڪو فخر حاصل ٿئي. قبول ٿوڪجي ته سندس گهراڻه جا گهڻا ڀاتي پڙهيل ڳڙهيل ۽ لائق ماڻهو آهن. پر هتي ڳالهه آهي هن مارڪي جي، ته هي ڇڳن پنيان ڇنو الاجي ڪنهن تي ويو؟ جهڙو هيو شڪل جو ڪارو ۽ ڪوجهو، اهڙائي بڇڙا افعال هيس. پاڙي ۾ سڏبو هيو باگڙي ۽ گهر ۾ گيدڙي! جهڙو اوڦنو پاڻ هيو، اهڙي هوندي هيس اوباش سنگت. ياراڻي هيس ٻڪرارن، ڏنارن ۽ ڇيڇي وارن سان. سڀ رولاڪ. سيلاني خاڪ هيو. البت گهران سو ٻه ٽي پيرا ڀڇي نڪتو هيو. هڪ دفعو ته سال ڏيڍ يڪو گم هيو. پوءِ رلي پني خوار خراب ٿي واپس گهر وريو. ڪيس ڪنهن ڏنڌي دڳ لائڻ لاءِ مائٽن حيلا ڪيا. سونارڪو ڪم، ڊڪاڻڪي ڪار ۽ طبابت. پر ٽيو ڀلوا پڇاڙيءَ جو دڪان ڪڍي ڏنائونس. پر سڀ سامان اوذر تي ڏيئي ڏينهڪ ڏيوالو ڪڍي ويهي رهيو. پڙهائي ٻه

قسطن ۾ ڪيائين. وڏي ڪيپ ڪٽيائين جو مئٽرڪ پاس ڪيائين. سندس علمي لياقت اتي اچي دنگ ڪيو.

جڏهن جوان جماڻ ٿي ڪمائيءَ لائق ٿيو تڏهن بہ اُهيئي اُبتا پير. ڪٽي ٽڪاءُ ڪونہ آيس. ڪراچي ڪسٽمس ۾ چڱي ڀلي ڪلارڪي مليس تہ ڇهہ مهينا مشڪل سان نباهہ ڪيائين ۽ سمورو وقت سياسي چڪرن ۾ رهيو. جڏهن وارنٽ ڪڍ نڪتس تہ بمبئي ڀڄي وڃي سامونڊي فوج ۾ ڀرتي ٿيو. پنج سال سانده بحري ٻيڙن ۾ جنگي سرحدن تي رهيو. ڪيئي انساني ڪوس اکين پسيائين. جنهن رتو ڇاڻ ۾ هي شخص رهيو اُها روئداد ڪي انساني اکيون ڏسن ها تہ پاڳلمرادو انڌيون ٿي پون ها! پر هي نود جو نود رهيو. هوائي حملا ٿيا، باروتي ڪاٽيون ڦاٽيون، جهاز ٻڏا پر هن جو وار بہ ونگو نہ ٿيو. ڇي الله بچايو. ڇڻ هي الله جو سڪيلڌو هيو. باقي جي مٿا ۽ ڦٽيا اُهي ڇڻ سڀ واليءَ جا ويري هوا!

١٩٤٦ع ڌاري جنگي آرماڙ جي بمبئيءَ موٽ ٿي. لڙائي جي پڇاڙي ٿيڻ واري هئي. جنگ تہ برابر انگريز ڪٽي هئي پر جنگ جو نتيجو ڪجهہ جوئا جي راند جهڙو نڪتو هيو. هارائي جو اڌ منهن ڪارو ۽ ڪٽندڙ جو سڄو سارو. سٽن سالن جي ويڙهہ انگريز ڪي ساڻو ۽ نستو ڪري ڇڏيو هيو. عام ماڻهو انگريز جي راڄ، انگريز جي جنگ ۽ خود سندس وجود کان تنگ اچي چڪا هوا. هندستان ۾ سندن طاقت جو بنياد "ديسي لشڪر" هيو، جنهن کي ڪانگريس ۽ ليگ جو "سياسي ڏمچر" لوڏي نٽي سگهيو. ضرورت هئي ان بنياد ۾ ڪاٽ هڻي ڪيس اُکيڙڻ جي. نفرت ۽ ڌڪار جو بارود اڳئي ديسي دلين ۾ موجود هيو، فقط چوچڙي ڏيڻ جي دير هئي. اُها اماڙي جن ڏني اُنهن ۾ هي بہ هڪ هيو. ١٧ فبروري ١٩٤٦ع تي جڏهن ڌڪڙ تي اتو لڳو ۽ ڌماچوڪڙي شروع ٿي، تہ انگريز هيسجي ويو. ٢١ فبروري تي برٽش پارليامينٽ ۾ آزاديءَ لاءِ اعلان ڪيو ويو. جڏهن مقصد جي پوري ٿيڻ تي باغين هٿيار ڦٽا ڪيا تہ پڪڙ پڇاڙ عمل ۾ آئي. ڪورٽ مارشل ۾ موڙهيو سر ٿي ويس، پر نصيب زور هيس جو بچي ويو. باقي سزاياب ٿي جيل سو ڏاڍا ڀوڳيائين.

جيل کان ٻاهر نڪتو تہ دنيا گهڻي بدلجي چڪي هئي. ٻي ڪا

واه نہ ڏسي اخباري دنيا ڏانهن رخ رڪيائين. روزانہ "قربانيءَ" ۾ پروف ريڊر ٿي پرتي ٿيو. پنجن مهينن پڄاڻان چيف ايڊيٽر جي چارج سنڀاليائين! تڪڙي ترقيءَ جو ڪارڻ سندس محنت يا لياقت نہ هئي پر اخبار جي مالي بدحالي. شايد ٻيا پگهرن مٺ تي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. هونئن بہ ڪٽل اخبار ڪي صحافي ائين چڙي ويندا آهن جئن ٻڏندڙ جهاز ڪي ڪوئا! سندس لکڻ جي برڪت سبب "قرباني" ترت عتاب ۾ آئي ۽ آخر بند ٿي وئي. وري روزانہ "صداءِ سنڌ" جو ايڊيٽر ٿيو. آخر اها بہ راه رباني وٺي وئي. جنهن بہ اخبار ۾ سدورو پير پاتائين تہ اُها تہ ضرور ضبط ٿيندي هئي، پر ان سان گڏ پرنٽنگ پريس بہ سيل مهر. روزانہ "انقلاب" هن جي نحوست ڪان بچي وئي جو مالڪن ڪي سمڪ آئي جن هن ڪي سيکهہ ۾ ٽڪيٽ وٺرائي. ائين بہ نہ هيو تہ فقط ٻين جي اخبارن لاءِ پاراتو هيو. بلڪل نہ. جي پاڻ ٿي اخبارون سڪر ڪان جاري ڪيائين، تہ انهن جو بہ ساڳيو حشر ٿيو. سندس صحافت هوندي هئي سرڪاري ڪامورن تي ٺوڪ ٺڙي ۽ وزيرن جي شان ۾ گستاخي. جڏهن بري تي بڇ ٿي ۽ نوبت وارنٽن تي پهتي تہ راتو رات صحافت کي الوداع ڪري خيرپور رياست ۾ اچي پناه ورتائين جتي ڪيس هڪ ننڍڙي نوڪري بہ ملي. سندس پير رياست لاءِ بہ ڳرو ۽ ڳورو ثابت ٿيو ۽ جلد ئي ون يونٽ ۾ جذب ٿي ختم ٿي وئي.

رياست جي خاتمي ڪان پوءِ رياستي ملازم جي حيثيت ۾ سرڪاري سروس ۾ آيو. چالاڪ ۽ چلتو پرزو اڳيئي هيو، وري نوڪري مليس انفارميشن جي. ڊول وڃائڻ ۽ ڏمال وجهڻ واري. هرڻي اڳيئي نچڻي ويتر پيس گهنڊڻي! پوءِ تہ هر سال هڪ ڏاڪو مٿي چڙهندي ڇئن سالن ۾ ڊاريڪٽر جي پدويءَ تي وڃي پهتو. سروس ۾ جتنا سو ڪيائين، پر هڪ هنڌ ٽڪاءُ هٿ بہ ڪونہ آيس. هر ٻارهين مهيني بدلي. پوءِ سرديءَ ۾ ڪوئيٽا ۽ گرميءَ ۾ ملتان اُماڻيندا هئس. ون يونٽ جي خاتمي تي سنڌ جي انفارميشن جو مکي ٿي واپس وطن وريو.

١٩٧١ع ۾ "پنهنجن" (پي پي پي) جي حڪومت پاور ۾ آئي. جي ڪيس شايد مون جيان ڇاڻندا سڃاڻندا هئا. هنن ڀهريون نيڪيءَ جو ڪم هي ڪيو جو ڪيس ٻي آبرو ڪري نوڪريءَ ڪان ڪڍي ڇڏيائون.

انهن چوڏهن سؤ ڪامورن جي لسٽ ۾ سر فهرست هيو جي رشوت خور، ڪم چور، نڪما ۽ نالائق ڄاتا ٿي ويا.

سرڪاري سهاڳ ماڻيندي مٿس ڏهاڳ اچي سهڙيو. اُهو به اوچتو ۽ ازغئبي. وري گهرگهاٽ ۽ سواري سڀ هيس سرڪاري. جي ٽپڙ ڪيس ترت واپس ڪرڻا پيا. پنهنجي نه هيس پونجي، نه علمي ڊگري ۽ نه ڄاڻندو هيو ڪو هنر يا ڪاريگري، جو ٽڪو ڪمائي ٽُڪر ڪائي ۽ ٻَبر ٻه پالي! پر آخر پيٽ ته پالڻو هيو. زندگي ڪا سڪن جي سيج ته نه هئي. پوءِ هي حادثن جو هيراڪ، خانگي ڪمپنين ۽ ڪارخانن جا چڪر ڪاٽيندو رهيو. ڪڏهن لانڍيءَ جي ڪپهه وارن ڪارخانن ۾ ته ڪڏهن ڪوٽڙيءَ جي فئڪٽرين ۾ ڏرم جا ڌڪا ڪائيندو رهيو. ست سال سانده انهن رولڙن ۾ رهيو. پوءِ ڪٿي ليبر آفيسر ته ڪٿي پبلڪ رليشنس آفيسر! ۱۹۷۴ع ڌاري صادق آباد شگر ملس ۾ ريزيڊنٽ ڊاريڪٽر مقرر ٿيو. ۱۹۷۵ع ۾ بخش گروپ جي ويهن ڪمپنين جو ليگل ائڊوائيزر! پيچ چريا چي مست آيا! ملڪ ۾ قانون جو اڃو منهن ڪو هروڀرو ته نه ٿيو آهي!

سال ۱۹۷۷ع ۾ جڏهن بادشاه گرڏي ٿي ۽ نئين حڪومت پاور ۾ آئي، ته "ٽارزن جي واپسي" به ٿي. جڻ ته هن مهانڊي ڪانسواءِ گلشن جو ڪاروبار ئي نه ٿي هليو. ڪيس پهريون اسلام آباد ۾ ۽ پوءِ ڪراچيءَ ۾ سيڪريٽري مقرر ڪيائون. آخر ڪين پڇتائڻو پيو. ترت ئي ڪيس، مدت ڪان ٻارنهن مهينا اڳواٽ، پينشن تي اُماڻي ڪائونس جان ڇڏائي ويئي. اڄ ڪلهه خير سان هڪ خيراتي قسم جي سرڪاري ٽرسٽ "گئوشالا" ۾ نوڪر آهي. الله پاڪ ان اداره کي پنهنجي امان ۾ رکي ۽ پناه ڏئي. آمين. هي آهي ملوڪ جي مختصر ڪهاڻي.

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته زماني جي لاهين چاڙهين ڪان گذريو ضرور آهي پر نه سڌريو آهي ۽ نه ڪو سبق سکيو اٿائين. ڪم سدائين ڪاٽ پوڻ جهڙا ۽ پيٽڪا. مون کي نه سجهي ته زندگي سڦلي ڪرڻ لاءِ ڪا صحيح سيڙپ ڪيائين. ننڍپڻ گذريس حرڪت بازي، شرارت ۽ شيطان گيريءَ ۾. جواني گنوايائين عيش، جوئا ۽ مجرن ۾. عمر پر خواهشن جي پاڇن ڪيڏ ڊوڙندو ۽ پاڻي ولوڙيندو رهيو. زندگي ائين گهاريائين

جئن کو وڏو ”يوڳ چرچو“ هجي. جڏهن جک ماري ٽڪجي ساٺو تي عمر جي آخري موڙ تي آيو تہ اُمالک موٽ کاڌائين. سڀ شونق شغل ڇڏي ڏنائين. هاڻي خير سان ٻلي ست کوئا کائي حاجاڻي هلي آ حج تي، روزا نمازون ۽ عمرا! اُپديش الڳ ٿو ڏئي. الاجي کنهن جي اکين ۾ ٿو ڌوڙ وجهي؟

اڳ ڏند نيڙي سڄو ڏينهن وينو کلندو هيو. هاڻي ڏند شهيد ٿئي فقط مرکندو ٿو رهي. جڻ لاٽريءَ ۾ کا همياٽي ملي اٿس. چوي ٿو تہ رب مٺس راضي آهي ڇاکاڻ جو کيس دکي دل ملي آهي. اڙي مورک! ماڻهن وٽ تنهنجون جنم پتريون سانديل آهن. ڏڄ انهيءَ ڏينهن کان جڏهن تنهنجا پرکار پڌرا ٿيندا تہ تون کهڙو چڱو مڙس هئين ۽ آهين؟ آسمان ۾ ٻلي توکي نوازي ۽ شايد بخشي بہ ڇڏي، پر ڌرتيءَ وارا کنهن کي ٽکو بہ حساب ۾ بخشيندا آهن ڇا؟ تون ٻلي کتاب لکي پيو ماڻهن کي متاثر کر. جڻ ماڻهن کي خبر ئي نہ آهي تہ ٻين جا خيال ۽ فکر چورائي وينو کاغذ کارا کرين!

وري کتاب جو نالو رکيو اٿائين ڇامر، ڇاموٽ ۽ ڇامڙا. ڇامر ۽ ڇاموٽ تہ کتاب ۾ ظاهر ٿا ڏسجن پر ڇامڙا تہ کٿي بہ نظر نہ ٿا اچن. ڇا ائين تہ نہ آهي تہ اصلي ڇامڙو کتاب جو ليکڪ پاڻ هجي!

سنڌي مسلم هائوسنگ سوسائٽي
٦ اپريل ١٩٨٤ع

علي احمد بروهي

# مظفر صديقي

پنهنجي سٺيڪو سال زندگيءَ جي ڊگهي سفر ۾ بيشمار مسافرن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ جو شرف حاصل ٿيو اٿم. پوءِ ڪن سان پهرن جا پهر قرب جون ڪچهريون ونڊيون اٿم تہ ڪن سان حالي احوالي ٿينديءَ، اڄان رتي پير رهاڻ بہ مس ٿي هوندي تہ سندن سڏو اچي سهڙيو ۽ هو موڪلائي پنهنجي ماڳ رمندا رهيا. انهن ۾ ڪي تہ اسهڻ لاءِ ايترو آتا ٿي ڏٺا جو وڃڻ ويل الوداع ڪرڻ بہ پلجي ويا.

ان وچڙيل سنگت ساٿ جي صحبت، منهنجي زندگيءَ جو انمول سرمايو آهي. هر وقت ڪتل واٽ جيان پراڻيون وهيون واچيندي سندن ياد ۾ ڳوڙها ڳاڙڻ اڄ ڪلهہ منهنجو نصيب ٿي چڪو آهي. آخر ڪنهن جي بخت سان ڪا ريس تہ نہ آهي. هي سندن خوشي نصيبي هئي جو پنهنجو وارو وڃائي ويا، ميڙو بہ مٽل ڇڏي ويا ۽ آءٌ پيچتاءَ جا هٿ مليندي پنتي رهجي ويس. آئت فقط اهو اٿم تہ منهنجي زندگيءَ جي سانجهي بہ اچي مٿان سهڙي آهي ۽ اڄ ڪي سنجهہ صباح يارن سان ميلو ملاقات ٿيندم. انهن همراهن ۾ هڪ درويش صفت شخصيت سر فهرست آهي جنهن جا پير ڌوئي پيئڻ بہ سعادت سمجهندو هيس. اهو الله جو بندو هيو، مظفرالدين صديقي جو گذريل عيد ڏينهن مورخ ۲ آگسٽ ۱۹۸۱ جي حيدرآباد ۾ راهِ رباني وٺي رمندو رهيو.

انا الله وانا اليه راجعون.

منهنجي مرحوم سان ڏيٺ ويٺ اڄ کان ٽيهارو سال اڳ سکر شهر ۾ ٿي جتي آءٌ روزنامہ انقلاب ۾ ملازم هيس. اها چاڻ سڃاڻ اڳتي هلي دوستي ۽ ياڻپيءَ جو روپ اختيار ڪيو. آخر ڪو وقت اهڙو بہ آيو جو آءٌ ڪانئس دم بہ ڌار ٿيڻ گوارا نہ ڪندو هيس. جئن جئن وقت گذرندو رهيو تہ آءٌ سندس شخصيت کان بيحد متاثر ۽ مرعوب ٿيندو رهيس. منهنجي سانپر ۾ هي اولين مشاهدو

هيو تہ هڪ انسان جي ظاهري ۽ روپ حقيقي زندگيءَ وچ ۾ نہ فقط زمين آسمان جو فرق هيو پر جنهن جا ٻيئي رخ هڪ ٻئي جي بلڪل برعڪس ۽ ضد ۾ هئا.

مظفر يا سيٺ مظفر، جيئن عام طور ڪيس خطاب ڪيو ٿي ويو، سکر جو بدنام شهري آهي، اها خبر جڳ جهان کي هئي. هو نہ فقط پاڻ پيئڻ ڪائڻ وارو هيو پر شراب جو هڏو واپاري پڻ. ضلعي جي جملي شهرن جا گتا سندس حڪمت عمليءَ هيٺ هلندڙ هئا. ڏنڊي جي چالاڪين ۽ چالبازين جو هر فن مولا ۽ عملدارن جي رهائي رسائيءَ جو ماهر هيو. ظاهر آهي تہ اهڙي چلتي پرزه ۽ زمانہ ساز ماڻهوءَ جي ساک پت ۽ عام شهرت سواءِ بدنامي، خواري ۽ ملامت جي ٻيو ڪهڙي ٿي سگهي ٿي. ليڪن هي معلومات فقط چند ماڻهن تائين محدود رهي تہ هو هڪ انتهائي خدا ترس، بيحد رحمدل ۽ سخي انسان آهي. سکر ۾ هي واحد شخص هو جنهن جو در ۽ ڪيسو هر غريب مسڪين ۽ محتاج لاءِ هميشه کليل رهندو هو. هر اسپتال ۽ هر دواخانہ ۾ سندس طرفان غريبن جي دوائن ۽ لاوارث لاشن جي ڪفن دفن لاءِ رقمون ڏنل هونديون هيون.

منهنجي ساڻس عليڪ سليڪ ٿيڻ بہ ان سلسلي ۾ هڪ عجيب اتفاق هيو. مون کي هڪ ڏينهن خبر پئي تہ سيٺ مظفر ڪراچي کان نيلامي ڪوٽن جون ڳنڍڙيون خريد ڪري پراڻہ سکر ۾ وينو ٿو ماڻهن ۾ مفت ورهائي. انهن ڏينهن ۾ ضلعي لوڪل بورڊ ۽ ميونسپل جون اليڪشنون زور تي هيون. مون خيال ڪيو تہ پڪ اليڪشن ۾ اٿڻ جو ارادو اٿس ورنہ هي ناممڪن هيو تہ هڪ سنڌي مسلمان واپاري يا وڏيرو بنان مقصد جي في سبيل الله وينو خير جا ڪم ڪري! نوڪي اخبار ۾ خبر لکيم تہ "ڪوٽ بدلي ووٽ وٺڻ جو نئون نمونو". مون کي بعد ۾ اهو معلوم ڪري شرمساري ٿي تہ مظفر هر سياري ۾ نيلامي ڪوٽن ۽ پراڻن بلئنڪيٽن جون بہ ڳنڍڙيون خريد ڪري غريبن ۾ مفت تقسيم ڪندو آهي. اها خبر اڳتي هلي پيم تہ روزانہ هر رات جو پنهنجي موٽر سوڙين ۽ رلهين سان

پري نہ فقط اگھاڙن مجذوبن ۽ فٽ پاٿ تي سمهيل سيءَ ۾ ڏڪندڙ فقيرن کي ڍڪيندو رهندو آهي پر سيءَ ۾ ڪوڪاٽ ڪندڙ ڪتن ۽ ٻلين جي پونگڙن جي ٻچن جي بہ پرگهور لهندو هيو.

هڪ دفعي سکر ٽاور وٽ هڪ ٽانگي جو ڦيٿو هڪ رولو ڪتيءَ مٿان وهي ويو. پوءِ تہ مظفر جي حالت ڏسڻ جهڙي هئي. موٽر اڌ رستي تي ڇڏي ڦٿڪندڙ ڪتيءَ کي ڪٺي پنهنجي سيني سان سانڊيائين، جنهن جا آنڊا ٻاهر لڙڪي رهيا هوا. مون کي رڙ ڪري چيائين تہ گاڏي ڀڄاءِ ۽ هل اسپتال. پهچڻ شرط هر ڊاڪٽر جي پنيان ڪڍ لڳو رهيو تہ ڪتيءَ جو پيٽ سبي ڏيو. آخر هڪ ڪمپائونڊر کي رحم پيو جو سبڻ جو سامان ساڻ کڻي مظفر جي گهر هلي سيبو ڪري ڏنو. پورا چار ڏينهن لڳاتار مظفر سيٽ پنهنجي بستره تي ڪتيءَ کي ڪڇ ۾ ڪنيو ويٺو رهيو جيستائين مارڪيٽ جي ڏٻري ڪتي خطره کان مڪمل طور محفوظ ٿي.

روهڙيءَ ۾ مرحوم ميان عبدالغنيءَ وٽ محفل ۾ رات گذاري، هڪ ڏينهن سوير صبح جو سکر ٿي آياسون تہ براج تي هڪ مهاڻي کان تازه ڦٿڪندڙ پلو خريد ڪري چيائين تہ يار هل تہ گهر هلي توکي نيرن ڪرايان. پوءِ وچي تون اوجاڳو لاھ. اڌ واٽ اورانگهي وري اوچتو موٽر کي موڙي واپس براج رخ طرف ڦيرايائين. مون گهٽو ٿي رڙيون ڪيون تہ وري ڪهڙو ريچڪ پيو اٿيئي. ھڏو اُٿ ھڏو ڪري سڌو درياه تي اچي پلو واپس پاڻيءَ ۾ اڇليائين تہ "وٽ درياه شاه پنهنجي امانت." اکين مون نير جاري، ٻيٺو روئي، الله مون کي معافي ڏئي- چي پلي جو موت هيوئي ڪونہ، هو پيرن ۾ ڦٿڪندو ٿي رهيو. مون جيئري کي هاف فرائي ڪرڻ تي گهريو."

هڪ دفعي پنهنجي گهر ٻاهران هڪ ڪاسائيءَ کي چريون تيز ڪندو ڏسي پڇيائينس تہ ڪنهن کي قتلام ڪرڻ آيو آهين؟ قاصائي ٻڌايس تہ سندس ڇٽون جا ڪري پيئي آهي ۽ ٻيهي نہ ٿي سگهي تنهن کي حلال ڪرڻ لاءِ ڪيس گهرايو ويو آهي. قاصائيءَ کي پنج روپيا ڏيئي واپس ڪيائين تہ منهنجي امڙ ڪا خدا تہ نہ آهي جو ڪيس خبر پوي تہ ڇٽون ڪڏهن ٿي مري. پاڻ ڇٽون کي اٿارڻ لاءِ گهڻا حيلا وسيلا ڪيائين پر ڇٽون اٿي نہ

سگهي. آخر ڪجهه سوچي شاهه خيرالدين بادشاهه جي مزار تي وڃي ڳئون لاءِ دعا گهرڻ ويٺو. اتان موٽندي پاڙي جي هندن واري مندر جي پٽ ٽپي وڃي ڪرشن ڀڳوان جي بت اڳيان ويٺو. ڇو ته مسلمانن جا پير ڳئن جي حق ۾ هٽ نه ٿا ڪڍن، تون ڪو ڳانءِ ماتا جو مرم رک. الله جو شان! نه فقط ڀناري اٿي ڪري ٿي، پر اها ڳئون ٽي سال پوءِ به جيئري رهي.

شڪارپور جي گٽي وارو سندس مئنيجر ٽيهه هزار رپيا نقد رقم کڻي روپوش ٿي ويو. مون وٽ دانهن کڻي آيو ته ڪو ٻلو ويٺي ڪيان. شڪارپور وڃي پيچ ڊوڙ ڪري مئنيجر کي پوليس ذريعي پڪڙائي لاڪپ حوالي ڪري واپس شام تائين سکر پهتاسين. اڌ رات جو وري اچي مون کي جاڳايائين. اکين ۾ زار زار پاڻي، جسم ۾ ڏڪڻي ۽ پريشان حال. "ادا الله واسطي هلي مئنيجر کي ڇڏاءِ. سندس ننڍڙا ٻچا آهن. روئندا هوندا. جوٽس ۽ ماٽس مصلي تي ويهي الله کي ٻاڏائينديون هونديون. مون پنهنجي پئسن تان هٿ ڪنيو. وڃي رقم ڪڏ ۾ پوي. اُٽ پر هاڻي هل." مون کي ڪيس غصي ۾ اچي برو ڀلو چوڻ شروع ڪيو ته جو ماڻهو دغا ڪري تنهنجا ٽيهه هزار کائي وڃي تنهن کي هڪ هفتو ته حوالات ۾ رهڻ ڏئي. پيرن تي ڪري پيو ته ادا الله الاجي کهڙين ڳالهين ۾ راضي. وڏو چور ۽ ڏاڙيل ته آءُ آهيان. هل ته هلي ڪيس ڇڏايون. راتو رات جڏهن شڪارپور وڃي اثر رسوخ هلائي مئنيجر کي آزاد ڪرايم تڏهن وڃي سندس ڏڪڻي ختم ٿي. پئسا ته پيسن جي ماڳ اٿلندو پنج سؤ رپيا مئنيجر جي ٻارن کي خرچي ڏيئي معافي وٺي ماڳ پهتاسون. مئنيجر پنهنجي ملازمت تي بحال رهيو ۽ ان بعد اهڙا ڪيئي ٣٠ هزار ڦٻائيندو رهيو.

مون کي انسان جي تلاش ته هردم هوندي هئي. پوءِ هي ٻي ڳالهه آهي ته ڳولا هميشه غلط جڳهين تي ڪندو رهندو هيس. مون کي غلط فهمي هوندي هئي ته صحيح معنيٰ ۾ فقط اهي انسان ٿي سگهن ٿا جن جي پيشانيءَ تي محراب ۽ هٿ ۾ تسبيح هجي. مظفر جي ملاقات کان پوءِ منهنجي سوچ ۾ ڪافي تبديلي آئي. ننڍپڻ جي خبر مون کي نه آهي پر مون گذريل ٽيهن سالن ۾

مظفر کي رسمي عبادت ڪندي نہ ڏٺو. ليڪن هيءُ يقين اٿم تہ سندس ڪوبہ دم الله جي نالي وٺڻ کان خالي نہ هيو. اٿندي ويهندي ننڊ يا نشي ۾ "الله الله" پئي پوندي هيس. ننڊ ۾ جسم جو پاسو اٿلائيندي بہ "الله" جو آواز پيو بلند ٿيندو. سندس تڪيہ ڪلام هيو "الله وڏو آهي"، "الله مالڪ آهي" ۽ "الله وارث آهي". سموري ٦٥ سال عمر ۾ ڪنهن حڪيم يا ڊاڪٽر وٽ علاج لاءِ نہ ويو. جڏهن ڪو سور ٿيندس تہ پنهنجي هٿ سان "الله شافي الله ڪافي" چوندي درد واري جاءِ تي پيو مهٽيندو ۽ منٽن بعد وري اهڙي جو اهڙو. الله جي وائي سندس وات ان حد تائين هوندي هئي جو ڪڏهن ڪائنس پڇيو ويندو هيو تہ شراب جو دڪان ڪنهن جو آهي؟ تہ بي اختيار آگر مٿي ڪٽي چوندو، "الله جو. " الله مالڪ آهي.

مون سان سندس والهانہ محبت هئي. حالانڪ آءُ هر وقت مٽس ٺٺوليون ۽ چٽرون ڪندو رهندو هيس. ڪاوڙجڻ تہ در ڪنار، اٿلندو منهنجي مذاق ۽ ملامت تي ويٺو خوش ٿيندو ۽ ڪلندو. عجب اهو جو دعائون بہ ڪندو رهندو. ليڪن شل نہ ڪنهن گهوڙي کي لڪڻ لڳندو ڏسي پوءِ ٽانگي واري جي شامت اچي ويندي. پستول ڪڍي بيهي رهندو. عموماً سکر جا ٽانگہ وارا ڪيس ايندو ڏسي پنهنجو لڪڻ لڪائي ڇڏيندا هوا. سفر ۾ رستي تي رولو ڪتن کي پنهنجي هٿ سان ماني وٺي کارائيندو. حيدرآباد ۾ سندس عام ائڊريس اها هوندي هئي تہ جنهن گهر ٻاهران ٻلين جا ولر ڏسو اُهو مظفر جو گهر هوندو. ڏهہ سال اڳ سندس زندگيءَ ۾ عجيب انقلاب رونما ٿيو. سنگت ساٿ ۽ پيگ پاٽي، سڀ عياشيون ڇڏي، عملي زندگيءَ کان رٽائر ٿي حيدرآباد لڏي اچي ويهي رهيو. سمورو وقت گهر اندر ويٺو الله سان اوريندو رهندو هو. ڪجهہ سال اڳ سونهاري رکرايائين. پڇيومانس تہ هيءَ ڏاڙهي ڇو رکي اٿئي؟ چيائين تہ بيو تہ آخرت جو ثمر ساڻ نہ اٿم، من نہ من شالہ انهيءَ سنت جو منڪر نڪير کي مرم پوي.

عيد کان هفتو اڳ وٽس ملاقات لاءِ ويس. مون کي چيائين ته منهنجو وقت پورو ٿي ويو آهي ۽ هاڻ پلاٽي کري مون کي وصيت رجسٽر کرائي ڏئي، جيئن منهنجي اولاد کي پوءِ کنڊا کڏٹا نه پون. مون پنهنجي دستوري مذاق ۾ سندس ڳالهه ٽاري ڇڏي. رحلت کان ٽي ڏينهن اڳ منهنجي دوست سيف الدين بوريءَ جي دکان تي اچي فون کيائين ته عيد ڏينهن اچي سگهندين؟ مون کيس عيد ڏينهن اچڻ کان معافي ورتي. پر واعدو کيو ته عيد جي ٻئي ڏينهن ضرور ايندس. جواب ڏنائين ته عيد جي ٻئي ڏينهن اچڻو اٿيئي ته سکر اچجانءِ.

عيد کان هک ڏينهن اڳ سندس پٽ مقبول احمد حيدرآباد اچي کيس سکر هلي عيد کرڻ لاءِ زور پريو. پٽ کي چيائين ته تون سکر هل ۽ آءٌ عيد جي ٻئي ڏينهن اتي پهچندس. عيد ڏينهن کچڙي منجهند ڏاري کلندي کٽ تي ليٽي پيو. پنهنجي گهر واريءَ کي چيائين ته منهنجي هلڻ جو وقت ويجهو اچي ويو آهي. سڏو سنئون ليٽندي پنهنجي دستوري ذکر لا الله الا الله جو ورد شروع کيائين. هک هڏکي آئي پوءِ ٻي ۽ ٽئينءَ هڏکيءَ ۾ يار ويندا ڏيکاريندا. ٻئي ڏينهن تي مظفر واقعي وچي سکر پهتوا جتي هزارها ماڻهن کيس کلها ڏيئي امرڙ مٽيءَ حوالي کيو. جن سندس آخري ديدار کيو انهن جو چوڻ آهي ته محسوس ائين پئي ٿيو ڄڻ مرکي رهيو هو. هوش وارا ماڻهو موت تي مرکندا ٿورئي آهن.

# اسماعيل قبرستاني

”. . . . ان ڪارڻ ماڻهوءَ کي جڳائي تہ ڪنهن سان بہ پيار محبت نہ ڪري. هر پياروارِي جو وڇوڙو عذاب آهي ۽ قيد آهي. زنجيرن کان فقط اهي آزاد آهن جي نہ ڪنهن سان نفرت ڪن ٿا ۽ نہ محبت.“

”پڳوان ٻڌ“

اوهان بہ ماڻهن جا شونق ۽ شغل ڏٺا ۽ ٻڌا هوندا. نرالا ۽ انوکا. پر جا عجيب و غريب وندر ۽ وروونهہ منهنجي دل گهُرئي دوست جي دلپسند آهي، اهڙي شايد ورلي. هي برابر آهي تہ سندس شوق جو شمار خدمت خلق ۾ شامل آهي، توڙي جو ان تفريح جو تعلق زندگيءَ سان نہ بلڪ زندگيءَ جي خاتمي بعد شروع ٿئي ٿو. سندس اهڙي عظيم خدمت خلق جنهن کان رب بچائي، آهي جنازه کي غسل ڏيڻ، ڪفن ڪان دفن تائين سڀڻ ساٿ ڪرڻ ۽ مڙده کي ماڳ رسائڻ. مزو وري اهو جو اهڙي ڪئن ڪم ڪندي پنهنجي پگهر جي پورهئي لاءِ نہ پائي وٺي نہ پئسو. نہ ڪا اجرت ۽ نہ عيوضو. اوهان فقط مري وڃو ۽ پوءِ سندس خدمت جو رنگ ڏسو تہ ڪئن نہ جوشيلا ۽ سريلا اشهد ڪلمان پڙهندي، پنهنجو ٻانهون ڪنجي ۽ پاجامي جا ور وجهي، مڇي مڙس ٿي بسم الله ڪندو. اوهان کي ور ور ڪري وهنجاريندو. لاڏ سان عطر عنبير مکي ڪافور ۽ چندن سان سينگاري، اوهان کي گلن واري ڏوليءَ ۾ آرامي ڪري ماڻهن جي ڪلهن تي سوار ڪري آٽي ماڳ رسائيندو. سڀ خدمت في سبيل الله.

ائين بہ نہ آهي تہ اوهان جي مڙهہ لٽڻ بعد، اوهان کي رڻ ۾ رولي، اوهان جي پاڇوڪڙ عزيزن ۽ قريبن جيان نڪاءُ ڏيئي رفوچڪر ٿي ويندو، بلڪل نہ. روزانہ الاڦجر ۽ شام ٽاڻي اوهان وٽ اچي قبر مٿان ويهي قل پڙهندو ۽ اوهان جي بخشش لاءِ

هٿ ڪٽي دعائون پنندو. جي اوهان سندس دوست آهيو ته اوهان سان ويهي ڪچهري ڪندو. پر جي اوهان جو موت درياه ۾ ٻڏڻ سبب يا باهه ۾ سڙڻ باعث ٿيو آهي يا اوهان جو لاش بطور لاوارث جي دفن ٿيو آهي ته اوهان جي مزار مٿان اگربتيون ۽ ڏيئا ٻاريندو ۽ گل وجهندو رهندو. هي سندس روزمره جي زندگيءَ جو پروگرام آهي جو سلسلو سواءِ ڪنهن انٽرويل جي گذريل پنجاهه سالن کان جاري آهي ۽ ان وقت تائين جاري رهندو جيستائين اسماعيل جيئرو آهي. پوءِ ڪو انشاءَالله چوي يا نه.

اسماعيل حيدرآباد جي صدر علائقي جو باشندو آهي ۽ ٽيليفون کاتي ۾ گذريل ۴۵ سالن کان ملازم آهي. ڪيس جڳ سڃاڻي. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته ڪيس منهن سامهون ايندو ڏسي ماڻهو ڪائنس گوشو ڪندا آهن، خاص ڪري سندس سڀ دوست بيمار ٿيڻ شرط ڪيس خاص نياپو موڪليندا آهن ته الله واسطي سندس گهرن پرسان گذرڻ جي زحمت نه ڪري ۽ نه مزاج پرسيءَ لاءِ اچي. هي حقيقت آهي ته سندس پير ڏاڍو ڳورو آهي ۽ جنهن بيمار کان پڇڻ ويندو ته اهو مرندو ته ٺڏي تي، ورنه ترت سندس وڃڻ بعد. پن ڇئن ڪلاڪن بعد اسماعيل ڪڏ پيو ماڻهو ڊوڙندو ايندو ته پائو تو وارو گراهڪ گذاري ويو ۽ هاڻ اچي پنهنجي ڪاروائي پوري ڪر. موت نه آهي پر موت جو مارو ضرور آهي. هرهڪ جي پنهنجي قسمت آهي. ڪنهن جي بخت ياڳ سان ڪا ريس ٿوري ئي ڪبي.

سهڻو، شڪيل، قد جو پورو پنو، جسم جو پريل ۽ تندرست، جيڪو جمي تنهنجو سن، سدائين اڇن ڪفني ڪپڙن ۾ ملبوس، سياري اونهاري اڇي قميص اڇو پاجامون ۽ پيرن ۾ اگ چاڪڙي هاڻ ربڙ جي چمپل، هميشه کلمک، مرڪندڙ ۽ مشڪندڙ چهرو، فڪر ۽ غم جي غبار کان بنهه خالي. مقام ۾ ملندو ته پوءِ چڻ حورن جو هنج ۾ آهي. پيو ٻهڪندو ۽ ٽڙندو ۽ ٽهڪ ڏيندو، چڻ لکن جي لاٽري ملي اٿس. مون کي ڏسندو ته پوءِ نون دفن ٿيل مڙدن جي مون سان واقفيت ڪرائڻ شروع ٿيندو: ”هيءَ قبر فلاڻه ميمڻ سيٺ جي آهي. پنجاهه هزار روڪ رپيا رڪشا ۾ ڪٽي گهر ٿي ويو ته واٽ تي هڪ رهزن پستول ڏيکاري پئسن لاءِ گهر ڪيس.

ميمڻ هيو، پئسن جو معاملو هيو. ضد ڪيائين. پئسا بہ ويا ۽ پاڻ بہ پارسل ٿي هٿ پهتو. منڪر نڪير جي هر سوال جي جواب ۾ پنجاهہ هزار ۽ پنجاهہ هزار ٿي پڪاريائين . . . هوءَ قبر فلاڻي سرڪاري عملدار جي آهي. خاصي ڪمائي هيس. ڏئو جهلي نہ سگهيو. دل جو دورو پيس. بہ زالون هيس. ڏاڏي پوٽيءَ سان پوٽ ڪانہ هيس پوءِ عشق ۾ ٻي شادي ڪيائين. وصيعت ڪئي هوائين تہ ٻهرئين زال جي پاسي ۾ پورجو. زندگيءَ ۾ مرحومہ جو منهن نہ وٺندو هيس ۽ هاڻ سندس پاسي ۾ پيو آهي. ساڳي ماني ساڳ سان . . . . هوءَ قبر جا جهڪيل ٿو ڏسين . . . .

اسماعيل، حيدرآباد جي اُن دکني خاندان جو فرد آهي جو ڏيڍ سؤ سال اڳ انگريزن سان گڏ اچي ڇانوڻيءَ علائقي ۾ آباد ٿيو. سندس والد محترم شيخ ابراهيم خوش الحان هيو ۽ ملٽري ملازمت سان گڏ صدر مسجد جي ٻانگي جا فرائض پڻ سر انجام ڏيندو هو. اسماعيل اجا انگريزي ڇهين درجي جو شاگرد ئي هيو تہ پٽس سندس هڪ مسڪين ۽ يتيم ڇوڪريءَ سان شادي ڪرائي ڇڏي. سال اڌ بعد هڪ طرف سندس گهر واري سلهہ جي موذي مرض ۾ مبتلا ٿي تہ ٻي طرف گهرو اٽڪٽ سبب کيس گهر نيڪالي ملي. بيمار گهر واريءَ کي ساڻ ڪري اسماعيل، صدر جي هڪ غير آباد گهوڙن جي ڪڙہ کي اچي وسايو. دوستي ياري گهٽي هيس. ڪنهن کٽ آندي ڪنهن بسترو تہ ڪنهن دوائون، ائين لم ٽپ تي اسماعيل جو گذر سفر ٿيندو رهيو ليڪن سندس گهر واريءَ جي بيماري لا علاج ثابت ٿي. ٽن مهينن بعد سندس گهر واري گذاري ويئي. کيس آٽي اُميدن پريو مقام ۾ دفن ڪيائين. پاڻ بہ پوءِ سندس قبر جي پر ۾ لڏي پلاڻي اچي ويهي رهيو.

پورا ست سال سانده قبرستان ۾ مقيم رهيو. ڪيئن رهيو؟ اهو هڪ وڏو قصو آهي جنهن جي بيان ڪرڻ لاءِ هڪ مضمون بجاءِ پوري ڪتاب لکڻ جي گنجائش آهي. تعجب اهو جو ويهڪ لاءِ ڪا ٽونري يا ٽڏي بہ نہ رکيائين. ڌرتتي ننهڻ هجي يا سياري جا پارا، مٽيءَ جا ڌوڙيا يا بارش جا وسڪارا، ڏينهن يا رات، اسماعيل کي تات قبرن جي. پهريون تہ مجاور هيو. فقط پنهنجي گهر واريءَ جي قبر جو، پر پوءِ سموري قبرستان جي رکوالي پاڻ تي هموار ڪيائين. قبرن جي صفائي، جهنگ

جي ڪٽائي، ڊنل بنين جي مرمت ۽ هر نئين وارد جي آءُ ڀڳت سڀ سندس بلي هئي.

هي اهو زمانو هو جڏهن ٽيليفون کاتي وارن کيس سڏ ڪري نوڪري ڏني جا آفيس مقام کان سڏ پنڌ تي مس هئي. ان عرصي دوران سندس گهر وارن سان به پرچاءُ ٿيو پر سندس روزمره جو پروگرام ۽ مرڪز ساڳيوئي مقام رهيو. جنهن سبب سندس نالي پنيان قبرستانيءَ جي علامت شامل ڪئي ويئي جا اڄ ڏينهن سوڌو هلندي اچي.

ستن سالن جي مدت بعد اسماعيل کي ٻي شادي ڪرڻ لاءِ اشارو به ٿيو ۽ ترت ئي آڇ به ٿي. شرط هي وڌائين ته سندس نڪاح قبرستان ۾ پڙهيو وڃي جو عجيب هوندي به قبول ڪيو ويو. دادو ضلع جي اسيمبلي ميمبر ۽ درويش صفت انسان مرحوم علي اڪبر شاه سندس نڪاح مقام ۾ پڙهيو ۽ فقط لاٹون اچي گهر لڏائين. پوئين گهر مان ڪيس ست پٽ ۽ ٻه نياٹيون آهن. سندس پٽن جي نالن مان ائين پيو معلوم ٿيندو ڇڻ سوا لک نبين مان ست عدد ته سندس گهر پاتي آهن. شادي ٿي، اولاد ٿي ۽ گهراٹو آباد ٿيو پر مقام کي هرگز نه وساريائين. ڪجهه سال ٿيا جڏهن ڪيس ميرپورخاص بدلي ڪيو ويو تڏهن به روزانه بس، ريل يا ٽرڪ ذريعي اچي پنهنجي قبرستانيءَ واري ڊيوٽي ڏيئي وري ٻنيرڪي جو واپس نوڪريءَ تي. اها اڻ ٽيٹي آهي ته عصر ۽ مغرب نمازن درميان اسماعيل اُميدن ڀريو مقام ۾ موجود نه هجي. جنهن ڏينهن ڪيس مقام ۾ ٻاهر نه ڏٺو ويو ته خاطري ٿيندي ته اڄ ٻين جيان ڀاڻ به "اندر" آرامي آهي.

اسماعيل نه فقط سالها سال قبرن ۽ قبرستانن جي ڳوڙهي لاڳاپي ۾ پنهنجي زندگي پئي بسر ڪئي آهي پر زهد تقوا ۽ پرهيزگاريءَ علاوه ذڪر الاهي ۽ قرآني فڪر ۾ پڻ ڪافي چلا ڪاٽيل اٿس. موت جي اوڏو ۽ سندس ويجهڙائيءَ ۾ رهندي، ٿي سگهي ٿو، ته ڪيس ان "راه رباني" جي پار پتي ۽ واءُ سواءُ جي ڪجهه چاڻ هجي جنهن دڳ ۾، اسان ماٹهن لاءِ فقط وچڻ وارن جا پيرا ڏنا وڃن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن گفتگوءَ دوران ڪجهه اسرار جون ڳالهيون بي اختيار سندس مُک مان نڪري ونديون آهن

جن لاءِ بعد ۾ سخت پڇتائيندو آهي. نه وري اهڙي راز جي پروڙ لاءِ مون کي ڪا پچار هوندي آهي. مون کي ته اها به خبر نه آهي ته آءٌ ڇمڻ ڪان اڳ ڇا هيس. حالانڪ اهو مرحلو لنگهي چڪو آهيان ته پوءِ باقي مرڻ بعد منزلن جا ڪهڙا وينو ڏس پنڌ پڇان؟ اڳي پوءِ اهو پتڻ پار ڪرڻو آهي پوءِ ماشا مولا، ڏنو ويندو، سسئي ۽ سور پيا پٽيندا پاڻ ۾. البت عقل ۽ شعور ڪي اها اڻ تڻ ۽ هر ڪر ضرور رهي ٿي ته موت جي ڳجهارت جو من نه من ڪو پاهو ملي پوي ته خوف ۽ فڪر فردا ڪان ڪا رتي پر فراغت حاصل ٿئي.

هڪ دفعي ڳالهين ڪندي مون اسماعيل ڪان پڇيا ڪئي ته هُن ڪڏهن قبر جي سوڙهي ٿيڻ جا ڪي آثار ڏٺا هئا. اسماعيل ٻڌايو ته نه، البت قبر جي ڪشادي ٿيڻ جو مشاهدو ۽ معجزو پنهنجي اکين سان ڏٺو هوائين. مون کي ان عورت جي قبر ڏانهن وٺي ويو ۽ چيائين ته هي مائي نهايت ديندار، سخي ۽ نيڪ بخت خاتون هئي ۽ پنهنجي جٺري ئي وصيعت ڪئي هوائين ته کيس سندس مرحومه ماءُ ۽ نياٽيءَ جي قبرن درميان چڏيل جڳهه تي دفن ڪيو وڃي، وري اها به تقاضا ڪيائين ته ٻي صورت ۾ هوءَ اڳين جهان ۾ اسماعيل کي "وٺ" ڪرائيندي. خدا جي قدرت اهڙي جو اسماعيل ڪان اها ڳالهه وسري ويئي ۽ ان چڏيل جاءِ تي ٻيا ڪي ماڻهو اچي ٻيو ڪو جنازه پوري هليا ويا. جڏهن اها مائي فوت ٿي ۽ اسماعيل ماڻهو وٺي قبر کوٽڻ لاءِ جاءِ واردات تي پهتو ته کيس مائيءَ جي وصيعت ياد آئي. حالانڪ اها جڳهه ڪافي حد تائين پرجي چڪي هئي تڏهن به اسماعيل وصيعت جي احترام ڪندي کوٽائي شروع ڪري ڏني. گهڻا جتن ڪيائين پر ڪنهن به صورت ۾ قبر جيتري وٿيءَ جو حاصل ٿيڻ ناممڪن ٿي ڏٺو. رات جو وڳڙو هيو ۽ لالٽين جي روشنائي تي گورڪن کوٽائي ٿي ڪئي ۽ اسماعيل بارگاه الاهي ۾ زاريون ڪندو رهيو. ائين ڪندي هوا جو جهلڪو اچڻ ڪري لالٽين وسامي ويئي. جڏهن ٻيهر ٻتي ٻاري ويئي ته الله پاڪ جي قدرت جو عجب رنگ اکين آڏو عيان هيو. ان سوڙهي ۽ تنگ وٿيءَ وڌندي ۽ ويڪرو ٿيندي وڃي هڪ وڏيءَ قبر جيتري جڳهه والاري هئي.

# رئيس ڪريم بخش نظاماڻي

جڳ جي مالڪ کي سچ ۽ سادگي وڻندڙ آهي. اها چاڻ اٿئون. شيطان واري تجربي کان پوءِ خاص طور، وري ڪڏهن عزازيل جهڙي عقل ۽ علم واري کي پنهنجي اوڏو اصل نه چڏيائين. شايد اهڙي ئي سبب پنهنجي پيغمبرن جي چونڊ به عقل جي اڪابرن بجاءِ اڻ پڙهيل، اُمي ۽ ابوجهن کان ڪيائين. جتي به ڪنهن مسڪين معصوم ڏنار، ريڍار يا ڳنوار جو ڏس پتو پيو ٿي ته ڳولهي ڦولهي کين نبي مقرر ٿي ڪيائين. جي تاجي پيٽي پٽ سچار هئا تن کي به سالن جا سال آزمائڻ کان پوءِ نبوت جي واڳ ٿي ملي. باقي جي فڪر ۽ فلسفي وارا هئا، جئن زردشت هيو، گوتم ٻڌ هيو، ارسطو سقراط يا افلاطون هيو تن کي پاڻ کان ڪوهين ڏور رکيائين. هونئن به جي عقل ۽ مت وارن کي الاهي پيغام ور چڙهي ها ته منجهس پنهنجي ملاوٽ ڪرڻ کان مڙن ٽوروئي ها. آخر الله کي به ته پنهنجي مخلوق جي عاقبت جو اونو هيو!

پر عجب هن ڳالهه جو آهي ته جي الله جي پيارن لاءِ سادگي شرط هئي ته پوءِ سنڌين کان وڌيڪ سادا ماڻهو ته دنيا ۾ ڪٿي به نه هئا. سچار به ته سادا ماڻهو ئي ٿيندا آهن. چو ته ڪوڙ هڻڻ لاءِ ته "هنر" گهرجي جو کين اچي ئي ڪونه. پوءِ سنڌين کي اهو اعزاز ڇا لاءِ نه ڏنو ويو. شايد هن ڪري جو هڪ ته سنڌي چٽ سادا هئا جو انهن جي پيٽ ۾ ڊور به عالم ۽ علامه هئا. ٻيو هن سبب ته سنڌ سڄي پوروڙن سان پريل هئي. ان ڪري چونڊ به اوکي هئي. ان کان سواءِ سنڌ ۾ فرعون ۽ ابوجهل به ملڻ مشڪل هئا جن جو پيغمبرن کي هئڻ لازمي هيو. نه ته پيغمبرن کي پٿر ڪير هڻي ها؟ سنڌي ته ٿيا سڀاجهڙا، سڀ اکيون پوري ايمان آڻڻ وارا. وري جي ڪو اهڙو نبي ٿيڻ جهڙو مائيءَ جو لال سنڌ ۾ پيدا پيو ها ۽ وٽس ڪو فرشتو وحي سهڙي ها ته سندس ماشائي خطا ٿي وڃن ها ۽ سڄي عمر سئين نه ٿئي ها. اسان کي پوليس واري ڏني ڏيهڙو ٿو ٿئي ته ملائڪ آئي ته جيڪر مجذوب ٿي وڃون. پر جي ڪنهن سنڌيءَ کي سڌيءَ طور بشارت ملي ها ته

هو مورڳو اعتبار ئي نہ ڪري ها. چوي ها تہ "ڇڏ يار اسان غريبن سان چرچا. ڪٿي مُنهن مريم جو ڪٿي الهيار." ان ڪري اهڙي آزمائش بہ اجائي هئي.

اهوئي فرق بنيادي هيو سنڌين ۽ ٻين قومن ۾. پنجاٻين ڪي الله سائينءَ ڪڏهن پلجي بہ رسول ٽيڻ جي آڇ نہ ڪئي. تڏهن بہ هنن سدورن پنهنجا سوديشي پيغمبر ڪڙا ڪيا. ڇڻ تہ اليڪشن لاءِ اميدوار ٿي بيهاريائون! قاديانين تہ هڪ عدد ڪي هادي بہ بڻايو. پر پنجابي هندن تہ گرونانڪ کان گرو تيغ بهادر تائين ڏهاڪو کن اوتار لڳاتار ٺاهيا. سنڌي تہ اهڙا مت جا موڙها، جو رڳو قلندر بہ پاڻ مون ٺاهي نہ سگهيا. اهي بہ ٻاهران آيا. توڙي جو قلندر ٺيٺ ڪا فارسي تہ نہ هئي. فقط ڇير ٻڌي نچٽو هيو. اسان جو ڇڙو اجرڪ پائي وڏيون مڇون رکي سيٽيون وڄائڻ تي زور. اسان ڪڏهن غزا نہ ڪئي ۽ نہ تواريخ ساز ٿياسون. پيغمبرن کي تہ پٿر ڪڏهن بہ نہ هنياسين. پر نہ ڪڏهن ڪنهن قطب کي ڪاٺ وڌوسين ۽ نہ ڪنهن وليءَ کي ڪوٽ ڏيجيءَ تي چاڙهيوسون. اسان وٽ جو هڪ اڌ شهيد ٿيو. اها مرسي بہ ٻاهرين ڪئي. سنڌي ٻارهوئي آئي وئي جي ٿهل ٽڪور ٺاندي ٽوپي ۽ مزمانيءَ ۾ مشغول. اسان پير فقير تہ ٺهيو پر چورن کي بہ پناه ڏيندا رهياسون. دنيا جي ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ ڪو ڏاڪو مهيني اڌ کان وڌيڪ عرصو جٽاءُ ڪري نہ سگهندو آهي. اسان وٽ صدين ۽ پيڙهين تائين سندن سلسلا هلندا ٿا اچن.

چون ٿا تہ اسلام کان اڳ سنڌ جي رهاڪن کي ساڌ يا ساڌو سڏيو ويندو هيو. شايد سادگي اکر بہ ساڌ لفظ کانُ نڪتل صفت هجي. ڇو تہ سنڌين جي پورائي ۽ حضور شرمي اڄ ڪلهہ جي الائمينٽ نہ آهي پر صدين جي ميراث آهي. اسان جا ابا ڏاڏا جي اسان پاڻ اکين ڏٺا نهايت اٻوجهہ ماٺهو هئا. ظاهر آهي تہ سندن وڏڙا بہ اهڙائي سچار ۽ سادڙا هوندا. سادو ٿي رهڻ اسان جِي اباڻي ريت ۽ روايت آهي تڏهن تہ جي ڏاريا ماٺهو پنهنجي گهران رُسي نڪرندا هئا تہ بہ اسان وٽ اچي اسان تي حڪومت ڪندا ٿي رهيا. اها اسان جي تاريخ آهي. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ هاڻوڪي دور وارا البت ان روايت خلاف آهن. اڄ ڪلهہ اسان جا ڏسٽا وائسٽا مهاندا ميان مٺو سَڏائڻ خاطر پنهنجي عيبن جو لڪ لڪاءُ ڪرڻ ۾ مشغول ڏٺا ٿا وڃن. الاجي ڇو. خبر نہ آهي تہ ڪنهن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ ٿا گهرن؟ شايد ان غلط فهمي ۾ مبتلا آهن تہ سندن پرڪارن جي

ڪنهن کي پروڙ آهي ئي ڪانه. جو هڪ غلط تاثر آهي، سنڌين کي پنهنجن توڙي پراون جا افعال برابر سجهن ٿا ته هو کهڙا چڱا مڙس آهن. پر انڌي کي انڌو ۽ ڪوڙهئي کي ڪوڙهيو چوڻ سنڌين جو وڙ نه آهي. هو چاٿن ٿا ته انسان خطا جو گهر آهي. پوءِ ڪو ڪچو ڪونو ته ڪو ڏهه منزلو مڪان. صحيح سنڌيءَ جي ته سچاڻ ئي اها آهي ته "جوئي آهي سوئي" سڏائي ۽ اهوئي ٿي رهي جو ئي هوآهي.

سنڌين جي سادگي ۽ سچائي واري روايت جو انوکو مثال هيو رئيس ڪريم بخش نظاماڻي. نه فقط پاڻکي هڪ مثالي شخصيت طور پبلڪ آڏو پيش ڪرڻ کان پرهيز ڪيائين. پر اُتلندو پنهنجي ذاتي اوڻاين تان پردو کڻي کين سهيڙي سميٽي "ڪيئي ڪتاب" لکي پنهنجي خرچ تي ڇپائي پڌرو ڪيائين. وڏ وڏيرا ۽ ڪبيرا ڏوهه گناهه ته ٺهيو پر جي عيب ثواب چار ديواريءَ جي انڌيري ۾ ڪيا هوائين، اهي به سڀ سڳي سوڌو ٻانگ ڏيئي چوندو ويو. جڻ منڪير نڪير واري آڏو پڇا ۾ سؤ چوهٽ واري زباني ٿي ڏنائين! ان وچور سان "مان" جي مومل واري ماڙي ڍاهيندي مون جهڙس ٻيو ڪونه ڏٺو. جڏهن وڃڻ جي ويل آئي ته سيني سان موڪلائي توڪلائي هوڪو ڏيندو هليو ويو. "يارو، چيو آکيو معاف ڪجو. اڄ سن ٻياسيءَ جي آهي آخري رات. ٻيلي اسان جي موڪلاڻي اٿوَ." سنڌ جي ويرانيءَ کي جس هجي جو ڪوڙ ۽ ملاوٽ واري دور ۾ به پئي گامون سچار پيدا ڪري!

رئيس ڪريم بخش نظاماڻي لاڙ جي شهر ماتلي جو زميندار هيو. وڏو رنگين مزاج ماڻهو هيو. ڳائڻ وڄائڻ جو شونقين، ڪچهرين جو ڪوڏيو ۽ مجلسي مڙس هيو. پنهنجي سر ڪٿي ڇڄي ته هڪ قسم جو ميلو ملاکڙو به هيو. ننڍپڻ کان ئي فلم ۽ ڊرامه جو شوق سر تي سوار ٿيس. ١٩٢٨ع ڌاري بمبئي وڃي فلمي دنيا ۾ داخل ٿيو. جوانيءَ جا ويهارو سال ان جنون ۾ گهاريائين. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ١٩٤٨ع ۾ فلمي لائين ڇڏي ماتليءَ ۾ ڳوٺ اچي پنهنجو وڏيرڪو ورثو سنڀاليائين. اداڪاريءَ کي الوداع ڪندي به ذهني طور ايڪٽر ٿي رهيو. پنهنجي بقايا پوري زندگيءَ کي ڊرامائي انداز ڏنائين. جنهن ڊرامي جو هيرو توڙي ولين پاڻ ٿي رهيو. باقي سنڌس چوگرد ايڪسٽرا ڪردار هوا، ڊائلاگ هئا يا سينري هئي. پوءِ ڪڏهن ناٽڪي محفلون هيون ته ڪڏهن جام ۽ طعام جون رنگ برنگي پارٽيون هيون. يا وري رقص سرود جا مجرا هئا!

"ڪيئي ڪتاب" جو عمر جي آخري حصي ۾ لکيائين، سو سندس زندگيءَ جي پروگرام وارو ٽائيم ٽيبل هيو. هن ڪتاب ۾ اهي سيئي منزلون وچور سان بيان ڪيون اٿس جي عمر جي هر موڙ تي طئي ڪيائين. پنهنجي حياتيءَ جي اسٽائيل تي فتوا ڏيندي چاٽائي ٿو ته "دولت جي فراواني، حسن پرستي، شرابن طهورا ۽ ثقافتي رنگ جي مجلسن ۾ محفلن مجذوب بڻائي پاڻ ۾ مدغم ڪري ڇڏيو." پر عجب اهو جو مئه ۽ موسيقي، عشق ۽ محبت، محفلن ۽ صحبتن تي سندس رام ڪهاڻي پڄائي ٽيڻ بجاءِ اڃا اڳيرو رڙهي سندس ان انساني صلاحيتن کي چمڪائي روشن ڪري ٿي جي منجهس سمايل هيون. هي برابر آهي ته منجهس خود ثنائي ۽ سماجي لاغرضيءَ جهڙيون ڪمزوريون موجود هيون. جي پاڻ تسليم ڪيون اٿس. پر ساڳئي وقت منجهس غضب جي صاف گوئي ۽ حق گوئي به هئي، جا اخلاقي جرئت اسان ۾ اٿليپ آهي. جوانيءَ جا جشن ۽ شباب جا شغل اها عيش عشرت هر وڏيرو ۽ هر وڏو ماڻهو ٿو ڪري. اسين مسڪين به جيڪر وس ڪان چار پهر نه گهٽايون پر ڏن دولت نه هئڻ ڪري بيوس آهيون. پر پنهنجا پرڪار پڌرا ڪرڻ ۽ اهو به لکت ۾ ۽ وري ڪتاب ڇاپڻ! سو به ڦٽڪن واري زماني ۾! هي وڏي همٿ ۽ جرئت جو ڪم آهي.

پاڻ کي سرخرو ڪرڻ واري طبعي لاڙي لاءِ رئيس تي الزام ڏرڻ بي انصافي ٿيندي ڇاڪاڻ ته اٿاه لاهين چاڙهين ڪان سندس زندگيءَ جو گذر ٿيو هيو. ان مسافريءَ جي روشنيءَ ۾ سندس خود نمائي ۽ خودثنائي هڪ لازمي ڳالهه هئي. هڪ ته هو اداڪار هيو ۽ ائڪٽر جي ڪا پرائيويٽ يا خانگي زندگي ٿيندي ئي ڪانه آهي. شو بازي سندس اداڪاريءَ جو فن آهي. ان ڪان سواءِ رئيس وڏيرڪو ۽ سڪيلڏو ٻار ٿي پليو نپنو هيو. اڃان سمجهه جهڙو مس ٿيو ته ماءُ پيءُ وچ ۾ جهڳڙو شروع ٿيو جنهن آخر وڃي علحدگيءَ جي شڪل اختيار ڪئي. رئيس به ماءُ سان گڏ پيءُ جي ڇانوَ ڪان ٻاهر اچي ماماڻي ماحول ۾ آيو. سندس مامو خانه بدوش ۽ مرلي وڄائيندڙ جوڳي هيو. جنهن وٽ رهندي رئيس نه فقط ڇڙواڳ ۽ ڇيڪ ٿي رلندو رهيو پر جوئا ۽ هٽڙي هڻڻ جا هنر به پرايائين. پئسو نه هئڻ ڪري ڪجهه عرصي تائين محنت مزدوري ڪندو رهيو. جنهن مدت ۾ خاصا ڏک ڏاڪڙا به ڏٺائين. ڪيس نه سمجهو ساٿي ملي سگهيا ۽ نه استاد، تعليم به اڌو ڳابري حاصل ڪيائين ۽ اها به ڇٽئن

درجن تائين. نتيجي ۾ سندس طبع جو ارڏو ۽ لاپرواه ٿيڻ ڪا حيرت جي ڳالهه ته نه هئي. جڏهن پيءُ سان پرچاءُ ڪري دولت جو ڏٽي ٿيو ۽ زر بسيار ٿي ته پوءِ عشق ٺهه پهه ٿي ويو.

زندگي موج مستي ۽ مزي ۾ گهاريائين جا سندس خيال ۾ صحيح زندگي هئي. فڪر ۽ ڳڻتيءَ لاءِ نه هيس وقت نه واندڪائي ۽ نه سبب. ماضي توڙي مستقبل جي وهم گمان ۾ ته اهو پوي جنهن جي "حال" ۾ چاڙهو نه هجي، رئيس وٽ "حال" هيو ۽ اهو به وڏو خوشحال. اهڙو جو هر ڏينهن ۽ هر گهڙيءَ ڪي سالگره جي جشن جيان ملهائيندو رهيو. ننڍ لاءِ به چوندو هيو ته وقت ڪي اجايو زيان ڪرڻو آهي پر مجبوري آهي جو اکيون ٻوٽجي ٿيون وڃن. حيدرآباد وڃڻو هوندس ته موٽر ۾ باءِ روڊ وڃڻ بدران ٻيڙي سنبرائي ڦليلي جي وهڪري سان حيدرآباد اچي لنگر هڻندو. جي موٽر ۾ ٻوٽ ٻڌي ته وڃڻو پوي ۽ ٻيڙيءَ ۾ ساز سرود ۽ سنگت ساڻ ٿي هجي ۽ راسوڙا ڳائيندي سفر ٿو گذري. ڦليليءَ سان هونئن به دلي لڳاءُ هيس. پنهنجو گهر (ماءِ نيسٽ) يعني آڪيرو به ڦليليءَ جي هنج ۾ اڏيو هوائين، جتي سندس اوطاق هئي. جڏهن سندس واهيري جي ويل آئي ته پساهه به ان آڪيري ۾ ڏنائين جتي هاڻ پاڻ به آرامي آهي.

راڳ رنگ سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هيو. خاص طور لوڪ راڳ، توڙي جو ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي به ڄاڻ هئس. پاڻ به ڳائيندو هيو. ٻي سرو نه هيو پر آلاپ ٻاڙو هيس. جي ڳائڻ تي پيٽ گذران هجيس ها ته بک مري ها. سازن جي سرتار ۽ ناچ جو ڄاڻو ۽ ماهر هيو. جڏهن بدن ياري ٿي ويس ته پوءِ "دِفلي" ڪڻي فقط جهمر وارا هٿ ڪڻندو هيو. دِفلي سدائين ساڻ هوندي هيس. محفل ڪنهن جي به هجي راڳ ڪوئي به ڳائي، پر رئيس ڪي ريچڪ پيو ته ڪڏي ڪاهي پوندو ميدان ۾. پوءِ ڪنهن ڪي وڻي نه وڻي، پاڻ نچندو ۽ ڳائيندو رهندو. سندس اهڙي هوڙيائيءَ تي اڪثر دوست خفي به ٿيندا هئا. پنهنجي ڪتاب ۾ اهڙو اشارو ڪندي ڄاڻائي ٿو ته "منهنجي اها پراڻي عادت آهي ته هميشه ٻين جي رنگ ۾ ڀنگ ٻڌجي ٽپي پوندو هيس . . . . آءٌ ٻي خوديءَ ۾ اچي نچندو ڳائيندو وڄائيندو رهندو آهيان. پوءِ ڪي محبت خاطر تعريف

ڪندا آهن. مگر آءٌ ان لاءِ قصوروار نہ آهيان. ڇاڪاڻ تہ ضدي جذباتي ۽ خود سرا هئڻ ڪري ڪنهن جي بہ راءِ يا اختلاف راءِ جو ڪڏهن خيال نہ ڪندو آهيان. پوءِ اهي سچڻ ساٿي چو نہ هجن. هاڻي طبع ايتري پختہ ٿي چڪي آهي جنهن کي نہ ٽوڙي ٿو سگهجي ۽ نہ موڙي. وري الله جا احسان آهن جو لاڏ ڪڏڻ وارا بہ موجود آهن."

سونهن ڪنهن کي نہ وڻندي هوندي. پر رئيس لاءِ هر حسن پوڄا پاٺ ۽ پرستش لائق هيو. سهڻين صورتن تي اڪيون سيڪڻ يا سوپيا جي ساراهہ ۾ سرڪيون پرڻ سندس مجازي عشق هيو. سندس راءِ مطابق جسماني هوَس بہ ايتري جائز ۽ لازمي هئي جيتري دولت جي چوس، سياست جو لڳاءُ يا ثقافت جي الفت. سڀ کان سلوڻي گفتگو هوندي هيس عشق محبت جي شعر شاعريءَ واري. نامور شاعرن جي صحبت ۽ سنگت ۾ گهڻو ڪجهہ پرايو هئائين. هڪ وار شعر ۾ شروع ٿيو تہ پوءِ پڪر وال جي وڏڦڙي مينهن جيان جيسين گوڏي ڀوڙ نہ ڪري تہ بس نہ ڪندو. پر سندس ڪمال هيو پنهنجي پچار ۾ جڏهن پري پرستانن جو ذڪر خير ڇيڙيندو هو. پنهنجي ذاتي اعمال کي يادگيريءَ جي گمناميءَ کان گهلي ٻاهر اسٽيج تي آڻي ڪڙو ڪندو هيو. جيئن ڪو ڊاڪو پنهنجي چوري يا ڌاڙي واري مال مڏي ٻنان ٻونگي ونڻ جي مالڪن کي موٽائي ڏئي ۽ توبهہ تائب بہ نہ ٿئي.

پنهنجي جنم پتريءَ گڏ رئيس، پنهنجي ايامڪاريءَ ۾جي مشاهدا ڏنا، جن شخصيتن سان لهہ وچڙ ۾ آيو يا جن شهرن کان گذر ٿيس تن جو بہ پيرائتو ۽ سربستو احوال رڪارڊ ڪيو اٿائين. جا هڪ وڏي تاريخي خدمت آهي. سندس ياداشت بہ نهايت پختي هئي. ويهہ سال اڳ ماتليءَ ۾ جا موالين جي مجلس ڪوٺائي هئاسين. ان ميلي تي جي پيگ پاٽيءَ جو ٻاٽليون، پنگ جا ڪونڊا، جمنيون، چرس جون سلفيون يا نسوار جون دٻليون استعمال ٿيون هيون تن جا انگ اکر بہ ڇاٽايا اٿائين. شخصيتن جا خاڪا چٽيندي سندن طبع جا اتار چڙهاءُ، سياسي اٽڪلون ۽ مصلحتون بہ ايمانداريءَ سان بيان ڪيون اٿائين. پنهنجي لاڪ لاهيندي يا يارن جي ساک ڪندي، ڪن شاهي ٽڙن جا چوڏا لاهڻ ۾ بہ ڪا ڪس ڪسر نہ

ڪئي اٿائين. جيئرن تي جرح تہ مباح هئي، البت مرحومن تي ميار مناسب نہ هئي. پر هاڻ تہ پاڻ بہ وڃي وڻن پهتو آهي. تي سگهي ٿو تہ ڪنهن تي ڇوهہ ڇنڊڻ سندس نيت ئي نہ هجي. پر مدهوشيءَ ۾ پورس جي هاٿيءَ جيان پنهنجن کي لتاڙي ويو هجي. ڇاڪاڻ تہ رئيس ذاتي طور تي هڪ محبتي ماڻهو هيو. منجهس ڪيئي اوڻايون پوڻايون هيون. پر ڪنهن جي ڇاٽي ٻجهي دل ڏکوئڻ تہ ڇڏ پر ڪڪ کي بہ رنجائڻ جي عادت منجهس مور نہ هئي.

ڪجهہ عرصو اڳ سائين حسام الدين شاھ جي فوتيءَ جو ٻڌي، ناچاق هوندي بہ پاڻ ڪٺائي اچي تڏي تي ڪراچيءَ پهتو. سائينءَ سان سندس ڪيتري سڪ محبت هئي اهو اظهار سندس اکين زار زار ۽ بار بار ٿي ڪيو. پيلي روئڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. خاص طور وڏي عمر ۾. جڏهن ڳوڙهن جي ڪوتائي ٻڙي تي بچي. ننڍي ۽ وڏي راشدي صاحبن سان افسوس ۽ عذر خواهي ڪيائين. پوءِ مون کي پاسيرو وٺي ڏسي سرڪندي اچي ويجهڙو ويٺو. سس پس ڪندي ڇيائين تہ ادا هي ڪهڙو قهر ٿيو. پير سائين کي جي مڪليءَ ۾ دفن بہ ٿيڻو هيو تہ هڪ مولويءَ جي پيرانديءَ کان ڇو؟ پير سائين جي ملن مولوين سان تہ پوت ڪانہ هئي. گهٽ ۾ گهٽ ڪجهہ ڳالهيون تہ اهڙيون ڪندو هيو. مون کيس ٻڌايو تہ شيخ السنڌ جي بہ قبر اتي ئي هئي ان لاءِ وصيت ڪئي هئائين. ڇي، عقيدي مطابق ماڻهن جا رخ رواج بہ عجيب هوندا آهن. ڪن کي پنهنجي ايمان ۾ شڪ هوندو آهي. ڪن کي سفارش يا بخشش جي لوڙ هوندي آهي. پر سوال هي آهي تہ جن سان جيئري پٽ برادري نہ هجي تہ مئي پڇاڙان انهن جي پيرانديءَ تائين پهچڻ عجيب ٿي لڳو."

فوت ٿيڻ کان اٽڪل مهينو ڏيڍ اڳ ساڻس ڪراچيءَ ۾ ملاقات ٿي. پاڻ پير پري آفيس ۾ اچي مليو. آءٌ هميشہ ساڻس نوڙي ملندو هيس. منهنجي پيءُ جو نالي ڀائي هيو. ڪجهہ اسان ٻنهي جا افعال بہ هڪ جهڙا رهيا هئا. مون هٿ ٻڌي رات جي مانيءَ لاءِ عرض ڪيو. ڪلي ويٺو. ڇيائين تہ رات جي ماني ڄام انور عليءَ وٽ آهي ۽ آءٌ سندس ڀاران اوهان کي بہ دعوت ڏيڻ آيو آهيان. سومهڻي ڏاري رئيس سان ڪچهري ٿي. ست اٺ ڄڻا ٻيا بہ چاتل سڃاتل ۽ ادبي مذاق وارا دوست شامل هئا. اڌ رات تائين پاڻ ۾ محبت ونڊيسون. رئيس اسان سڀني کان عمر ۾ سرس هيو. پر الله ڇاٽي تہ مڙني ۾ جوان سال ڳيرو ٿي ڏٺو. نغاري جيان وڄندو

رهيو. پوءِ ڪڏهن ڊرامن جا پارٽ هئا تہ ڪڏهن شعر ۽ شاعري هئي.
ويٺي سوچيم تہ جي ٧٥ سالن ۾ رئيس جو اهو رونشو هيو تہ چاليهہ سال اڳ ڇا هوندو. سندس زندگي هئي يا طوفان؟ اڌ رات پڇاڙان رخصتي ٿي. پر رئيس جي مرضي مور نہ هئي. ڇي رات اڃان بالغ مس ٿي آهي. اسان کي اها ڪل تہ ڪانہ هئي تہ رئيس ۽ جام صاحب سان اسان سيني جي اها آخرين مجلس ۽ موڪلاڻي هئي. انسان ڪهڙو نہ بي خبر بندو آهي.

رئيس مرحوم انيڪ خوبين جو صاحب هيو. هميشه پنهنجي حال ۾ مست الست رهيو. جو ڪجهہ بہ ڪيائين تہ ڇاتي ٺوڪي ۽ پڙهو ڏيئي پوءِ. پهريون سنڌي هيو جنهن فلم لائين اختيار ڪئي. جا فلم تيار ڪيائين تہ اها بہ "ايڪتا" انساني اتحاد ۽ ميل ميلاپ خاطر. فلمي زندگيءَ ۾ ناماچارڪيڊي وري اچي سنڌ جا وڻ وسايائين. پنهنجي ڦليلي واري آکيري ۾ ويٺي راڳ ويراڳ جي رهاڻ ۾ روح ريجهائيندو رهيو. ثقافتي فنڪارن کان وٺندي علم ادب جي صاحبن تائين صحبتون رهيس. سياست جي شغل ۾، ۽ خاڪسار تحريڪ ۾ بہ بهرو ورتائين. سنڌ جي مشهور معروف هستين سان دوستيءَ جو دم هيس. سن جي سيد وٽ سندس سالگره تي ڳائڻا وٺي وڃي ڇيڇ وجهندو هيو. هڪ دفعي اهڙي موقعي تي جڏهن رئيس ڳائڻن مٿان ڏهين رپين جا نوٽ ٿي گهوريا تہ سيد پري کان هڪل ڪري منع ڪئي تہ رئيس اسان وٽ اهو رواج نہ آهي. جواب ۾ چيائين تہ "قبلا اوهين پلي پنهنجي رواج تي قائم رهو. پر اسان پنهنجي ريت ۽ روايت تي رهنداسين." سدائين پنهنجي روايت تي اڏول بيٺو رهيو.

# ڊاڪٽر ڊرئگو

ويجهڙائي ۾ سکر براج جو پنجاهہ سالہ جشن ڏاڍي ڌام ڌوم سان ملهايو ويو جنهن ۾ ديس پرديس جي سيٽن ۽ سڄڻن دل و جان سان ڀرپور ڀرو ورتو. براج جي ١٩٣٢ع ۾ شروعاتي اڏاوت کان پوءِ، هلندڙ صديءَ ۾، شايد هي پهريون ڀيرو هيو جو ملڪي ماڻهن کي پنهنجي وسريل سنڌوءَ جي سرت ۽ سمڪ پيئي ۽ ساڃهہ آئي. لک لائق انجنيئر ڌهر صاحب جا، جنهن سونهري جشن ملهائڻ لاءِ سٽ سٽي، سڪ سان سانباهو ڪيو ۽ قرب جي ڪوٽ ڏيئي ميلو مچايو ۽ مهراڻ کي مهت ڏيئي سندس ڳڻ ڳائي اسان سيني جو منهن مٺي ڪيو. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جو اسين ساڳي ريت، پنهنجي انهن سيني حال ڀائي حمائتين جو قدر ڪيون ۽ سندن ٿورا مڃيون، جن ماڻهن، سنڌوءَ جيان هزارها ميل جهاڳي ٻاهران اچي، نہ فقط اسان سان ڀال ڀلايا ۽ وڙ ڪيا، پر جي اڃان سوڌو اسان جي ڏک سک ۾ برابر جا ساٿي آهن. خاص طور اهڙا آديسي جن اسان وٽ ۽ اسان جي اڱڻ اچي اسان جي زخمن ۽ ڦٽن جي ملم پٽي ڪئي ۽ اسان جي دکي دل جي دوا دارونءَ گڏ آيل ۽ آٿت ڏيئي اسان جي مسيحائي ڪئي.

اهڙن انسان دوست، خدا جي بندن ۾ هڪ آهي ڊاڪٽر ڊرئگو، جو ڪافي زماني کان سنڌ جي عام ٿري ماڻهن جي سماجي ڀلائي ۽ صحت سنوار ۾ رڌل آهي. ايندڙ سال جڏهن ڊاڪٽر ڊرئگو پنهنجي پنجهتر سال عمر ۾ پير پائيندو تہ لاڙ ۾، سندس لڳاتار انسان خدمت جا پنجاهہ سال پورا ٿيندا. مرڻ کان پوءِ تہ اسين پنهنجي هر مهربان مٿان سندس خدمتن بدلي جو تاج محل اڏيندا آهيون اهو تہ ظاهر آهي. پوءِ ڇو نہ، اهڙي موقعي تي، اسين پنهنجي هن محسن مسيح جي جيئري، سندس "سونهري جشن" ملهائڻ جو فخر حاصل ڪريون ۽ اهڙي مانائتي ريت پنهنجي دلي شڪر گذاريءَ جي هڪ روايت قائم ڪريون؟

ڊاڪٽر ڊرئگو، گوئا (ڀارت) جي خوبصورت شهر "انجيرا" جو

رهاڪو ۽ ڪيٿولڪ ڪرستان آهي. ڊاڪٽري پيشو اختيار ڪرڻ کان پوءِ "دين ڏرم" جي تنگ تپن ۽ تعلقن کان ٻاهر رڙهي اچي عالمي انسانيت جي اٿاه حلقي ۾ داخل ٿيو. اڄ کان اٽونجاهه سال اڳ، ١٩٣٣ع ۾ ڊاڪٽري پاس ڪري، ميرپورخاص ۾ پنهنجي مامي، "سرجن راڊرڪس" وٽ روزگار سانگي سان اچي سهڙيو. سندس مامو، ١٩٣٦ع ۾، سنڌ جي بمبئي کان الڳ صوبي ٿيڻ ڪري، پنيان قرض چڪي، واپس لڏي پلاڻي وطن روانو ٿي ويو. ڊاڪٽر ڊرئگو، جنهن ان وچ ۾ اسپتال ۾ نوڪري شروع ڪئي هئي. سو هڪ الله ڪري ۽ هن ساٿيهه کي وطن بڻائي ميرپورخاص ۾ ويهي رهيو. ڪيس هڪ سني ۽ هڏ ڏوڪي ڊاڪٽر هئڻ ڪري، ڪيترن هنڌان سٺين نوڪرين جي آڇ ٿي، پر ڊاڪٽر کي پئسي جي لالچ ڪڏهن به نه گهيتاري سگهي ۽ نه ڏتاري. هو چند سڪن جي چمڪي تي انهن ماروئڙن کان الڳ ٿيڻ لاءِ هرگز تيار نه ٿيو، جن ڪيس پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏنيون هيون. شهري ماڻهن جي شناسائي ته هوندي به ڪنهن مطلب ۽ مقصد خاطر هوندي آهي، پر ٿر ۽ برجا واهڻائي، ڪولهي، ڀيل ۽ واگهري، جي سچي دل سان سندس شيدائي هئا، تن کي ڊاڪٽر ڪئن ٿي ڇڏي سگهيو؟

سندس اڻٿڪ ۽ لڳاتار ڪوشش جي نتيجي ۾ هن وقت ميرپورخاص ۾ درجن جي لڳ ڀڳ اسپتالون قائم ٿيل آهن. انهن ادارن ۾ عام اسپتالن کان الڳ ٻيا ڪيترا صحت گهر شامل آهن جئن ته ٻارن لاءِ "پوليو" مرڪز، ڪوڙه لاءِ مرڪز، "موتاج" ٻارن لاءِ تربيتي مرڪز، مائن ۽ ٻارن جي پرگهور لاءِ سينٽر، ۽ سلهه گهر. سماجي ۽ ثقافتي مرڪز انهن کان جدا آهن، جئن ته يتيم خانه، پاڙيسرين لاءِ صحت گهر، "لوڪ ادب" ڪلب ۽ لئبرريون. چوندا شهرين کي "سماجي ڀلائي" لاءِ آماده ڪرڻ لاءِ "روٽري ڪلب" قائم ٿيل آهي، جتي تجارت ۽ ٻين ڌنڌن وارا ماڻهو پاڻ ۾ گڏجي انساني بهبودگيءَ بابت سوچ ويچار ۽ عمل ڪن ٿا. روٽري ڪلب جنهن جون ڪافي شاخون ڦهليل آهن، تنهنجو گورنر پاڻ آهي جو "عالمي سطح" تي مقرر ڪيو ويندو آهي. هن ڪلب سهاري، گلن ۽ ڦلن جي نمائش ۽ انساني سهائتا لاءِ چنده گڏ ڪرڻ ۽ غريب مسڪينن کي مدد ڪرڻ وارا ادارا قائم ڪرڻ سرفهرست آهن. جڏهن ڊاڪٽر ڊرئگو جي خدمتن جو پڙاڏو ٿرپارڪر ۽ سنڌ صوبي جي سرحدن کان پريرو ٻڌڻ ۾ آيو ته پاپائي روم ڪيس اٽليءَ ۾ گهرائي "سر" جو خطاب ڏنو. "سر"

جو ھي خطاب انھن نڙڪو لقبن کان گھڻو مختلف ۽ متيرو آھي جي اسان جي وڏيرن کي سندن چاپلوسي خوشامند ۽ پنھنجي ملڪ سان دغا دولاب بدلي ۾ عطا ڪيا ويندا ھئا. ڪجھ سال اڳ ڊاڪٽر ڊرئگو کي آمريڪا گھرائي، اتي جي سماجي جماعتن پاران سندس آذرياءَ ۽ آجيان ڪئي ويئي ۽ سندس انسان دوستيءَ کي ھڪ مثالي خدمت سڏيو ويو.

انساني دک درد ھلڪو ڪرڻ لاءِ دائمي ڪوتا قائم ڪرڻ کان سواءِ ڊاڪٽر ڊرئگو جي وڏي ۾ وڏي خدمت آھي "پاڻ جھڙا ھڏ ڏوکي ورڪر تيار ڪرڻ". ادارا ۽ جماعتون تہ پلڪ پھر ۾ اُبري سگھن ٿيون. پر جيستائين انسانيت جو درد ۽ درد جي دور ڪرڻ واري صلاحيت رکندڙ ماڻھو موجود نہ آھن تہ پوءِ سموري ڪوشش ۽ سيڙپ بيسود ثابت ٿئي ٿي. ھڪڙا اھڙا بہ انسان ھوندا آھن جي برپٽن ۾ باغ باغيچا ۽ محل ماڙيون اڏي جڏھن پاڻ لڏي ويندا آھن تہ وري سندن تڏي اھائي سج ۽ ويراني وکوڙي ويندي آھي جھڙي اڳ ھئي. سنڌ ۾ اھڙا ڪيئي "دودو ڏوڙ ۽ چنيسر چائي" ٿي گذريا آھن. جن آئي رتو چاڻ ٿي ۽ وئي خاڪ اڏائي. اھي ماڻھو ٿر واري برسات جي وسڪارن جيان آھن جي وسن تہ ٿر نہ تہ بر ئي بر. اسان وٽ سنڌ ۾ ڪيئي حاذق حڪيم ھئا. جن وٽ نادر نسخہ ھئا، ڪيترا استاد ڪاريگر ھئا جن جي فن جي ملڪان ملڪ ھاڪ ھئي. پر اھي سڀ سامان ساڻ ڪڇ ۾ ڪٽي وڃي قبر ۾ آرامي ٿيا پر فيض ڪنھن کي بہ نہ ڏنائون. جنھن وٽ نانگ جي ڏنگ جو لاثاني علاج ھيو ۽ فقط دوا پھچڻ جي دير ھئي تہ ان سائينءَ جي سنوارئي پنھنجي پٽ کي بہ ان حڪمت عمليءَ کان نراس ڪري مري ويو. ڊاڪٽر ڊرئگو اسان جي اھڙين روايتن جي ابتڙ، ڪيئي ماڻھو پنھنجي ھمراھيءَ ۾ آڻي ڪين تربيت ڏيئي اھڙي لائين تي لڳايو آھي جو نہ ڪين لالچ جي لھس لڳڻ جو ڪو انديشو آھي ۽ نہ سندن اخلاقي پنڙيءَ تان ٿڙڪڻ جو ڪو خطرو.

ھن ۾ ڪو شڪ نہ آھي تہ دنيا ۾ سڀ کان اتم پورھيو آھي کيتي. چاڪاڻ تہ ھاري راتيان ڏينھن نانگ لتاڙي پوک پچائي انسانيت جي تباخ پيٽ جي پالنا ۽ سندس اوگھڙ کي ڍڪائي ٿو. ھيءَ ٻي ڳالھ آھي اسان اھڙي پورھيت کي انگ اگھاڙي ۽ بکئي پيٽ رکي پنھنجي آبائي ڦرمار واري روايت کي زنده رکندا ٿا رھون. پر خدمت خلق جي سطح تي سڀ کان اول ۽ افضل پيشو آھي ڊاڪٽر جو. ھي برابر آھي تہ

ڊاڪٽر ڪنهن کي نہ زندگي بخشي ٿو سگهي ۽ نہ عمر وڌائي ٿو ڏئي. پر انسان جي درد کي دفعي ضرور ٿو ڪري سگهي. جنهن ڏس ۾ هڪ رواجي ڏند جي سور لاهڻ واري احسان جو عيوضو بہ ڪو انسان چڪائي نہ ٿو سگهي. جڏهن وري اهو ڊاڪٽر پنهنجي لوڀ لالچ ۽ شخصي آسائش کي ترڪ ڪري ايمانداريءَ سان "انساني خدمت" کي پنهنجو مول مقصد بڻائي ٿو تہ پوءِ سندس درجو وڃيو ولين ۽ قطبن جي قطار ۾ بيهي. هونئن تہ زندگيءَ ۽ موت جي پورٽ فوليي ۾ الله ڪنهن کي بہ شريڪ ۽ شامل نہ ٿو ڪري، سواءِ شفا جي. شفا پڻ الله جي ذات آهي ۽ جو بہ ان ذات کي ڏوڪڙن تي وڪرو ڪندو تہ پوءِ نہ اُهو ان ذات جي مالڪ ٿيڻ جي لائق آهي ۽ نہ ڪڏهن ٿي رهندو. پر اهي ڊاڪٽر جي وڏيون رقمون اڳاڙڻ ۾ پنهنجا هٿ ميرا نہ ٿا ڪن تہ سندن هٿ ۾ "هٿ شفا" سونپي وڃي ٿي ۽ ستين ڦڪين کي فرق ڪرڻ جو امر الاهي جاري ٿئي ٿو. اها رعايت هر ان ويڄ طبيب ۽ ڊاڪٽر لاءِ عام جام ڪليل آهي جو مريض جي نبض کي ڏسي ۽ چڪاسي ٿو ۽ نہ سندس کيسي کي.

ڊاڪٽر ڊرئگو جي اسپتالون، سماجي ۽ ثقافتي مرڪز قائم ڪيا، اهي نہ راتو رات جادوءَ جي زور تي نهيا ۽ نہ وري سندن تعمير ڪنهن الادين واري ڏيئي جي جنن طرفان ڪئي ويئي. ڪيتري ڏسٽن وائسٽن کي غلط فهمي بہ پيدا ٿي. خاص ڪري سرڪاري ڪامورن تہ سندس رٿن ۾ روڙا اٽڪائڻ جي ڪافي ڪوشش بہ ڪئي. هونئن بہ هر ضلع خواه ڊويزن جو حاڪم هر ان ڪارج جي مخالفت ڪندو آهي جنهن ۾ سندن بجاءِ ٻين جي نيڪ نامي ٿئي. اهڙا عملدار مينهن وساڙن ۽ موسمي تڏن جيان ايندا ۽ گمناميءَ ۾ غرق ٿيندا رهيا. ڊاڪٽر ڊرئگو ڪڏهن پلجي بہ ناموس ۽ ناماچار جي پٺ نہ ورتي ۽ نہ ڪڏهن پنهنجي پذيرائي لاءِ لاف هنئي. هن پنهنجو رت ست، جسم ۽ روح بيمارن جي صحت ۽ سنوار ۾ سيڙايو. ماڻهن کي اها ڄاڻ ئي نہ هئي تہ ڪيس ائين ڪندي ڪيتري نہ دلي راحت ۽ روحاني آسيس حاصل ٿي هئي. مريضن وٽ ڊاڪٽر کي ڏيڻ لاءِ فقط بہ چيزون هيون: هڪ پئسا ۽ ٻيو شڪرانو بجا آڻڻ. ڊاڪٽر ٻئي نمبر واري عيوضي کي اڪيون ٻوٽي قبول ٿي ڪيو. گذريل هفتي جڏهن شام ڏاري آءٌ سندس قدم چمڻ لاءِ ميرپور پهتس تہ حسب دستور هو پنهنجي رفيقن گڏ بيمار ۽ لاچار ماڻهن جي ڏک ونڊڻ ۽ دوا درمل ڪرڻ ۾ مشغول هيو ۽ رات جي ڏهين بجي تائين اسپتال ۾

رهيو. ٧٥ سال عمر جو ماڻهو، اُپي پير ڪلاڪن جا ڪلاڪ ۽ لڳاتار مريضن جي چڪاس ۽ علاج ۾ ٻيٺو رهي اها پڻ هڪ عبادت آهي ۽ نہ ڏنڊو. ڊاڪٽر ڊرئگو جي هڪ ٻئي رفيق ڊاڪٽر گفتگو ڪندي ٻڌايو تہ ڪجهہ ڏينهن اڳ اڌ رات ڌاري هڪ مريض سندس گهر جو ڪڙو کڙڪايو. ٻاهر اچي ڊاڪٽر ڪيس ميا ر ڏني تہ ٻائو دوا وٺڻ جو ڪو وقت ٿيندو آهي ۽ هيءَ مهل تہ آرام جي آهي. مريض چيو تہ "سائين اوهان جو وات گلاب. پر اوهان ڇتن ڪتن ڪي بہ ڪجهہ سمجهائي ڇڏيو تہ بيگاهہ وقت واڻهڙن ڪي نہ ڏاڙهين ۽ نہ چڪ پائن، ڇاڪاڻ جو ان وقت ڊاڪٽر آرام ۾ هوندا آهن."

اسپتالون ۽ صحت جا مرڪز تہ هر شهر ۾ موجود آهن پر فرق آهي فقط مريض جي سنڀال، صحيح علاج ۽ ڊاڪٽر جي فيءَ جو. ننڍين شهرن ۾ اسپتالون آهن پر دوا ندارد. ڊاڪٽرن جي پائيچاري ۾ دوائن جا دڪان شهر ۾ ڪليل آهن. اهي اسپتالون سرڪار تي بدنما داغ آهن ۽ خزانہ جي ڏيوالہ هئڻ جو ثبوت. سول اسپتالن ۾ غريب مريضن کي دوا بجاءِ پاڻي پڙهي پياريو ٿو وڃي. وڏيون اسپتالون آهن وڏن ماڻهن جي مرڻ جا ٺڪاڻہ. جتي سندس ناڻي جي حصہ رسيءَ ڪان پوءِ لاش وارثن حوالہ ڪيو ٿو وڃي ۽ وارثن جون بہ ڊاڪٽر جيان فوتيءَ جي بئنڪ بئلنس ۾ اکيون ڪتل هونديون آهن. اڳ مرڻ وقت مُلو اچي "ياسين" پڙهندو هيو. هاڻي ڊاڪٽر "يا قبان" جو وظيفو ورد ڪندا ٿا رهن. پنج ئي آڱريون برابر نہ آهن پر ڳالهہ آهي اڪثريت جي. ڊاڪٽر ڊرئگو ڪان پڇيم تہ آخر اسان جي ديسي ڊاڪٽرن تي بہ ڪڏهن انسانيت جو پاڻي چڙهندو يا سندن سنوار لاءِ ڪو مهدي يا هادي الڳ پيدا ٿيندو؟ ڊاڪٽر ڪلي چيو تہ اسان جون ذهني صلاحيتون هر وقت اسان کي پنهنجن بدنصيب پائرن، محنتي مزدورن ۽ غريبن جي مدد لاءِ للڪاري رهيون آهن. پر شرط هي آهي تہ اسان جو ضمير بيدار بہ آهي يا نہ؟ ٻي حالت ۾ اندر جو آواز ٻڌي نہ سگهنداسون. اسين پنهنجي زندگي فقط پنهنجي ذهن ۽ ضمير مطابق سڦلي بسر ڪري ٿا سگهون. اوهين دعا ڪريو تہ اسان جي ڊاڪٽرن جي اندر وارو "سول سرجن" شل سجاڳ ٿئي!"

"مون کي تہ پنهنجي چوگرد مفلسي ۽ مرض جي شڪار ٿيل ترين ڪي ڏسي هڪ قسم جو دل ۾ ڏک ۽ سور اُپرندو آهي. مون کي جسماني ۽ روحاني صدمو پڻ رسندو آهي. آءُ سدائين سوچيندو آهيان تہ مون کي

جڳ جو مالڪ ايتري توفيق ۽ وصيعت بخشي تہ آءٌ انهن فاقہ ڪش مرد ۽ عورتن جي سنوار ڪري سندن حياتين کي بهتر بڻايان. خاص طور بيڪس ۽ بيواه مائن ۽ ڀينرن کي ڏسي روزمره مون کي پنهنجو واعدو نئين سر سان دل تي تري ايندو آهي تہ آءٌ پنهنجي سموري حياتي پنهنجو دماغ، رت ۽ وت ڀئي ڪنهن رخ ۾ ضايع ڪرڻ بجاءِ، الله جي ڏتڙيل ۽ ڏکويل مخلوق جي ڏک ۽ ڏهاڳ ڏور ڪرڻ ۾ صرف ڪندس."

الله جي مهربانيءَ سان اسان جي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڊاڪٽر ڊرئگو جهڙا رحمت جا فرشتا ٿورا يا گهڻا آهن ضرور. پوءِ آهن اٽي ۾ لوڻ برابر، جي ماڻ ميٽ ۾، سواءِ ڪنهن شهرت ۽ شور غل ڪرڻ جي، اسان جي ديس جي دکي ماڻهن لاءِ اهو ڪجهہ ڪندا ٿا رهن جو نہ ڪا فوج، نہ ڪا سياسي پارٽي، نہ ڪو ملڪ جو گورنر يا ڪو صدر ڪري سگهي ٿو. اهوئي ڪارڻ آهي جو اڄ سوڌو اسان جو ستايل ۽ ڏکويل ماڻهو پيو پساه کڻي ۽ جيئي. اهي الله جا نيڪ ٻانها پنهنجن جاکوڙن ڪيڻ ۽ ڏاکڙن سهڻ سان انسانيت جي زخمن ۽ دکن جو، دارون ۽ ملم پٽي ٿي انسان ۽ الله اوڏو اچي سندن خوشنودي حاصل ڪن ٿا.

ڊاڪٽر ڊرئگو پنهنجي پنجاه سال زندگي مرض ۽ موت جي مقابلي ۾ وس ڪندي گذاري آهي. ان سان گڏ سماجي ڀلائيءَ جي دائري ۾ ڪم ڪرڻ جو ڳوڙهو تجربو بہ پرايو اٿس. خاص طور ٻهراڙين ۾ ڳوٺاڻن سان لهہ وچڙ ۾ رکڻ جو. سندس آزمودي کان فائدو وٺڻ خاطر ساڻس سنڌ جي ڳوٺن جي سنوار ۽ سڌار جو ذڪر ڪندي هي سوال ور ور ڪري پڇندو رهيس تہ جيڪڏهن ڪي دلي درد رکندڙ ماڻهو ان ڏس ۾ ڪجهہ ڪرڻ چاهين تہ ڪين ڇا ڪرڻ جڳائي؟ ڊاڪٽر ڄاڻايو تہ اسان جي مان شان ۽ عزت ڀري زندگي تڏهن سڌبي جڏهن اسين پنهنجن لکها ڳوٺاڻن جي "حياتي بهتر" بڻائينداسين. ان ڪارڻ اسان کي ٻهراڙين ۾ سماجي ڀلائي وارو تحرڪ هلائڻ بلڪل ضروري آهي. شروعات ۾ اسان کي هر واهڻ ۽ هر ڳوٺ خواه شهر ۾ سماجي ڀلائي جي تحريڪ لاءِ چئن يا پنجن ورڪرن جا جٿا "سنگت" جي بنياد تي قائم ڪرڻا پوندا. اهڙي سنگت جو پايو طبع يا ڏنڌي جي هڪ جهڙائي تي نہ پر هن اصول تي رکڻو پوندو تہ اسان کي گڏجي ڳوٺ يا شهر جي سڌار ۽ سنوار لاءِ ڪم ڪرڻو آهي. ان سنگت لاءِ هي شرط ضروري آهي تہ هڪ ٻئي سان حسد يا ضد بجاءِ ڀائپي ۽ ڀائيچاري وارو ورتاءُ هلڻو آهي. مول مقصد ٿيندو عام

ماڻهوءَ جي زندگي بهتر بڻائڻ لاءِ جنگ جوٽڻ، پوءِ ڪيتري به قرباني ڇو نه ڏيڻي پوي. اهڙا جتا هر هنڌ ترتيب ڏيئي پهريون پنهنجي شخصي سنوار ڪرڻي پوندي جيئن هر ورڪر پنهنجي اوڻاين ۽ ڪمزورين کي دور ڪري پاڻ کي ثقافت ۽ تهذيب جي اوچي منزل جي لائق ثابت ڪري. پوءِ ٻين جي ڀلائي لاءِ هٿ پير هڻڻ گهرجن.

انهن جتن لاءِ پهريون قدم ٿيندو صفائيءَ لاءِ ٻهراڙيءَ ۾ تحريڪ هلائڻ. ننڍين ٻارن کان وٺي وڏن تائين ڪين هي احساس ڏيارڻو آهي ته "سنڌين جو بدترين دشمن آهي گندگي." مرض جمي وڌي ۽ رهي ٿو گند ۾. عزت ۽ آزادي ٻيئي صفائيءَ جون سڳيون ڀينرون آهن. چڱي حڪومت اها جا ماڻهن کي پيئڻ لاءِ صاف پاڻي ۽ اونده ترڻ لاءِ روشني پهچائي. ڳوٺاڻن جا اصلي دشمن آهن ٽي غربت ۽ مرض. ڳوٺن جي گهرن ۽ گهٽين کي چتائي ته ڏسو. ڪين هي ٻڌائڻو پوندو ته هو گند کي ڏسڻ لاءِ اکيون ۽ بدبوءِ لاءِ نڪ کي استعمال ڪن. هر گهٽي ۲۴ ڪلاڪن ۾ هڪ دفعو ضرور صاف رکڻي پوندي. هرهڪ کي هٿ ۾ ٻهاروڪڻو آهي. مٽيءَ تي ڇڻڪار ڪرڻو پوندو. گند کي ساڙڻو پوندو. اهڙي طرح ڳوٺاڻن کي صفائي جو مذهب سيکارڻو آهي جنهن لاءِ رقم جي نه پر ادم ڪرڻ جي ضرورت آهي. هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته صحت صفائي يا تعليم جا وسيلا سنڌ ۾ سجاڳي آڻڻ لاءِ اهڙائي ڪمزور قدم آهن جئن ڪنهن ستل هاٿيءَ کي مور جي ڪنين (مورچل) سان جاڳائڻ. ڇاڪاڻ ته جي ماڻهو پنهنجي جياپي لاءِ پيٽ پوڄا کان پل واندا نه آهن انهن جو ترقي، تهذيب ۽ آزاديءَ سان ڪهڙو واسطو؟ سماجي انصاف ۽ اقتصادي عروج ته حاصل ٿيندو رت ولوڙڻ سان ۽ نه ڏڌ جهڳڻ سان. صفائي، صحت ۽ تعليم آهي پهرين وک. پر هزار ميل جي مسافري به ته پهرين قدم سان شروع ٿيندي آهي. گهٽ ۾ گهٽ اهو ڏاڪو ته طئه ڪريون!

# مرزا فضل حسين

شهري ماڻهن وٽ پئسو ۽ عقل آهي، ۽ ڏيک ويک بہ آهي، پر الاجي ڇو مون کي سڀ سڪتا، ٻاڙا ۽ ٻي سرا لڳندا آهن. ٿي سگهي ٿو تہ اهڙي سمجهہ ۾ منهنجو قصور هجي. منهنجي ننڍپڻ گذري ننڍڙن واهڻن ۾. جيئن تہ ڪنيڙا جتي آءٌ ڄايس، ڳڙهي ڳاهيجہ ۽ دودو ڳوٺ جتي نيپاج ٿيم، ۽ پير ڳوٺ جتي آءٌ پڙهيس. واهڻن ۾ هر وهنوار جو واسطو آهي سريلي ۽ رس ڀرئي آواز سان. چوپائي مال جي ٽلين ۽ گهنگهرن جي ڇم ڪار ڪان وٺي ڇڄ جي ڇيڄ تائين، وري ائٽ جي رون رون ڪان وينديءَ امڙين جي لولين ۽ ڏنارن جي جهونگارن تائين اوهان کي راڳ رس جو وزن بحر ۽ سر ميسر ٿيندو. شايد اوهان سانگي سان، ڳوٺاڻين مائين کي اُکري مهريءَ ۾ ساريون ڇڙيندي، جنڊ پيهندي يا کوهہ تان ٿي دلا، ٻہ مٽي تي هيلهہ ۽ ٿيون ڪڇ تي کڻي ايندي ڏٺو هجي. صدقو ان لوڏ تان. ٻانهينءَ واري هٿ جو ڇنڊڪو، نٿ واري نڪ جو موڙو ۽ جهانجهرن واري وک جو لهروئي ڪجهہ اور آهي. آءٌ گهوري ان گهمڻ تان. اهو مور وارو ٽلڻ بوري بزار ۾ ڪٿي. شهر ۾ عورتون ائين ٿيون گهمن ڄڻ ڪيسي ڪتيريندڙن ڪان پاڻ ٿيون بچائن. شاهي بزار حيدرآباد ۾ تہ عورت ائين ٿي هلي پائنن تہ ڪٻر لوڙهي ۾ پيئي ٿي ڦتڪي. ڳوٺاڻن جو ڪانيو ٻڌي حالي احوالي ٿيڻ تہ ڏسو. گاڏي يا گاڏي هڪلڻ وارن جو ڪن تي هٿ رکي الوميان ٻڌو يا ڏنارن جو ڪلهن تي لٺ رکي ٻيئي هٿ مٿس اٽڪائي گهمڻ تہ ڏسو!

الله اڪبر. اهي لستون ۽ چسڪا اهو وٺي سگهندو جنهن ڍنڍ جي مائيٽي پاٽيءَ ۾ پکين کي ترندو ۽ تڙڳندو ڏٺو هجي يا وري ڪونجن جي قطارن کي گونجندو ٻڌو هجي.

اصل ڳالهہ آهي سُر تار جي. جي راڳ رس رڳ رڳ ۾ سمايل آهي تہ پوءِ جسم هالن جي هندوري جيان پيو جهولندو ۽ جهومندو توڙي جو ماڻهو ڪٽ پيو واٽيندو، ۽ جي عورت، تہ اٽو ڳوهيندي بہ ائين لڏندي ڏٺي

ويندي چڻ لاڏو ئي ڳائي. پر جي اندر ۾ هونديون ئي اڳرئيون تہ ٻاهر جهلڪ بہ هوندي ڇڳل وهاڻي جي يا وري پراڻي رلهيءَ واري. شهرن ۾ آهي رڪشائن جو وڳوڙ ۽ موٽرن جي غرغراهٽ. جن جا اندر ملاوٽ ۽ پلاڻن واري ڳٽتين جي روڳ ۾ آهن اڌهيءَ ڪاڌل. سندن شڪل ڏسندي ئي معلوم ٿيندو تہ چڻ ڪنڊ جا جهاز ٻڏي ويا اٿن. اهڙي سر تار جي ڏيوالي واري ماحول ۾ هڪ ڳوناڻي ذهن جو گذارو ٿئي تہ ڪيئن؟ جيسين وڃي هو ذوق وارن جي پناري پوي جي ڪيس سهارو ڏيڻ جي سخا ڪن. اهڙن جو دم غنيمت هيو ورنہ زندگي تہ هوئن بہ گذري وڃي ها پوءِ ويڳاڻي اٻاڻڪي ۽ بي مزي ئي سهي. ان ڏس ۾ جن جوڳين منهنجي رهبري ۽ رهنمائي ڪئي انهن ۾ سرفهرست آهي مرزا فضل حسين صاحب!

مرزا صاحب سان منهنجي ڏيٺ ويٺ اڄ ڪان ٽيهارو سال اڳ ٿي جڏهن مرزا صاحب ڪي سکر ٽاور لڳ بندوقن جو شاهي دڪان (Pakistan Armoury) هيو جنهن ۾ هٿيارن جي وڪري ڪان وڌيڪ ناياب ۽ اوچي قسم جي بندوقن ۽ رائيفلن جي مرمت جو ڪاروبار پڻ هلندڙ هيو. هٿيارن جي ڪاريگري مرزا صاحب جو آبائي پيشو آهي ۽ جنهن سلسلي ۾ سندس وڏڙا پنج پيڙهيون اڳ، شايد ميرن جي زماني ۾، سيالڪوٽ ڪان لڏي اچي سکر ۾ آباد ٿيا هئا. منهنجي نہ فقط ساڻس نيازمندي آهي پر آءُ سندس انهن اڻ ڳڻت عاشقن ۾ هڪ آهيان جي سندس درويشي، انسان خدمت ۽ فن جي ڪماليت جا قائل آهن. گهٽ ۾ گهٽ مون سندس پايہ جو علم موسيقي ۽ علم هئيت يعني علم نجوم جو ڄاڻو پنهنجي زندگيءَ ۾ نہ ڏٺو آهي. توڙي جو مون بہ اڌ صدي عمر ڪان وڌيڪ وقت ماڻهن جي ڳولا ۾ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ جي مٽي ڇاڻي آهي ۽ آءُ ڪو فقط چڙيا گهرن ۽ پوتخانن جا چڪر ڪاٽيندو تہ نہ پئي رهيو آهيان.

مرزا صاحب لاءِ موسيقي ۽ جوتش جو علم پراڻڻ هڪ عجيب اتفاق يا اچان بہ حادثہ هيو. ڇاڪاڻ تہ سندس خاندان جا مربي شريعت جا سخت پابند هئا ۽ سندن نقطہ نگاہ ڪان اُهي ٻئي فن دين جي دائرہ ڪان ٻاهر نڪتل هئا. اهو حادثو هي هيو جو مرزا صاحب ڪي جوانيءَ ۾ دل جي تڪليف پيدا ٿي جنهن جي علاج لاءِ ڊاڪٽرن دوا سان گڏ ڪيس هي ڏس پڻ ڏنو تہ هو پاڻ ڪي اهڙين مشغولين ۾ رنڀائي رکي جي ڪيس دل جي وهم ۾ مبتلا ٿيڻ ڪان دور رکن. هي هڪ نهايت دوراند‌يشيءَ وارو

مفيد مشورو هيو ورنہ دل جي بيمار جي آخر حالت وچيو هڪ سودائيءَ جي ٿئي، جو يا تہ پنهنجي ڪرائيءَ تي هٿ رکيو نبض جا ڌڪ ڳڻيندو رهي يا وري رت جو دٻاءُ چڪاسيندو وتي. اهڙي صلاح تي عمل ڪندي مرزا صاحب موسيقي ۽ ستارن جي سائنس ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي.

ملاقات واري گهڙيءَ کان ويندي چار سال پوءِ، سکر کي الوداع چوڻ تائين اهو ڏينهن ڪو ڏاڍو ڇنڊو هيو، جو مون مرزا صاحب وٽ ٻہ- ٽي پيرا وارو ڦيرو نہ ڪيو هوندو. نہ فقط واندڪائي جي وقت، پر سعيو ڪري فرصت ڪڍي وٽس وڃي فرحت وٺندو هيس. مون کي سندس ويجهڙائيءَ ۾ اهو ڪجهہ حاصل ٿيندو هيو جو ٻين کي درياھ جي ڪنڌي يا پهاڙ جي چوٽي تي ويهڻ ۾ ٿيندو آهي. ڪن انسانن جو وجود پڻ مسجد نبويءَ جيان آهي جتي پناھ وٺڻ سان هن جهان جا جملي جهنجهٽ ڪافور ٿي وڃن ٿا. ۽ جتي پناهگير پاڻ کي هربلا کان محفوظ سمجهي ٿو. ان تسڪين جو طالب آءُ ڪو اڪيلو ڪونہ هيس. مرزا صاحب وٽ هر وقت ماڻهن جي اچ وڃ جاري هئي، جن ۾ اڪثريت انهن جي هئي جي مون جيان پريشانين کان عاجز اچي چڪا هئا. مون ڪڏهن بہ ڪنهن سائل يا سواليءَ کي مرزا صاحب وٽان خالي هٿين ويندو نہ ڏٺو. بقول منهنجي مرحوم دوست مظفر جي، مرزا صاحب يا تہ سون ٺاهيندو هيو يا وري مصلي هيٺان غئبي آمريڪي ايڊ ڪڍندڙ هيو.

اها پوري ۽ پڪي پروڙ هيم تہ موسيقيءَ جي ڄاڻ ۽ مهارت گڏ مرزا صاحب کي علم نجوم تي پڻ ڪافي دسترس هئي. وٽس پري پري جا پانڊيٽڙا اچي ڏس پتا وٺي واپس ورندا هئا. ڇاڪاڻ جو منهنجو انهن ڳالهين ۾ ويساھ گهٽ هوندو هيو، ان ڪري اهڙي بحث ۾ ڪا دلچسپي نہ وٺندو هيس. ٻہ چار دفعا تہ اهڙيون اڳڪٽيون، ڪيائين جو آءُ ڏڪڻيءَ ۾ پئجي ويس. ڪجهہ عرصي بعد انهن پيشنگوين کي پورو ٿيندو ڏسي آءُ وڌيڪ پريشان ٿيندو رهيس. منهنجو تہ ايمان هي هيو تہ "غئب جي گدو چوي خبر خاوند کي." موت ۽ مقدر واري لڪئي جي انساني علم ۽ عقل وسيلي ڄاڻ هئڻ ۾ يقين ئي ڪونہ هيم. هڪ ڏينهن مصر جي ڪرنل نجيب جي تصوير اخبار ۾ ڏسي مرزا صاحب چيو تہ فقط ٻن هفتن جو مهمان آهي ۽ رڳو ان ئي هيو ڪو ڪرنل پاور ۾ ايندو. ڏهين ڏينهن تي ريڊيو جي خبر آئي تہ نجيب کي لاٿو ويو آهي. ساڳي ريت خان لياقت عليءَ بابت سندس اڳڪٿي سچي ٿي. مون کي اُٺڻ هميشہ اها

رهي تہ جيڪڏهن ڪنهن کي انهيءَ راز جي ٻاہور پيئي تہ مرزا صاحب جي بقايا زندگيءَ شاهدين ڏيڻ ۾ گذرندي. هڪ ڀيري منهنجي همشيره زهره بروهيءَ پنهنجي هڪ ڪاليجي ڇوڪريءَ بنسبت مرزا صاحب کان پڇا ڪئي ۽ ان ڇوڪريءَ جو فوٽو بہ ڪيس ڏيکاريو. مرزا صاحب ڀيريون سوال هي ڪيو تہ ان ڇوڪريءَ کي منهن ۾ بدبوءِ "پائرا" جي بيماري هئي يا نہ- جا هڪ حقيقت هئي.

۱۹۵۳ع ۾ مون خانگي ملازمت ڇڏي قرض فرض ڪٺي هڪ ننڍڙي پريس کولي هفتيوار اخبار جاري ڪئي تہ ويتر زماني جي جنجل ۾ ڇوڪنيو جڪڙجي ويس. سرڪاري ڏنڊ ڀريندي منهنجو ڏيوالو نڪري ويو. ڪامورن جي ڪاوڙ ۽ پوليس وارن جون سازشون ان ڪان الڳ هيون. مرزا صاحب منهنجي مونجهہ ۽ گهبراهٽ کي اٽسڌيءَ طرح دفع ڪرڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي. چيائين تہ پائو هي آرين جو ملڪ آهي ۽ تون آهين اڻ آريہ يعنيٰ اناڙي. تون پرايا جهيڙا پنهنجي ڳچيءَ ۾ ڇو ٿو وجهائين؟ هي قدرت جو ڪارخانو ڪو تون ۽ مون تہ نہ ٺاهيو آهي. قاضي جاٺي قيام جاٺي. پرائي ڇج تي تون ڇيج ڇا لاءِ ٿو وجهين؟ وڃ ڪڏندي آهي ڪلي آهر. تون پاڻ اٽي تي ڇٽي. وتين ٿو سرڪڻ ڦاهيءَ ۾ ڪنڌ وجهندو. ڪجهہ ڪن لاٺار ۽ ڪجهہ اک ٻوٽ ڪان ڪم وٺ. پر آءٌ بہ هيس جوانيءَ جي جنون ۾. پنهنجي هوڏ ۽ هٺ تي قائم رهيس. شايد مون هيءَ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي تہ فقط جهنگ واري جانور کي ڪنڌ ۾ ڪلي ٿوروئي هوندي آهي- مون کي بہ هئي.

ماه مئي ۱۹۵۴ع جي آخر ڌاري مون کي خبر پئي تہ سنڌ سرڪار مون کي ۽ منهنجي اخبار "منشور" ٻنهي کي بند ڪرڻ جو قطعي فيصلو ڪيو هيو ۽ فقط حڪم جي تعميل ٿيڻ جي دير هئي. پاڻ ۾ وڏيڪ مقابلي جو پوتو نہ پائئي، مون سڪر ڇڏي ٻيجي وڃڻ جو سانباهو ڪري، الوداع ڪرڻ لاءِ مرزا صاحب وٽ وڃي حاضر ٿيس. حال احوال ٻڌي ڪلندي چيائين تہ پائو، فيصلو تہ ائين ڪيو اٿيئي، ڇڻ زندگي ڪان جندبو پاڙو لڪائي ورتو اٿيئي. وڏو ڳهيلو آهين. ڇگو ويهہ تہ اڄ تنهنجي جنم پتري ٿا جاچيون. اُٺي دڪان جو دروازو بند ڪري، سامهون ويهي رهيو. هي ڀيريون دفعو هيو جو مون ڪڏهن ڪنهن اڳيان پنهنجي قسمت جي حال ٻڌڻ لاءِ پاڻ کي پيش ڪيو هيو.

نہ هٿ ڏنائين. نہ ڄم جي تاريخ پڇيائين. اکيون بند ڪري حسب

دستور نهايت جهيڻي آواز ۾ ڳالهائيندو رهيو. "تون تہ تياري ڪئي آهي پاڄ لاءِ. پر قسمت جي ڪاغذ ۾ ڪجهہ ٻيو درج ٿيل آهي. توکي سرڪاري نوڪريءَ ۾ ٿو ڏسان. نوڪري بہ تنهنجي ڏانءَ واري ۽ جنهن ۾ تنهنجي تڪڙي ترقي بہ ٿيندي. اٺويهہ سالن تائين اهو ساڳيو سلسلو ٿو ڏسان. پوءِ جي خبر نہ آهي ڇاڪاڻ تہ ان بعد دونهون ئي دونهون ٿو نظر اچي." اهو دونهون منهنجي نصيب جي چمنيءَ جو آهي، مون ٺهڪ ڏيندي چيو. مرزا صاحب وائڙو ٿي مون کي ڏسڻ لڳو. مون کيس چيو تہ مرزا صاحب. "آءٌ آهيان فقط مئٽرڪ پاس ڪيل. منهنجي عمر هن وقت آهي ٣۴ سال. آءٌ بہ دفعا جيل جي سزا ڪاٽل آهيان ۽ هڪ دفعو بغاوت جي سنگين ڏوهہ ۾. هاڻ تون ٿو ڏسين تہ سرڪاري نوڪريءَ ۾ آهيان، اهو سڀ تنهنجي مون لاءِ خوش فهميءَ سبب آهي. باقي دونهين واري ڳالهہ دل سان برابر لڳي ٿي.

ان واقعي کان ڏهاڪو ڏينهن پوءِ معنيٰ ترت ئي منهنجي قسمت "لال ڦيري" ڏيئي اوچتو پلٽو کاڌو جو خود هڪ عجيب قصو آهي. پر هن مضمون ۾ سربستي بيان ڪرڻ جي گنجائش خير ڪي آهي. قصو ڪوتاه ماه جون جي پهرين هفتي ۾ مون کي خيرپور رياست ۾ نوڪري لاءِ آڇ ٿي ۽ ويهين جون ڏاري مون خيرپور ۾ اسسٽنٽ انفارميشن آفيسر جي چارج سنڀالي. ١٩٥٥ع ۾ رياستن جي خاتمي کان پوءِ مغربي پاڪستان سرڪار جي ملازمت ۾ داخل ٿيس. ڇئن سالن ۾ بہ چار ڏاڪا مٿي چڙهي ڊپٽي ڊائريڪٽر ٿيس. پوءِ لاهور، ملتان، ڪوئيٽہ ۽ ڪراچيءَ جا انفارميشن ڊاريڪٽر طور چڪر ڪاٽيندو رهيس. ١٩٧٠ع ۾ ون يونٽ جي ڊهڻ تي صوبي سنڌ جي اطلاعات کاتي جو ناظم مقرر ٿي واپس وطن وريس. مرزا صاحب واري اڳڪٿي تہ سچي ٿيندي رهي. پر هاڻ اٺويهہ سالن جي مدت ويجهي ايندي اُن "دونهين" جي اُٿڻ اچي ورايو جو مرزا صاحب علم نجوم جي پڙدي تي ڏٺو هيو.

١٩٧٢ع جي مارچ مهيني ۾ نوڪريءَ کان نيڪالي ملي. ٽيٽي ٽپٽي ڪٽي لڏي لطيف آباد جي هڪ ڊٺل گهر ۾ اچي پناه ورتم. نوڪرين لاءِ در در جا ڌڪا ٿاپا کائيندي، ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمون ڪندي پيٽ پاليندو رهيس. ڪجهہ عرصو حبيب بئنڪ ۾ هزار رپئي تي نوڪري ڪيم. پر جڏهن کين خبر پيئي تہ وڏي درگاهہ جو ڌڪاريل آهي تہ انهن بہ ڪڍي ڇڏيو. آخرڪار ڪارخانن ۾ نوڪريءَ لاءِ رلندو رهيس. مجبوري هئي، اٺ پاتي ڪاٽڻ وارا ۽ ڇهہ ٻار جي سڀ اسڪول ۽ ڪاليج ۾

پڙهندڙ. مالي حالت پتلي هئي. لک گهر ۾ ۽ پر لک اوڌر. پهريون ٽئڪسٽائيل مل ۾ ۽ پوءِ پنجاب جي شگر مل ۾ نوڪري مليم. اها وري هئي "ليگل ائڊوائيزر" جي، يعني قانوني صلاحڪار ۽ منهنجي تعليم هئي مئٽرڪ! اها به ڪيتون ڏيئي پاس ڪئي هيم. جڏهن صادق آباد ۾ روز صبح جو اٺين شگر مل جو چڪر ڏيندو هيس ته مون کي مرزا صاحب وارو دونهون برابر سمجهه ۾ اچي ويو. ڇهه سال سانده ان دونهين سان گذران ڪرڻو پيو. الله منهنجي جي قدرت! اٺ سؤ رپين تي نوڪر ٿيو هيس. ۽ جڏهن نوڪري ڇڏيم ته منهنجي پگهار ساڍا ست هزار رپيا مهينو هئي ۽ هر سال چوڏنهن بونس علحده ملندا هيم ۽ ستن خانگي ڪارخانن جو قانوني صلاحڪار هيس!

مرزا صاحب جي بيشڪ اڳڪٽين جو هتي وچور سان بيان ڪرڻ مناسب نه آهي ڇاڪاڻ ته انهن واقعن سان ٻين انسانن جي خانگي زندگي واسطو رکي ٿي. ان کان سواءِ علم نجوم يا علم موسيقيءَ جي چاڻ، مرزا صاحب جون تفريحي مشغوليون آهن ۽ نه ڏنڌو. منهنجي خيال مطابق مرزا صاحب جي قسمت تائين پهچ، علم نجوم جي علم بدولت نه آهي پر سندس روحانيت سبب. مرزا صاحب جي سموري زندگي پاڪيزگي ۽ پرهيزگاري ۾ گذري آهي. نماز روزه ۽ تهجد گڏ هو ۽ ان فهم ۾ به مالا مال آهي جنهن ذريعي نگاهه کان ڪجهه اڳيرو پسي ٿو سگهجي. خدمت خلق سندس عبادت جو هڪ اهم حصو آهي. اڄ ڪلهه ضلع سکر هلال احمر جو روح روان آهي ۽ ٻن اسپتالن جو ناظر ۽ نگران آهي. هي سندس دعائن ۽ شخصي دلچسپيءَ جو نتيجو آهي جو اڄ سندس پنهنجي گهراڻي ۾ ستن کان وڌيڪ ڊاڪٽر ۽ ڊاڪٽرياڻيون اٿس. جي سندس اجازت حاصل ٿي ته هي مضمون ۾ ڪجهه وڌيڪ احوال پيش ڪيو ويندو.

هو جي رنگ رنگين سي ڪٽي ڪنپ ڪٽي ويا،
اتاهون آٽين ماٽهو ميرا ڪپڙا!

# سردار علي گوهر خان مهر

سنڌ ۾ سخي ۽ مانجهي مڙسن جو ڪال اهڙو ڪڏهن ڪونه ٿيو، جهڙو ڏيهه ۾ ڏڪر هاڻ ٿو ڏسجي. جتي اڳ وڪ وڪ ۽ گراٽ گراٽ تي مهمير ۽ شهمير وسندا هئا، اتي اڄ ڪوهن ۾ ڪو مائيءَ جو لال اکين ئي نه ٿو پسجي، جنهن مڙس جي لئه هجي ساک ۽ ناموس هجي. آخر ايڏي آپدا ته ڪانه آئي آهي جو ڪوڙيءَ ڪي ئي گهمرو اچي. پر جي "ويا مور مري هنج نه رهيو هيڪڙو" تڏهن به سنڌن ڪي ته وارث حال حيات هوندا؟ ڪنهن ته سنڌن جتيءَ ۾ پير پاتو هوندو؟ سنڌن گهراڻه ۾ ڪو ته مهاندو آخر ساماڻو هوندو جو سنڌن سڪون لاهي؟ پر ٿيو پلو، ڪاري وارا ڪڪ. ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي ته قدرت اهڙا لڪ پال ۽ لڄ پال اُپائڻ ڪان ئي بس ڪري ڇڏي آهي. جي ائين نه هجي ها ته ايڏي نپٽ نافت ڪونه ٿئي ها. ڪٿي نه ڪٿي ڪو ڪٽو داٺو ضرور نظر اچي ها. پيلي اها "اٿهوند" ته نه آهي پر ڪو "پاراتو" ٿو ڏسجي.

اهڙا جڪرا جُنگ جوان جي ڪڏهن ڪاٽيارا نه ٿيا، مون پنهنجي سانير ۾ سوين ڏٺا. سنڌ ۾ ته اڻڳڻت هئا. پر پنهنجي ڳوٺائي ضلعي سکر ۾ پڻ اهڙيون ڪئي هستيون ڏٺم جي پنهنجو مٽ پاڻ هيون. جن جي جاءِ پرڻ وارو اڃان سوڏو ڪو ڄائوئي ڪونه آهي. هئا به گهٽو ڪري سي وڏيرا. پر "پوءِ ڍاوا" نه، پر آدي بٽيادي، راڄ مهاڇڻ وارا. اڄڪلهه جي ٺڙڪو ۽ "لم ٽپ" تي گذران ڪندڙ يا پلاٽن ۽ پرمٽن ڪڍ ڊوڙندڙ يا بانبڙا ڏيندڙ وڏيرا نه هئا. هو راڇوٽا سردار هئا. وڏيرپ سنڌن وڏڙن جو ورثو هئي. جنهن ڪي هنن امانت ڄاڻي ايمانداريءَ سان نباهيو. هي برابر آهي ته انهن ۾ ڪي سردار بهادر هئا، خانصاحب، يا خانبهادر به هئا، پر لقب ۽ خطابن جو سنڌن "شخصيت" سان ڪو لڳ لاڳاپو ڪونه هيو. هي پنهنجي سر هڪ قسم جا "ادارا" هئا.

روهڙي ڊويزن جي غير آباد ۽ وارياسي تعلقہ ميرپور ماٿيلي ۾، جتي منهن جي نندپڻ گذري، مون اهڙا بہ عدد داٿا ڏٺا جن جهڙا ٻلا جا سياٺا، سورهيہ ۽ سرويچ مون کي ڪٿي ڪونہ سجهن. جي هوا سردار بهادر قيصر خان بوزدار ۽ دادن خان لنڊ. ٻيئي سنڌي خواندا ۽ سرائڪي ڳالهائيندڙ زميندار هوا. سندن زمينداري بہ ڪا ايڏي وڏي ڪانہ هين. نہ وري انهن ڏينهين ڪو اناج جو ايترو اگهہ هيو. پر وڏي دل گرڙدي وارا انسان هئا. سندن دسترخانو ۽ دوستيءَ جو دائرو ڪشادو هيو. دوستي ۽ دشمني بہ واهہ جو نباهيندا هئا. پنهنجي ننگ ناموس تي داغ اچڻ نہ ڏيندا، ۽ پوءِ پلي لک لٽجي وڃن. هٿ جا ڇوٽ ۽ سخي مرد هئا. پوليس توڙي روينيو جو عملو ۽ عملدار، پگهار سرڪاري کٽندا هئا پر نوڪري سندن ڏيندا هئا. ڪين راشڻ پاڻي، گاهہ پنو، ڪانيون ۽ ڪڪڙيون گهر ويٺي پهچايون ويندون هيون. انهن ڏينهين "رسائيءَ" کي "مهماني" ۽ رشوت کي "پيدا" چيو ويندو هيو. پڙدي پوشيءَ جو زمانو هيو. هر برائي کي برقعو پارائي پوءِ ڪتب آڻبو هيو.

ورهاڱي جي لڳ ڀڳ روهڙي ڊويزن ۾ هڪ نئين ۽ انوکي شخصيت ساماڻي، جا تر جي مڙني راڄن کي ترت "پنهنجو" ڪري ويئي. اُهو اُڀرندڙ ستارو هيو سردار علي گوهر خان مهر. جو منهنجي خيال ۾ نہ فقط اپر سنڌ جي قومي سردارن جو نڪ هيو پر ان ناياب "نظام" جو اعليٰ ۽ آخرين نمونو هيو. جهڙو نالو هيس اهڙوئي گوهر هيو. مون قريبائتا ماڻهو گهٽا ڏٺا آهن. سنڌ آهي ئي ميناج وارن ماڻهن جو ملڪ. پر نوڙت، نياز ۽ نهٺائيءَ ۾ سردار مهر جو مٽ مقابل مون ڪونہ ڏٺو. ڪنور ڀڳت جيان ٻانهون ٻارهوئي ٻڌل. ڇڻ هرهڪ جو زرخريد غلام هيو. سڀ کي سيراندي ويهاري پاڻ پيرانديءَ کان ٻيٺو رهندو. مرڪندڙ منهن، ٻهڪندڙ چهرو ۽ اٿاهہ ڇاتي- ڇڻ پوري دنيا کي ٻڪ ۾ پناهہ ڏيڻي هيس. رعبدار اوراپ. انهن حسين ماڻهن ۾ هڪ هيو جن جي ڏسڻ لاءِ ڳوٺاڻيون مايون پيهر ۽ پلوڙن کان ليئا پائڻ لاءِ اوسيڙي ۾ رهنديون آهن.

سردار علي گوهر جي سياست سنگت هئي. دوستيءَ جو دم نباهڻ سندس زندگي هئي. وڏي ڳالهہ تہ سندس دوستيءَ جو بنياد ڪنهن بہ شخصي مقصد ۽ مطلب تي رکيل هرگز نہ هوندو هيو. ان ڪري سندس سنگت جي حلقي ۾ وڏن ماڻهن گڏ ڪيترا مون جهڙا عام مسڪين ماڻهو پڻ داخل هئا. روهڙي ڊويزن جا اڪثر وڏيرا وڙا سندس ڪچيءَ ۾ گهنڊٽين

جيان وچڙيل هوندا هئا جن کي گلن جا هار سمجهي اکين تي رکندو هيو. جڏهن سانگي سان کو دوست کائونس کاوڙجي ويندو هيو ته سردار جو سانس پرچاءُ ڪرڻ ڏسڻ وٽان هوندو هيو. مارڪا ۽ مهانڊا ميڙ ڪري ڳچيءَ ۾ ڳارو وجهي ٻانهون ٻڌي اڳيان اچي ويهندو. "ادا سائين بخش. خطاوار آهيان". اپي پير ٻيٺو هوندو. جيسين وجي رُٺل يار ريجهي. شايد اهوئي سبب هيو جو مرندي دم تائين مون کانئس کو دوست پاسيرو ٿيندي نه ڏٺو. روهڙي ڊويزن جون جملي قومون ۽ سندن سردار، جيئن ته گهوٽه، ڏاريجا، بلا، چاچڙ ۽ بوزدار سڀ سندس محبت جي ڏوريءَ ۾ عمر ڀر ٻڌل رهيا.

پاڻ روهڙي ڊويزن جو وڏو زميندار ۽ مهرن جو سردار هيو، جا قوم سنڌ جي ڏاکڻي سرحد تائين پکڙيل آهي. سندس زمينداريءَ جو وڏو حصو وارياسي ۾ هئڻ ڪري غير آباد هوندو هيو. تڏهن به ٿلهي ليکي ٻارنهن هزار ٻيل گاڏيون ته فقط ڪڙٻ جون سندس حصي ۾ اينديون هيون. ان هوندي به پاڻ وٽ بئنڪ بئلنس ٻڙي هوندو هيس. اُٽلندو دائما ڪَنن تائين قرض ۾ ٻڏل هوندو هيو. ون يونٽ جي دور ۾ تہ جا سمورا ننڍا وڏا زميندار سندس خرچ پاڻن تي لاهور جا گشت ڪندا هئا، کائڻ پيئڻ ۽ رهڻ تہ الڳ، پر سندن ويس وڳا ۽ خريداريون پڻ سندس ٻلي ڪيون ويندون. لاهور ۾ ڪجهه سنڌي ميمبرن توڙي سنگتي وزيرن جي ڪوٺين جي کاڌ خوراڪي رسد پڻ سردار صاحب جي موديءَ ذمي هوندي هئي. الله نه ڀلائي. گهٽ ۾ گهٽ قاضي فضل الله جو مهمان خانو ۽ اتالو تہ هلندو ئي سندس خرچ تي هيو.

مرحوم ايوب خان سان گهاٽي دوستي هيس. ان زماني کان وٺي جڏهن ايوب خان اڃان نه پورو جرنيل ٿيو هيو ۽ نہ وري کا کيس ملڪ گيريءَ جي هوس ئي پيدا ٿي هئي. هر سياري ايوب خان پنهنجي اتالي سوڌو شڪار سانگي اچي وٽس مهمان ٿيندو هيو. سردار هوندئن بہ مهمانوازيءَ جو ڪوڏيو هوندو هيو. شڪار جي موسم ۾ تہ وٽس مهمانن جا ڪٽڪ اچي گڏ ٿيندا هئا. جن لاءِ رڻ پٽ ۽ بيابانن ۾ طنبو طولان ۽ شاميانن جا شهر ٻڌجي ويندا هئا. جنرل ايوب خان جي فيلڊ مارشل ۽ ملڪ جي صدر ٿئي بہ ٻنهي جي دوستيءَ تي کو فرق نہ آيو. نہ وري سردار مهر کو سندس دوستيءَ جو اجايو فائدو ورتو. اُٽلندو ايوب خان جي زرعي سڌارن جي ضد ۾ پنهنجي اڌ کان گهڻي زميني گنوائي

وينو. هيءَ بي ڳالهه آهي تہ مرحوم ايوب بہ ساڻس سنگت جو ناتو واهہ جو ملهايو. جڏهن آخري وقت ۾ سردار مهر اوچتو بيمار ٿي پيو تہ ايوب خان کيس ڪٽائي فوجي اسپتال ۾ پنهنجي خاص ڊاڪٽر جي علاج هيٺ رکيو. ملڪ جي صدر هوندي بہ ايوب خان روزانہ بہ چار ڪلاڪ وقت سيڙائي وٽس اچي ڪچهريون ڪندو رهيو. جڏهن سردار مهر اسپتال ۾ گذاري ويو تہ سندس لاش فوجي جهاز ۾ روانو ڪري پاڻ بہ ڪِڏ ٻئي جهاز ۾ اچي خان ڳڙهہ پهتو.

سردار صاحب کي الله پاڪ سڀ ڪجهہ ڏنو هيو، پر کيس اولاد ڪانہ هئي. پٽ قائم نہ هئڻ جو ملال هر وقت سندس سر تي سوار رهيو. اهو عجيب اتفاق هيو يا منهنجو خالي خيال ۽ وهم، تہ سندس دلي لڳاءُ بہ اڪثر اهڙن ماڻهن سان هيو جي پاڻ بہ اولاد کان محروم هئا. جيئن تہ سندس پيارو دوست پائند خان پناڻ، آغا بدرالدين خان دراني ۽ قاضي فضل الله. ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ٿيڻ واري مايوسيءَ جي زماني ۾ هڪ ڏينهن شام ٽاڻي، قاضي فضل الله کيس چيو تہ سردار صاحب، اسان جو سج بہ تہ ڪڏهن اپرندو؟ سردار علي گوهر ٺهڪ ڏيئي چيو تہ قاضي صاحب نہ اولاد توکي ۽ نہ مون کي. مون کي تہ اجان بہ ڪا رن روڳڙي تہ آهي. تون تہ انهن بلائن جي آزار کان بہ آزاد. اڌ کان گهٽي عمر جهاڳي اچي اڳيرا ٿيا آهيون. ڪجهہ گذري آهي، ڪجهہ گذري ويندي. تو اسان وٽي پوءِ سج اُبري تہ ڇا ۽ جي لهي تہ ڇا.

منهنجي سردار صاحب سان ڏيٺ ويٺ تہ اٺيتاليهہ واري زماني ۾ ٿي جڏهن آءُ آغا بدرالدين درانيءَ جو سياسي سفير ٿي وٽس وارد ٿيندو هيس. پر مون کي ساڻس قربت تڏهن حاصل ٿي جڏهن آءُ روزانہ انقلاب جو ايڊيٽر ٿي اچي سکر ۾ سهڙيس. ضلع لوڪل بورڊ جي صدارتي چونڊ جي موقعي تي، سردار علي گوهر خان مهر، مون تي ۽ رحيم بخش سومري، ٽنهي تي فوجداري ڏوهہ جا ڪيس داخل ڪيا ويا. الزام هي هيو تہ اسان ٽنهي گڏجي گهوٽڪيءَ جي مکيءَ کي سندس گهر کان پڃائي سکر ۾ آڻي ناحق بند رکيو هيو. ان سلسلي ۾ اسان تي ڌاڙو ناحق بند ۽ هٿيار کسڻ جا جدا جدا قلم لاڳو ڪيا ويا. اهي سڀ ڏوهہ درست هوا پر ان واردات ۾ سردار علي گوهر اسان سان شامل ڪونہ هيو. پر هڪ ياري ڏوهہ ۾ گڏ جوابدار هئڻ ڪري بہ اسان کي پاڻ ۾ ويجهو اچڻ جو موقعو مليو جا ويجهڙائي مرندي گهڙيءَ تائين قائم رهي.

ون يونٽ جي نوڪريءَ واري دور ۾ اسان ٻنهي جي لاهور ۾ وقت بوقت ملاقات ٿيندي رهي. ان زماني ۾ گهاٽي سنگت هوندي به مون هي يلي‌ءَ پت چاتو ٿي ته سردار صاحب ۽ مون وچ ۾ "وڇوٽي" هئي. اها "وٿي" شايد هن ڪري هئي جو عورتن جي حق ۾ ٻنهي جا رايا ۽ رستا الڳ هئا. غلط يا برابر، عورتن جي آءُ عزت ۽ حرمت جي حق ۾ هيس. مون لاءِ عورت هميشه زندگيءَ جي هڪ پراسرار پرولي پئي رهي آهي جنهن جو ڪو سر ۽ پاهوئي ڪونہ مليو اٿم. منهنجا به انهن حورن سان ڪيئي ٽڪر ضرور ٿيا جي لاهور جي سوڙهين گهٽين ۽ تنگ پاڙن جون زينت هيون. پر هر ڀيري آءُ پنهنجي ضمير جي لعنت ۽ ملامت ڪان پريشان ٿيندو رهيس. مون ڏٺو ته جسم ڪي ڌوئي صاف ڪرڻ ته سولو هيو پر ضمير جا داغ ۽ ڌٻا مٽائڻ اهنجا هئا. منهنجي اهڙن بي سود واعظن يا ممڪن آهي ته ڪنهن ٻئي سبب، سردار صاحب مون ڪان ڪجهہ عرصہ لاءِ پاسيرو ٿي رهيو.

١٩٥٨ع واري مارشل لا ۽ ان جي نتيجي ۾ ماڻهن تي مڙهيل جدا جدا مصيبتن سنڌ جي سياست ۽ سياسي شخصيتن جي جڙ اکيڙي ڇڏي. زرعي سڌارن جو اصلي مقصد هيو ته جيئن موروثي مالڪن جو حق ريٽي زمين جي مالڪيءَ جي نئين سر ورڇ ڪئي وڃي. جنهن عمل جو زمين جي سڌاري، پوک يا اُپت جي واڌاري سان ڪو واسطو هيوئي ڪونہ. بنيادي جمهوريت جي جا سوغات آندي وئي اها هر پاڙي اوڙي ڪي سياسي آڪاڙي بڻائڻ جي ترتيب ثابت ٿي. ون يونٽ ڪان مراد هئي ٻين جٽرن جاڳندن صوبن کي زنده دفن ڪري هڪ سڪيلڌي صوبي ڪي ورسائڻ. انهن اوطاقي سازشن سبب سنڌ جي سياسي ۽ سماجي زندگيءَ ۾ بي پناه بي وسي، مونجهارو ۽ مايوسي ڦهلي. اهڙي ٻوسٽ ۽ هٻس ۾ سنڌ جون ڪيئي املهہ شخصيتون دل هول جي هاويءَ ۾ هڇي ويون. سردار علي گوهر مهر به انهن ۾ هڪ هيو.

سياست ۽ سنگت سنڌي وڏيرڪي زندگي جون دلچسپ ۽ دل پسند مشغوليون هيون. خاص طور ان ماڻهوءَ لاءِ جنهن کي نہ هئي آل نہ اولاد. وورنهہ جي وسيلن وئي پڇاڻان جياپي جي آس ۽ اميد ڪي لهس لڳڻ هڪ لازمي امر هيو. زندگي جي آخري ايام ۾ عشق جو سهارو ورتائين، جو خودڪشي ڪرڻ جو اثرائتو ۽ ڪامياب طريقو هيو. وري غضب خداءِ جو. اهو به لاهور ۾ ! جتي جون چڙرون فقط ڌن دولت چوسڻ تي

راضي رهن تڏهن به چڱو. پر هو ته ڏاڍن جيان هنياءُ ڪري ڪانڊ تي به هريل هيون. مرحوم عزيز الله پيرزادو جو منهنجو ڳوٺائي ۽ سردار جو مخلص دوست هيو. هڪ ڏينهن مون وٽ ڪهي آيو ۽ اچي احوال اوريائين ته سردار صاحب ڪنهن فريب ۾ ڦاسي لڏي پلاڻي وڃي مريءَ ۾ ديرو دمايو آهي. سندس گهران به پيغام آيل آهي ته ڪيس ريهي ريبي بلا جي چنبن کان آجو ڪرائي اچون. جنهن ڪم لاءِ توکان وڌيڪ ٻيو ڪو دوست ڪارائتو ثابت نه ٿيندو.

ٻيئي ڄڻا سنبري جهاز ۾ چڙهي وڃي پنڊيءَ پهتاسين. ٽئڪسي ڀاڙي ڪري مريءَ وڃي سردار صاحب جا سلامي ٿياسين. سانجهيءَ ٽاڻي گهمڻ بهاني کيس ٻاهر وٺي اوٺائتا ٿي ٻنهي واري وٽيءَ تي مٿس خوب چوهر چنديا. کيس سندس حسب نسب ۽ حيثيت جي ياد تازي ڪرائي سون. ۽ ياري دوستيءَ جا واسطا وجهي اخلاق ۽ تهذيب جو ذڪر ڇيڙيوسين. سردار صاحب ماٺ ميٺ ۾ اسان جي بڪوات کي برداشت ڪندو رهيو. فقط هڪ ڀيرو منهنجي ڇهري کي چتائي ۽ گهوري ڏٺائين جڏهن مون هڪ غير عورت لاءِ "ڪسيرڪ ۽ ڪسبڻ" جو گٽو اکر اُچاريو. جنهن عورت کي فقط مون فقط هڪ ڀيرو مس ڏٺو هيو. جڏهن اسان جي اپٽار پوري ٿي ته پڇي پڪ ڪيائين ته اجان ڪجهه وڌيڪ چوڻو ته نه هو. پوءِ وارو آيو سردار صاحب جو-

"جي چڱا مڙس ڳالهه ته ٻڌو. مارشل لا آيو، اسان جي سياست وڃي جا اسان جي مشغولي ۽ وندر هئي. لئنڊرفارمس آيا ته اسان جي زمينداري ختم ٿي جنهن دولت جي دم سان اسان جي رهائي رسائي، دوستي ۽ دسترخانو قائم هئا. آل اولاد، اوهان کي خبر آهي ته مون کي آهي ئي ڪانه، جنهن جي پالنا ۽ پرداخت لاءِ آءُ ويهي مٿا ڪٽا ڏيان. باقي وڃي رهي هڪ رن. اها به اوهان جي اندازي مطابق هڪ ڪسيرو به ڪونه لهي. ان لاءِ به اوهين پٽڪا ٻڌي آيا آهيو ته ڪيس ڇڏيان! اڙي اوهان کي ڪو حياءُ ۽ شرم به آهي؟ ڪو خدا جو خوف يا ڏر، يا نه؟ اسان وٽ باقي بچيو ڇا آهي؟ جنهن جي ڏاڙي هٽڻ لاءِ اوهين سنبري هت آيا آهيو؟ . . . هاڻي حڪم اوهان جو" . . . اسان ٻنهي جا ڪنڌ شرم ۾ هيٺ هئا. جيڪر زمين ڦاٽي پوي ها ته آءُ ته هوند ٽپو ڏيئي ٻڏي مران ها . . .

اهو ڏينهن اهو شينهن مون وري ڪڏهين ڪنهن کان ڪجهه ڪسڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي.

# ٻيائي ڪنور

راءِ ڏياچ گرنار جو هاڪارو حاڪم هيو. سندس سخا جي ساک ملڪان ملڪ مشهور هئي. ڪنهن سمي، ٻيجل نالي هڪ چارڻ پنهنجو سرندو سينگاري وٽس ڪهي آيو. چنگ چوري، تند تنواري ساز جي آواز ۾ پنهنجي آلاپ سان راءِ ريجهايائين. راجا راضي ٿي چيو تہ مڱڻا "گهُر جيڪي گهرڻو اٿيئي." سائل سڱن هنئين تہ "جا مڱي تو مڱيا تنهن سر سوالي آهيان" راجا وراڻيو تہ بس! گهري گهري بہ مڱو گهريئي. چڱا مڙس سڪڻي هڏ ڪان توکي ڇا هڙ حاصل ٿيندو؟ ڇگو ٻلا ٻڌاءِ تہ سر ڏڙسوڏو ڏيانءِ يا ڏڙ سواءِ؟ سائل سر جي سودي تي اٽل رهيو. ڏياچ ڪنڌ نوايو ۽ مرڪندي هڪل ڪيائين "تہ وڍِ سر ٿي سرهو." پوءِ بقول ٻٽائيءَ جي "تند ڪٺارو ڪنڌ ٿيئي پرتا پاڻ ۾."

مون نہ ٻيجل ڪي ڀڏو ۽ نہ راءِ ڏياچ ڏٺو. پر مون هڪ اهڙو لکن جو رانجهو ضرور ڏٺو ۽ ٻڌو جو سريلو بہ رس ڀريو هيو، سخي بہ اهڙو جو ڏيئي نہ ٻچاري ۽ ٻچاڙيءَ جو سر ڏيئي ان عيوض ابدي حيات ماڻيائين. اهڙو مائيءَ جو لال ۽ سنڌڙيءَ جو راءِ ڏياچ هيو ٻيائي ڪنور ڀڳت.

ٻيائي ڪنور، ميرپور ماٿيلي تعلقي جي هڪ واهڻ "جروار" جو ڳوٺاڻو ۽ هڪ مسڪين ۽ فقير منش هٽ واڻيو هيو. سندس علمي لياقت تہ پنجن سنڌي درجن ۽ هٽڪي اکرن جي سڃاڻ تائين محدود هئي. پر اندر جو سوجهرو الاهي هيس، جنهن جو جرڪو سندس پيشانيءَ ۾ پيو ٻڪندو هيس. ڏيک ويک ڪان ڪوهين ڏور، ڪپڙي لٽي ۾ سادڙو، ڳالهہ ٻولهہ ۾ سٻاجهڙو نماڻو ۽ قرباڻو. ٻيا جوان ۽ ٻار تہ ڇڏ پر اڌ اگهاڙي ٻينو فقير سان بہ ڳالهائيندو تہ ٻيئي هٿ ٻڌي! ڄڻ هٿ جوڙي معافي وٺي رهيو هيو. مون کي ياد نہ آهي تہ ڪنور، سواءِ ٻانهون ٻڌڻ جي ڪنهن سان بہ مخاطب ٿيو. معلوم ائين ٿيندو هيو ڄڻ سندس ٻنهي ڪراين ۾ آزي ۽

عاجزيءَ جون هٿڪڙيون پيل هونديون هيون.
جي عاجزي سندس عادت هئي تہ راڳ سندس عبادت هئي. ننڍڙي لاڪر ڳائڻ سان دلي لڳاءُ هيس جو وڏندي وڌ ويڙهي ٿي، سندس رڳ رڳ کي وڪوڙي منجهس سمائجي ويو. ڳائڻ ذات آهي جنهن کي ڏاتر ڏئي، پوءِ ڪي ان کي پيٽ پوجا جو وسيلو بڻائن، ڪي ان پاڪيزه سوغات کي جسماني خواهش ۽ نمائش سان گاڏڙ ڪري پنهنجي ڪاڪ ڪاري ڪن. ڀائي ڪنور "آلاپ" کي سچي سائينءَ جي سوکڙي ڄاڻي ڪيس ڀڳوان جي ڀڳتي لاءِ ارپڻ ڪري ڇڏيو. ڀڳت ۾ آئي پنهنجي آلاپ جي ابتدا "سائين جي ساراه" سان ڪندو ۽ هميشه پوئين اسر ڪان شروع ٿي پره ڦٽيءَ تائين وڄندو ۽ نچندو رهندو هيو. سر آساوري ۽ پرڀاتي سندس دلپسند سر هوا. اسر ويل اٽي "الک اورڻ" جي لئہ ۽ سواد جو پتو انهن کي بخوبي هوندو جن ينيرڪي جو اٽي پنهنجو رام ريجهايو هوندو. مون جهڙن گڏهن کي ڪهڙي خبر اهڙي موج ۽ مزي جي، جن پنهنجي عمر ۾ سج کي ايرنديئي بہ چار دفعا مس ڏٺو هوندو.
ڀائي ڪنور جي ڀڳت ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جهڙي هوندي هئي. توڙي جو ان لاءِ اوجاڳو ۽ اوسيئڙو ڪڍڻو پوندو هيو. ڇاڪاڻ تہ جڏهن هئومئو ٽري، اڌ رات وهامي اسر ٿئي تہ پوءِ ڪنور نڪري نروار ٿيندو. جسم تي جامون جلويدار پهريل، مٿي تي پڳڙي ۽ ڳچي ڳل ٻوچڻ جو ڳارو ۽ پيرن ۾ گهنگهرو. ڇيم ڇيم ڪندي ايندڙ ڏسبو تہ اهوئي ڀيٺي ٻانهون ٻڌل، ڪنڌ ۽ ڪيازي نوڙت ۽ نيازيءَ ۾ جهڪيل، هر آئي وئي ۽ هر وينل ۽ بينل کي نمسڪار ۽ پرنام ڪندي، ميڙ جي وچ ڌاري اچي پنهنجي جاءِ تي ويهندو. جوڙيل هٿ ٽوڙي هڪ ڪن تي ۽ ٻيو هٿ ٻڌندڙن جي سڌ ۾ سڌو ڪندي چپ چوريندو تہ پهرين هڪل اها هوندي تہ "شل ڪا ٻاجهہ پوئي."
پوءِ شروع ٿيندو ڪلام عارفاڻو يا فقيراڻو، ڪڏهن ڪبير يا فريد جو، ڪڏهن بيڪس ۽ بيدل. پر عام طور تي "شاه ڀٽائي". ڪنڊڙيءَ جي فقيرن يا گهڻو ڪري ڀٽائي گهوٽ جي ڪلام ڳائيندي ڪنور جي ڪيفيت ڏسڻ وٽان هوندي هئي. آلاپ کي عروج ۽ اوج تي آڻي موج ۾ مست هاٿيءَ جيان پيو نچندو جهومندو ۽ رڙندو. "مون کي تن ماروئڙن جي، تن سانگيئڙن، تن ڏوٿيئڙن جي- آءُ ڪانگا آءُ ڪانگا، آءُ ڪانگا ڪر ڳالهہ مون کي تن پانڌيئڙن جي . . . ." ايو اوساريندي سندس نماڻي نيڻن کون نير جاري ٿيندو. اکين جو آب ڇلڪندي ريلا ڏيئي پيو وهندو ۽

نچندي وڏڦڙي جيان پيو ٽمندو. آلاپ جو اهو پتو نہ پوندو تہ گونج آهي يا گاج. "ڪين وٽن، ڪينَ وٽن . . . . ڪين وٽن تنهنجا ماڙيون ۽ بنگلا . . . مصرع تي اچي سندس ڪنڌ ڏونڻ بہ لهر ۾ ايندي. ڪين وٽن . . . سون ڪڙيون ڪنمال . . . مون ڪي تن ماروئڙن جي . . . " پهريون پاڻ اڪيلو ٿي رنو ۽ رڙيو پوءِ تہ "ڪيئي وڏيرا روئندي ڏٺم راج ۾." ڪنور جو ڪمال اهو جو هر جيءَ ۾ جادو لائي ڏيندو ۽ محسوس ائين پيو ٿيندو تہ هر ٻڌندڙ جو اندر مالڪ اڳيان پيو ٻاڪاري تہ ڪي بندياڻي هن بند ڪان، آءٌ ٻن ڏيان هن خاڪي ڪوٽ ۽ سندس سونهري ڪنگرن ڪي.

ورهاڱي کان اڳ "پڳت" هندو سنڌي ثقافت جو اهم حصو ليکي ويندي هئي. هر ڳوٺ خواه شهرن ۾ عام ڏڻن، ورسين يا خوشيءَ جي موقعن تي "پڳت" جو انتظام ڪيو ويندو. اڄ ڪلهہ جي قوالن جيان پڳتن جون بہ ڪيئي ٽوليون هونديون هيون. پڳتين ۾ شهري ۽ ڳوٺاڻا هر قسم جا ماڻهو شريڪ ٿيندا هوا ۽ ماڻهن جي ميڙ جو دارومدار پڳتن جي ساک تي هوندو هيو. ڪنور جي پڳت هڪ عوامي ميلي جو ڏک ڏيندي هئي. ماڻهن جي پيهہ جو سبب ڪنور جي آلاپ علاوه سندس سَخا هئي. جو ڪجهہ معاوضہ ملندو هيس، اهو ٽڏي تي غريبن ۽ فقيرن درميان ورهائي ڇڏيندو هيو ۽ ڪيس ڪافي ڪجهہ پلئہ پوندو هيو. هڙان ۽ وڙان تہ ڏيندو هيو پر جي حاجتمند ۽ محتاجن جي حاج پوري ٿيل نہ ڏسندو هيو تہ پڳت دوران پنهنجي جهولي جهليندو هيو. پهرياڻ جو پاند هٿن ۾ ڦهلائي هوڪو ڏيندو تہ "پائي ڏهہ هزاري جهولي آهي جو پرپندو جس ڪٽندو تہ سچو سائين سندس پلو ڪندو." مون کي ياد نہ آهي تہ ڪڏهن سندس جهولي خالي ويئي. جهوليءَ واري رقم سفيد پوش محتاجن وچ ۾ ورهائي ويندي. ڪن ڪي نياڻيون اُڻارٽيون هونديون هيون ۽ ڪين ڏاج ڏيوڻ جي پهچ نہ هئي، ڪن مٿان وري قرضن جا انبار چڙهيل هوا. ڪي وري اهڙا ڦڏن ۾ ڦاٿل هوا جن جو حل سواءِ ناڻي جي نہ هيو. رقمون اهڙي مخفي ۽ ڳجهہ ڳوه ۾ تقسيم ٿينديون جيئن لوڪ لکا نہ پوي تہ سوالي ڪير هيو ۽ ڪيس ڇا مليو.

ڪنور جي سخا ڪنهن خاص فرد يا طبقي تائين محدود نہ هئي. محتاجن ۾ اڪثريت مسلمانن جي هوندي هئي. هندن ۾ پنڻ جو شونق ۽ شغل البت گهٽ هوندو هيو. خير خيرات ۾ ڪنور ڪنهن جي منهن کي ڪڏهن نہ ڏٺو. جو آيو سو اگهيو. ڪيس فقط هي احساس هوندو هيو تہ ڪو ماڻهو

تڪليف ۾ آهي ۽ سندن ڏک ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ سندس فرض ادائي هئي.

جڏهن ڪنور جي شاديءَ جي ٿَت ٻڌي ويئي تہ ٿن ڏينهن بعد هڪ شائق، ڪنور کي سنڌس ڪنوار لاءِ چار جوڙا ڪپڙن جا پيرت پريل هڪ بوسڪيءَ جو ٿان ساڻ ڪري ڪيس نذراني طور ڏيئي ويو. ڀائي ڪنور ڪپڙن جي ڳنڍ ونئي گهر رکي ڇڏي. ساڳي ڏينهن شام ٽاڻي هڪ مسڪين مائي اچي سندس گهر جو ڪڙو کڙڪايو. چي ابا نياڻيءَ جي شادي رچائي اٿم. سياڻي گهوٽيتا اچي گهر سهڙندا. ماني تہ آهي الله جي، پر گهوٽ ڪنوار لاءِ جوڙا پوتا ڪٿان آڻيان؟ آءُ بيواهي رن زال! ڪٿي در در وڃي هٿ ٽنگيان؟ ڀائي ڪنور اندر وڃي ڳنڍ ڪٺي اچي ٻڍڙي مائيءَ جي حوالي ڪئي. چي امڙ وٺ پنهنجي امانت. مون صبح کان ويٺي سانڍي. شڪر ٿيو مال اصلي مالڪن کي مليو. ڀائي ڪنور پلجي بہ ڪڏهن پاڻ تي سخاوت جو الزام مڙهجڻ نہ ڏنو، هميشه چوندو هو تہ ڀائي مون وٽ آهي ڇا جو ڪنهن کي ڏيان؟ ڏيڻ وارو ٿو ڏئي ۽ وچ ۾ آءُ اچي خوامخواه ڦاٿو آهيان. ڇني لکندڙ هڪڙو ڇني ونندڙ بيو پر سرنامون هميشه هوندو. "معرفت منهنجي ۽ ڦري ملي فلاڻي کي" ڏيئي نہ پچارڻ جي ڏات جا ڪنور کي حاصل هئي ان لاءِ ڪيئي روئندا ڏٺم. جمشيد مهتا جي سوانح حيات پڙهندي جڏهن سندس هي دعا پڙهيم تہ "اي جڳ جا ڏٽي مون کي ويساري جي ايتري توفيق عطا ڪر جو جڏهن بہ تنهنجي نالي تي ڪجهہ ڏيان تہ اهڙو عمل هڪدم پلجي وڃان ۽ اهو ڪڏهن ياد نہ رهيم تہ مون ڪجهہ الله ڪارڻ ڏنو." تہ مون کي ڪنور ياد اچي ويو. ڪيترو نہ خوش نصيب انسان هئو جو کيس اهڙي دعا گهرڻ جي لوڙ ئي نہ هئي.

زندگي ۽ موت الله پاڪ جو خاص پورٽ فوليو آهي جنهن ۾ ڪنهن کي بہ ڀائيوار نہ بڻايو اٿس. ها البت سندس دائره اختيار ٻيا بہ گهٽائي آهن. جهڙو شفا، انصاف ۽ سخا، جن جي نقش قدم تي انسان جيڪڏهن دز برابر بہ پيروي ڪري ٿو تہ قدرت کيس نعمتن سان ايترو مالا مال ڪري ٿي جو سندس هيٺي هٿ طفيل هزارها حاجتمندن جي مشڪل ڪشائي ٿي ٿئي. دراصل پوءِ اهو انسان قدرت جي ڪاروبار جو هٿيو بڻجي وڃي ٿو. ڇاڪاڻ تہ دنيا ۾ ماڻهن جا جملي مسئلا ۽ معاملا انسانن ذريعي ئي ادا ٿين ٿا. قدرت جو اولين ۽ اٽر قانون هي آهي تہ حيلي رزق ۽ بهاني موت. "الله ڏنو" ضرور ٻڌندا ٿا اچون، پر هي ڪڏهن بہ نہ سٽيو سون تہ ڪو "الله ماريو" بہ ڪنهنجو نالو آهي!

جئن جئن وقت گذرندو رهيو پائي ڪنور جي وسيلي آلاپ جو پڙلاءُ، سندس سنت ۽ سخي هئڻ جي ساک چوڏس چوڏار هڪ ڪستوريءَ جي خوشبوءِ جيان ڦهلندي رهي. پري پري جا ماڻهو سفر جا جاڪوڙا ڪڍي وٽس اچڻ لڳا.پوءِ ڪي سندس راڳ ٻڌڻ، ڪي آسيس ۽ آشيرواد وٺڻ ۽ ڪي فقط درشن پسڻ لاءِ. اسان جي ملڪ ۾ عام ماڻهن خاص طور غريب ۽ مسڪين عوام جي ڏکئي وقت پرگهور ۽ پرداخت لاءِ ڪي بہ ادارا وجود ۾ نہ آهن. ان باعث اسان جي ديس جا اڪثر ماڻهو ڪنهن سهاري اپل ۽ آسري جي تلاش ۾ رهن ٿا. اسان وٽ ويچاري ماڻهوءَ جي بيڪسي ۽ بيوسيءَ جو عالم هي آهي جو جيئرا ماڻهو "مئن" وٽ فقط هن لاءِ حاضري ڀرين ٿا تہ جئن سندن روزمره جي ضرورتن جي پورت ٿئي ۽ سندن مشڪلاتون آسان ٿين. پائي ڪنور تہ جيئرو جاڳندو ديوتا هيو. سو ماڻهن ۾ سندس مڃتا ۽ مقبوليت ۽ عقيدت ان قدر عام ٿي چڪي جو واڻين آخر ڪيس "اوتار" ڪري پوڄڻ شروع ڪيو- جو سلسلو اڳتي هلي پائي ڪنور جي سر ڏيڻ جو ڪارڻ بڻيو.

ماه جولاءِ ١٩٣٩ع جي هڪ ڏينهن نياڳي سکر جي اناج بزار ۾ هڪ مسلم نوجوان جو ڪنهن هندو دڪاندار سان "تون ڇا تون ڇا" ڪندي تڪرار ٿي پيو. انهيءَ دور ۾ بدقسمتيءَ سان هندو مسلم ڇڪتاڻ چوٽ تي چڙهيل هئي، ساڪرو هندو تعصبي آگ ۽ فساد ڦهلائڻ جا ڪوڏيا هوا. مسلمان نوجوان کي اڪيلو ۽ بي هٿيار ڏسي چند بي خير هندو دوڪاندارن نہ فقط سندس بيعزتي ڪئي، پر ڪيس مارڪٽ پڻ ڪئي.

اهو نوجوان پير پرچوندي شريف جو نينگر هيو، جو سکر شهر ۾ اناج جي سودي لاءِ آيل هيو. نوجوان واپس ڳوٺ ورندو ويو. ۽ پنيور کي باهہ لڳندي ويئي.

پرچونديءَ جي مريدن ۾ تاءَ اچڻ هڪ لازمي امر هيو، پر سکر جي ڪليڪٽر مسٽر ڪوٺا والا جي بروقت جوڳا قدم کڻڻ ڪري هندو مسلم فساد ٽري ويو. هندو پنچات طرفان معافي ورتي ويئي ۽ اهو اڻ وڻندڙ واقعو وقتي طور تي لئہ مٽي ڪيو ويو. پر پرچونديءَ جي ڪن شيدائين ۾ شورش بدستور قائم رهي ۽ انتقام وٺڻ جو بهترين طريقو هي رٿيو ويو تہ جملي هندو جاتيءَ کي اهڙي ياري سزا ڏني وڃي جو عمر ڀر ياد رکن. ان فيصلي جو نزلو اچي ڪنور تي ڪريو ڇاڪاڻ تہ هو سنڌ جي هندن جو مقبول عام، مهاتما ۽ مهاپرش هيو. هي هيو ڪنور جو قصور! ڪنور جي ڪوش جو ڪارڻ!

# مولوي شير محمّد قريشي مرحوم

١٩٣٣ کان ١٩٣٦ع تائين، ٽن سالن وارو عرصو مون لاءِ ڪمال در بدرائيءَ وارو زمانو هيو. ڪجھ بابي مرحوم جي تڪڙين بدلين ڪري ۽ ڪجھ پنهنجي اڏنگي افعالن سبب منهنجي پڙهائي رولڙي ۾ پئجي ويئي. ابو امڙ آخر ان نتيجي تي پهتا تہ مونکي وڏيڪ گهڻ مٿ پڙهائڻ پاڻي ولوڙڻ برابر هيو جنهن ڪان ڪو ڪڙ تيل نڪرڻو نہ هيو. ان ڪري فيصلو هي ڪيو ويو تہ مون کي ڪنهن ڪاريگر وٽ هنر سکڻ لاءِ ڇڏيو وڃي. امڙ جو وري هي خيال بہ هيو تہ دنيوي هنر سان گڏ ڇوڪر کي ڪجھ ديني سمر بہ ساڻ هجي تہ چڱو. ٻئي مئايون گڏ ۽ ساڳئي ڏينهن تي ورهايون ويون. مون کي صبح جو ميان احمد وٽ سونارڪو شام تائي ڪم سکڻ ۽ مولوي شير محمد صاحب وٽ ڪلام الله پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو.

ميان احمد ڏهرڪيءَ جو وينل هيو ۽ روزانہ صبح جو پنهنجي پراڻي ڦٽ ڦٽيءَ تي چڙهي اوٻاڙه پهچندو هيو. آءُ سويري سندس دڪان کولي ڇنڊ ڦوڪ ڪري سونارڪا سنج سنواري ويهندو هيم. جڏهن سندس ٻڌا گراهڪ جي اڳواٽ اچي دڪان جو در وٺندا هوا تن کي بہ آٿت ڏيندو رهندو هيس تہ "استاد" اجهو ڇاڻ آيو ڪي آيو. منجهند ٽاڻي آءُ ڄام پنيي جي بنگلہ لڳ واري قديمي مسجد ڏانهن وڃي مولوي صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيندو هيس. ٽپهريءَ تائين جهلي بہ ڇڪيندو هيس ۽ پنهنجو سبق بہ پڪو ڪندو هيس. وري جي جهلڙيءَ جو وارو هيو ڪو وٺرائيندو هيو تہ آءُ مولوي صاحب جي پيرن کي مروڙا ڏيڻ ۽ مڪڙيون هٽڻ ۾ جنبي ويندو هيس. سومهڻي ويل واپس اچي گهر پيڙو ٿيندو هيس.

بادشاهي الله جي آهي پر ا هن ڏينهين اوٻاڙه ۾ راڄ ڄام پنيي خان جو هيو جو راجا ڏاهر جي والي وارث هئڻ ڪري سرڪارڪان انوڳ (مالي اُپت جو انون حصو) وٺندڙ هيو ۽ ڏهر قوم جو لٺ سردار پڻ هيو. ڪامورن ڪڙن جي اچ وڃ وٽس ڄام هئي. باقي غريب غربي جو وهڪرو

مولوي صاحب جي رخ ۾ هيو. مسجد ماڻهن سان ڇُلڪندي هئي. هڪڙيون ٻهيرون ويٺديون هيون تہ ٻيون سندن جڳهہ والارينديون هيون. سائين جي دوا، دم ۽ دعا گڏ "هٿ شفا" جي بہ هاڪ هئي. هٿ هميشه حاج ۾ هوندا هئس. بيمارن جي نبض شناسيءَ کان واندا ٿيندا تہ وري بيڪسن ۽ بي سهارن جي دعا لاءِ اپا ٿيندا. ڪي تہ فقط اها آس بہ ڪٺي پنڌ پوندا هئا تہ سائين جي هٿين پني نپائي اچون.

هٿن تي پرتا ڏسندي مون هميشه ائين پئي سمجهيو آهي تہ دل يا دماغ تہ فقط نالي ماتر انساني اڏاوت جا تهہ خانا آهن باقي سخا ۽ شفا جي مٽيا تہ انساني "هٿن" ۾ سمايل آهي. چون ٿا تہ قسمت جون ليڪون بہ هٿ ۾ ليڪيل آهن پوءِ هي خبر نہ آهي تہ انسان جي هٿ وس بہ آهن يا نہ. الله نہ پلائي تہ سڪندر اعظم دنيا جو پهريون ماڻهو هيو جنهن ان ڏس ۾ ويچار ڪيو هيو. چوي ٿو تہ "سنڌي" دنيا جي اڪيلي قوم آهي جا پنهنجي "زبان" جو ڪم "هٿن" کان وٺندي آهي، پوءِ ڪڏهن هٿ "اُيا" ڪري ڪڏهن "سيني تي ڌري" ۽ ڪڏهن وري ٻيئي "هٿ جوڙي".

ارسطوءَ جو چوڻ آهي تہ "خوبصورتي" پنهنجي سر هڪ بهترين سفارش آهي. برابر هوندي. پر ڪنهن کي پيرائتي ۽ سرپستي سونهن عطا ٿيندي تہ ڪنهن کانہ ڏني. هونئن بہ قدرت پنهنجي حسن جي خيرات قناعت سان ڪندي رهندي آهي ۽ ڪو ونواه جي ٻُڪيءَ جيان ٻڪ پري تہ ڪونہ ورهائيندي آهي. ائين نظر وڍائيءَ خاطر ڪنهن جي ترڻ تي ڪو داڻو ڪٽو رکندي آهي. پوءِ ڪنهن کي "اڪيون رب رکيون" تہ ڪنهن کي "ڏند دلبند" اهڙو بختاور ڪو لکن ۾ ورلي جنهن کي پنڊارو پري ورسايو هجيس. سائين بہ هڪ اهڙو خوش نصيب هيو جنهن کي هڪوار ڏني چرڪ نڪري ويندو هيو. امالڪ اکيون مهٽيون پونديون هيون تہ خواب هيو يا ساپيا. هي تہ سندس جلوو هيو سٺ سال عمر ۾. جهلڙي چڪيندي مون بہ سائين جي سونهن تي ڏاڍيون اکيون سيڪيون. جڏهن پاسو ورائي آرامي ٿيندا هوا تہ منهنجون اکيون وسامڻ جا پهہ پڇائينديون هيون. ڪنهن ٻڌايو هيم تہ الله وارن جي سڃاڻ ڪرٽي هجي تہ سندن پنيءَ پوئٽان ڪا آيت پڙهي وڃي تہ هڪدم ڪين چاڻ ٿيندي آهي. ڇاڪاڻ تہ اها الله جي ڪلام جي بي ادبي آهي. مون بہ ان نسخي کي آزمائيندي سائين کي سک سمهڻ نہ ڏنو. ڪڏهن تہ چرڪ پري وٺي ويهندو هيو. مون کي ان زماني ۾ اها خبر خير ڪا هئي تہ سائين ساري رات جاڳي سبحان

ساريندو آهي.

عام ماڻهو پنهنجا ڏک سور سهيڙي ۽ سهڪندي اچي وٽس دم پڙهندا هوا. ڪي تہ دل جا غبار ڪڍندي ڪڪر جيان ڦسي پوندا هوا. سائين وٽ دم دلاسا ۽ دعا جي ڪا کوٽ ڪانہ هئي. "الله خير ڪريسي" جي ڏم متل هوندي هئي. ڪڏهن ڪنهن سان ڪوڙي منهن پيش نہ آيو ۽ نہ وري ڪڏهن سندس پيشانيءَ تي ڪو گهنج يا گهنڊ آيو. سواءِ هڪ دفعي جي، جڏهن هڪ ڏسٽو وائسٽو ماڻهو وٽس اچي هڪ عجيب و غريب قسم جو سوال ڪيو. احوال اوريندي چيائين تہ سائين، منهنجي هڪ پياري دوست تازو عشق ۾ شادي ڪئي آهي. پر بدقسمتي سان هاڻي هنهي زال مڙس وچ ۾ رنجش پيدا ٿي آهي. هاڻ عرض هي آهي تہ اوهين مون کي اهڙو تعويذ لکي ڏيو جيئن منهنجي دوست جي گهر واري مون سان ٺهي وڃي تہ پوءِ آءٌ کيس ويهي سمجهايان تہ ڏاهي ٿيءُ ۽ مڙس سان چا لاءِ ٿي رُسين. مولوي صاحب جي منهن جو رنگ تامڙي هڻي ويو. پر پاڻ تي ضبط ڪري ۽ ڪنڌ هيٺ ڪندي فقط ايترو فرمايا ئين تہ "ابا باقي دلالي ڪنهن کون آکندين؟ الله تسان کون هدايت ڏيوي. مين هڻ کي آکان."

اڪثر وٽس اهڙجهہ ۽ سادا سودا ماڻهو ايندا هوا. هڪ ڀيري هڪ ڏونڏو ذات جو ماڻهو پنهنجي بيمار پاءُ لاءِ دوا وٺڻ آيو جو ٻن هفتن کان سخت بيماريءَ ۾ مبتلا هيو. مولوي صاحب حال ٻڌي نسخو لکي کيس ڏنو ۽ کيس ترڪيب سان گڏ رک پڙ ڏسي. ڏونڏوءَ پڇيو تہ "سائين دوا ڪنهن ڪنون گهنان؟" سائين سمجهايس تہ بزار ۾ سانول ۽ طوطو مل ٻہ پساري هئا ۽ ڪنهن ٻہ هڪ وٽ وڃي دوا وني. جي "پڇي ڪيوين ڪران" سائين وري ٻڌايس تہ پڙين کي پاڻيءَ ۾ پسائي ۽ ٺهڪائي جڏهن پاءُ پاڻي بچي تہ ٻہ ويلا ڪري بيمار کي پياري ڇڏ. "پڇي ڪنهن ڪنون گهنان؟" پڇي ڪيوين ڪران؟ اهي سوال واري وٽيءَ تي ڪلاڪ ڪن پڇندي ڏونڏوءَ سائين کي ٿڪائي ڇهہ ڪري ڇڏيو. پر مولوي صاحب مرڪندي هر وار حيلو وسيلو ٻڌائيندو رهيو. هفتي ڏيڍ بعد ساڳيو ڏونڏو پاڻ سان پتاشا ڪٺي اچي مولوي صاحب جو منهن منو ڪرايائين ۽ مبارڪ ٻہ ڏنائين تہ سائين بيمار بلڪل نيڪ ٿي ويو. مولوي صاحب مرڪندي

سندس سوال ورجائڻ شروع ڪيا. "ڪنهن ڪنون ڳنڍءِ؟" پڇي ڪيون ڪتوءِ"؟ سائين تسان جهڙي چني ڏني ها اونڪون پاڻي وچ ٽڪا ٽڪا ڪر پراءِ نون پلا ڏتر." معلوم اهو ٿيو تہ ڏونڏوءِ مورڳو دوا ورتي ئي ڪانہ هئي ۽ فقط نسخي کي پاڻيءَ ۾ ٽهڪائي مريض کي پياريندو رهيو. رب مٺي جي قدرت. بخار غائب ٿي ويو. رب جن سان جيڏو تن سان تيڏو.

هڪ ڏينهن ڏٺم تہ ڪو ماڻهو مسجد جي دريءَ ٻاهران ليئا پائي وري هليو ٿي ويو. پهر پلڪ ڪان وري ٻيهر اچي واجهائي واپس ٿيو. آخر ٻنپهرن جو سائين کي اڪيلو ڏسي اندر گهڙي آيو ۽ مون لاءِ بہ مرضي هيس تہ جيڪر هليو وڃي تہ بهتر. آءٌ بي حيائي ڪيو جهليءَ کي زور سان چڪيندو رهيس. اچڻ شرط سائين جي قدمن تي ڪري زارو زار روئندي احوال اوريائين "سائين مون سان وڏي ويڌن آهي." جڏهن بہ آءٌ ڪنهن مسلمان لاءِ ٻڌندو آهيان تہ ڪيس ڀاڳ بخت وارو ڏنو. ڪيس مال ملڪيت ملي آهي، يا ڪيس سونهن ڀري سهاڳڻ پلئہ پيئي آهي يا اولاد صالح اٿس، تہ مون کي روحاني تڪليف شروع ٿيندي آهي. سمورو وقت جلندو پچندو ۽ ڪامندو رهندو آهيان. اهو ساڙ ۽ حسد فقط مسلمانن لاءِ آهي باقي ٻئي ڪنهن دين ڌرم واري کي بخت پڙائي تہ مون کي ڪا ڪوفت ڪانہ ٿيندي آهي. مولوي صاحب سندس لاءِ دعا جا هٿ کنيا ۽ ڪيس وظيفو بہ ڏسيو. وڃڻ وقت ڪيس ڳراٽڙي پائي پنهنجي سيني سان لڳايائين. ڪيس مبارڪ ڏيئي چيائين تہ هو مومن هيو جو ڪيس پنهنجي ڪدورت جو احساس هيو ۽ اهڙي احوال ڪرڻ جي جرئت بہ هئي، ورنہ هن زماني جي گهٽن مسلمانن جي دلين جي روئداد ساڳي هئي.

مولوي صاحب جو وڏو ڪرشمو هي هيو جو پوليس وارا جي عام طور ٻي پير ۽ ٻي مرشدا سمجهيا ويندا آهن سي سڀ سندس سڳي ڌاڳي ۾ هوا. نہ فقط اوٻاڙه، ڏهرڪي يا ميرپور ماٿيلہ جي پوليس. پر سموري سکر ضلعي ۽ سنڌ جي اڪثر پوليس سندس مريد هئي. هي اهو زمانو هيو جڏهن نہ فقط پوليس ٿاڻن ۾ مسجدون تعمير ٿيڻ لڳيون پر نمازين سان ٽمٽار ڏئيون ويندبون هيون. پوليس وارن تي ڪا آپدا آئي تہ ڪين چاڻ هوندي هئي تہ سندن داد فرياد ڪٿي ٿيندو.

هڪ ڀيري اوٻاڙه ٿاڻي جا پوليس وارا بابي مرحوم جي اڳواڻيءَ ۾ مولوي صاحب وٽ اچي عرض ڪيائون تہ سندن ضلعي سکر وارو ڊي ايس پي صاحب ڪنهن انڪوائري جي سلسلي ۾ اوٻاڙه اچڻ وارو هيو.

اهو ڊي ايس پي (جنهن جو نالو تہ پرتاب راءِ هيو پر پوليس وارا حقارت کان کيس پيشاب راءِ سڏيندا هئا) اهڙو ظالم عملدار هيو جو جتي منزل انداز ٿيندو هيو تہ اتي کان گهٽي ٽاٽي کي سسپينڊ ڪري ڇڏيندو هيو. وفد ياران دعا لاءِ التجا ڪئي ويئي تہ جيئن اهو نياڳو اوباڙہ نہ اچي. مولوي صاحب پنهنجي دستوري "الله خير ڪريسي" چئي ڪين دلداري ڏيئي واپس ڪيو. ٽئين ڏينهن تي ساڳي وفد وري اچي مولوي صاحب کي اطلاع ڏنو تہ هو ڪمبخت سکر کان ريل ۾ چڙهي چڪو هيو. سانجهيءَ ٽاڻي وري بہ پوليس وارا سهڪندي اچي سائين کي ٻڌايائون تہ ڏهرڪيءَ کان ٽانگي ۾ چڙهي اوباڙہ پهچڻ وارو هيو. مولوي صاحب غضب ناڪ ٿي چيو تہ "الله ڪريسي نياڳا اتي نہ آسين." رات جو پتو پيو تہ پرتاب راءِ جو ٽانگو ڏهرڪيءَ کان ٽن ميلن جي پنڌ تي اونڌو ٿي پيو هيو ۽ سندس ٽنگ ٽن هنڌان ٽڙڪي پيئي هئي ۽ هو پاڻ ڪٽائي واپس ريل ۾ سکر ويل هيو. ٻئي ڏينهن تي سيئي پوليس وارا سائينءَ جي حضور ۾ آيا. باغ بهار هئڻ ڪري سيني جا ڇهرا سرها هوا پر ڪڇيو ڪنهن بہ ڪونہ. فقط هڪ فقيري نالي پوليس واري سائين کي عرض ڪيو تہ "سائين هڻ ايجهي دعا هووي جو ڪوئي فقير منش دال کاوڻ والا بندا ڊي ايس پي بڻ ڪي آوي". سائينءَ مرڪي پڇيو تہ "ابا ڪهڙي دال کاوڻ والا آوي، منگان دي يا ڇٽيان دي دال." فقيري چيو تہ "سائين ڇٽيان دي دال والا آوي." ڏيڍ هفتي کان پوءِ هڪ نئين ڊي ايس پي صاحب جو آرڊر ٿيو جنهن جو نالو تہ چرنجي لال هيو پر اوباڙہ ۾ "ڇٽن جي دال" نالي سان مشهور هيو. هو هڪ درويش صفت همدرد ۽ هڏ ڏوکي عملدار هيو جنهن جا ڳڻ اڄ ڏينهن سوڌو پيا ڳائجن.

آخر اهو سمون بہ آيو جڏهن اوباڙہ پوليس باجماعت مولوي صاحب جي بيعت ڪري رشوت حرام خوري ۽ ظلم کان توبہ تائب ٿي ايمانداري ۽ عبادت ڏانهن رجوع ٿي. سال ڏيڍ جي عرصي اندر سندن زندگيءَ ۾ هڪ عجيب انقلاب اچي ويو. بوسڪيءَ ۽ هرڪ جي پوشاڪ جي جاءِ ڪٽل خاڪي قميص، نيري پٽڪي ۽ چڳل بوٽن ورتي. سندن وڏا شاهي پيٽ، جي انهن ڏينهن معتبريءَ جي نشاني سمجهيا ويندا هوا ۽ جن تي ڪمرپٽو مشڪل سان چڪي تاڻي ٻڌبو هيو، اهي سسي وڃي پٽين سان لڳا. سرڪاري گهوڙا جي اڳ وچ ڪنڌي جي داڻہ تي مچي مچ ٿي پيا هوا سي اهڙا ڏبرا ٿي ويا جو سندن پاسريون آنگر رکي ڳڻجي ٿي سگهيون.

پوليس وارا جي اڳ پنهنجن شهپرن کي تاءُ ڏيئي ٻين جي ڏاڙهي پٽ کندا هوا تن گبر قسم جي مڇن ۾ ڪئنچي وجهي سنتي سونهاريون رکيون. هاڻي سندن چهرن تي ظلم جي رعب ۽ دٻدٻي بجاءِ ماٺهپي واري رونق وري واپس آئي.

روزانو هڪ نہ ٻيو پوليس وارو ڪڪڙيون ۽ ماڪيءَ جا شيشا هٿن ۾ کڻي مسجد ۾ هي پڇڻ لاءِ ايندو هو تہ قبلا هي سوکڙيون مٿن زوريءَ مڙهيون ويون آهن ۽ اسين وٺون يا نہ؟ مولوي صاحب مرکندي فرمائيندو هو تہ "ابا ڪڪڙي شڪڙي مالڪان کو ولا ڏي ڇوڙ، باقي ماکي تسان کو مباح هي." جڏهن ڪڪڙيون پوليس ٺاڻن تان صحيح سلامت ۽ ثابت مالڪن کي واپس ملنديون هيون تہ ماٺهو تہ ڇڏ پر خود ڪڪڙين کي بہ حيراني ٿيندي هوندي. امن امان واپس وريو. چورن چوري ڇڏي. واڻين ۽ بزار جي دڪاندارن جو ياڳ کليو. استاد ميان احمد سونارو جو چوريءَ جي ڊپ کان سون چاندي اسان جي گهر امانت رکي ويندو هيو تنهن پنهنجي دڪان ۾ مال رکڻ شروع ڪيو. ماٺهن جا ڪڪڙ ۽ ڇيلا ڇيڪ گهمندا رهيا. اڄ اهو حال آهي جو ڪو ڪڪڙ جتي ٻانگ ٿو ڏئي تہ نڪ کونہ کو پوليس وارو بندوق ۽ وارنٽ سوڊو جاءِ واردات تي جاچ لاءِ پهچي ٿو وڃي، جيستائين ڪڪڙ خود ڪشي ڪري سندس پيٽ ۾ آرو نہ ڪري. ڪڪڙ تہ ڇڏ پر ماٺهو ڪاريون، لاريون ۽ ريل کي بہ پٽڙيءَ تان لاهي گم ڪري ٿا ڇڏين. نہ آهي ملڪ ۾ خدا جو خوف ۽ نہ وري مولوي صاحب!

# استاد عطا محمد حامي مرحوم

نيٺ استاد حامي به اسان کي ڇڏي ويو. وچي اصلوکي ماڳ جا وڻ وساياٿين. ڏاڍي تکڙ ۾ ٿي ڏٺو. ياٿن ته آتو وينو هيو. جيئن کو ٽيشن تي ٽپڙ رکي گاڏيءَ جي اوسيئڙي ۾ هجي. ويو به اکيلو ۽ اوچتو. وات ٽڪاٽي به کاڻ کيائين، ته کا هلندي جيڏيون؟ خير، جي وڃان وڃان ڪن سي رهي رهندا ڪيترو؟ هوئٿن به هتي رکيو ڇا هيو؟ صبح منجهند ۽ سانجهي. وري سورن ڀري جبل جيڏي رات! زندگي ته نه هئي کو تمجهڻ هئي. ٻارهوئي پنڌڻ. وري کو هڪ اڌ سور هجي تڏهن به چڱو. هتي ته چڻ گداڙي وياٿل هئي. اچا به شڪر، جو هر روح پنيان کونه کو روڳ لڳل هيو. جنهن رڄ جي لقاءَ کيو هرکو چرين جيان ڊوڙندو ٿي رهيو. کو دنيا جو پوڄاري هيو کو کنهن ديويءَ جو ديوانه هيو. کو ڪرسيءَ جو پروانه هيو. هرهڪ پنهنجي روح جي وروڻه ٿي ڳولي يا کو راءَ ٿي ريجهايو. پوءِ کنهن ڦيريون پائي، مرليون وڄائي يا نرڙ نوائي!

استاد حامي اهڙين مڙني مشغولين جي جهنجهٽ کان آجو هيو. وتائي فقير جيان **هو نه** هيو کنهن **جي ٽيريءَ** ۾ نه ميريءَ ۾. هن جي کنهن جي آتڻ يا **اکاري** ۾ کا گهري **دلچسپي** کانه هئي. هو کڏهن کڏهن پري کان بيهي جڳ جو تماشو ڏسندو ٿي رهيو. اهو به فقط رونشي خاطر. جيئن کو ٻهراڙيءَ جو ٻار ڊونڊي ٻير تي چڙهي ملاکڙه جو مزو وٺندو رهي. پوءِ کير کٽي ته ڇا يا کير هارائي ته ڇا؟ اچان به هارائڻ واري لاءِ ڪجهه هڏ ڪُرکندو هيس. الله پاڪ کيس دل ئي اهڙي نازک ڏني هئي. جهڙي نرمل ۽ کومل مکڙي. کنهن جو ڏک سور سهي نه سگهندو هيو. شاعريءَ کي به شايد ان کري نپايو هوائين ته جيئن سندس دل کي کو ڳڻتو ملي، جنهن وسيلي سندس غم جا غبار دور ٿي

سگهن. عاشق مزاج بہ بي انت هيو. سونهن سندس روح جي غذا ۽ جيءَ جو جياپو هئي. آخري ڏينهن هڪ سٽ ور ور ڪري ٿي ورجايائين. "محبت نہ جن جي من ۾ تن جي مٽي اٽاسي."

مون تہ استاد حاميءَ کي هردم کلندي ڏٺو. الله پاڪ کيس خلقيو ئي اهڙو خوش خلق هيو. ننڊ ۾ توڙي سجاڳ. معلوم ائين ٿيندو هيو چڻ کلي رهيو هيو. اسپتال ۾ بيماري جي بستره تي تہ سندس کل عجيب لڳندي هئي. خاص طور جڏهن کلندڙ ڪئنسر جو مريض هجي. وري مرض جي ڪيس چاڻ بہ هجي. اندر ۾ وڍ ڪٽ جي پيڙا بہ چوٽ تي هجيس. آءُ تہ کلندو هيس کيس کلائڻ لاءِ. جڏهن پيٽ جي زخم مٿان هٿ ڌري کلندي، وري سور جي ٽاٽ اُپڙڻ ڪري ڪنجهندو هيو، تہ آءُ ڇرڪي ويندو هيس. ڪڏهن تہ ائين ڀائيندو هيس تہ چڻ موت مون تي کلي رهيو هيو. موت هيو يا ڪا ٻي هستي؟ بنگال جو مشهور شاعر قاضي نذرالاسلام جڏهن ڪنهن ڪوڙه جي مريض کي کلندي ڏسندو هيو تہ چوندو هيو تہ "قدرت پاڻ کلي رهي هئي." استاد حاميءَ کي کلندي ڏسي مون کي بہ اهڙووهرگمان اڪثر ٿيندو رهيو.

سموري زندگي ائين مرڪندي مشڪندي ۽ کلندي گذريس. ائين بہ نہ هيو تہ ڪو هميشه حورن جي هنج ۾ رهيو. بلڪل نہ. پليو نپنو ۽ پڙهيو ئي ڏکن ڏوجهرن ۾ هيو. گذريل سال تہ مٿس قيامت ٿي گذري. سندس ڪٽنب جا چار ڏينها هڪ ٻئي ڪڍ اُجهامي گل ٿي ويا. انهن ۾ هڪ تہ سندس ڳڀرو پٽ هيو جو ڪاليجي شاگرد هيو. اوچتو مٿي ۾ سور پيس. چئن ڪلاڪن جي چٽ ڳهٽ ۾ نہ تو ڏٺو نہ مون ڏٺو. خيرپور جي خلق شاهد آهي تہ استاد حاميءَ ڳوڙهو اکين نہ ڳاڙيو. چي "جنهن مالڪ ڏنو اُن سنڀالي واپس ورتو. منهنجو اڌ يا ٿهائي؟ آءُ وچوارو ۽ ٿيا ڪڙ . ڪير جو ارهو ٿيان." هن پيري البت آنو ٻٽو دلگير ٿي ڏٺو. پنهنجو غم تہ خيرڪي هيس. چيائين تہ نبين جي وصال واري عمر اٿم. ٽيهٽ سال پورا ڪري چڪو آهيا. وڏيڪ ڏرتيءَ تي ڏرٽو ماري ويهڻ جي آس بہ ڪانہ اٿم. پر يار امڙ جيئري اٿم. ڪراڙي ٻڌندي تہ مري ويندي. صدمي سهڻ جهڙي آهي ئي ڪانہ. ڳهٽ ۾ ڳهٽ آءُ چو سندس دل ڏڪوئڻ جو بهانو ٻڻجان؟

ائين چوندي سندس اکڙين، جي ڪامڻ ڪارڻ سايون ٿي چڪيون هيون، ۽ ڳوڙها تري آيا. پر اکيون ڇنڀيائين نہ. متان ڳوڙها ڇلڪي قطار ڪري، هيٺ نہ وهي ڇڙن.

منهنجي استاد حاميءَ سان ڏيٺ ويٺ اڄ کان اٺاويهہ سال اڳ خيرپور ميرس ۾ ٿي جتي مون نوڪريءَ سانگي وڃي ديرو دمايو هيو. ان دور ۾ منهنجي چاڻ سڃاڻ ۽ سنگت ڪجھ اهڙن انسانن سان ٿي، جن جي ياد ۽ ساٿ اڄان سوڌو پنهنجي زندگيءَ جو املهہ سرمايو ٿو سمجهان. مرحوم اميد علي شاهہ، مرزا نور حسين، هادي بخش لاڙڪ، قائم علي شاهہ، منظور حسين پنوهر، ۽ عطا محمد حامي. سموري کهول ۾ استاد ۽ آءٌ هيئي عمر ۾ لڳ ڀڳ هواسون. استاد ١٩١٩ع ۾ ۽ آءٌ ١٩٢٠ع جي پيدائش هيس. پاڻ ۾ ويهاٺويها هئڻ کان اڳيرو اسان ٻنهي جي پاڻ ۾ ڪا خاص نسبت نہ هئي. اڄان بہ افعالن ۾ هڪ ٻئي جي ابتڙ هواسون. آءٌ چلتو پرزو ۽ چيڙاڪ هئڻ سان گڏ سيني بڇڙاين جو بولٽن مارڪيٽ هيس. برعڪس ان جي، استاد حامي سادو سودو، مائيٽو، حليم، با اخلاق ۽ هڪ درويش صفت انسان هيو. جهڙس محبتي ۽ مٺڙو ماڻهو مون مشڪل ڏٺو.

اها سندس مناس ئي هئي جنهن جي سبيل هئڻ ڪري استاد ڪيئي مرض پرايا. ڪجهہ سال اڳ ڪيس ذيابيطس وڪڙي. پوءِ ڪيس سائي يا يرقان جو عارضو ٿيو. مهينو اڳ سندس نياڻيءَ پنيءَ تي ٿڌڙا ڪيندي ۽ پِتُ مارينڊي استاد جي ڪک وٽ ڪجهہ ڳوڙهي ڏني. ٻئي ڏينهن استاد اسپتال وڃي آموسيل هنڌ ڊاڪٽر کي ڏيکاريو. ڊاڪٽرن کيس وڏيڪ تپاس لاءِ جناح اسپتال ڪراچي ڏانهن روانو ڪيو. داخلا جي چوٿين ڏينهن تي سندس آپريشن ڪئي ويئي. ٻن هفتن کان پوءِ وري ٻي آپريشن جي تياري ٿي. ٽئين ڏينهن صبح جو يار ويندا ڏيکاريندا. ٽن هفتن ۾ ٽيهٺ ورهين جو اپريل ۽ اسريل وڻ ڪاٽا-

انالله و انا اليه راجعون!

صاحب جي صاحبي عجب ڏني سون. ، ماڪي ۽ مصريءَ جهڙي مٺي ماڻهوءَ کي ڪئنسر جي مرض ۾ نهوڙي نيڻ! الاهي اسرار هيو يا

آزمائش؟ چئي نہ ٿو سگهجي. پر هر حالت ۾ اها قدرت جي ڏاڍ مڙسي ضرور چئبي. ڪئنسر ڪو انساني مرض ٿورو ئي هيو. هي تہ ڪا ڪاسائڪي ڪار هئي، اها بہ مڏي ڪاتيءَ سان مارڻ هيو. اهو بہ اهڙي ماڻهوءَ کي جنهن زندگي ۾ شايد ڪک کي بہ نہ رنجايو هجي. اهڙي اپپاه کي اها بيماري بچيندي قدرت کي ڪجهہ کهڪاءَ تہ اچڻ گهربو هو. ان بيماري ۾ جنهن کان دشمن کي بہ الله شل پناه ۾ رکي، پنهنجن ڪجهہ پيارن عزيزن ۽ دوستن کي بک ٿيندي ڏٺو هيم، جي بيحد شريف ۽ نهايت نيڪ انسان هئا. جيئن تہ پنهنجي مرحومہ همشيره، منشي نور قادر علي ملنگ ۽ استاد حامي، تنهي جي بيماريءَ واري مدت ساڻن گڏ گذاريم. آخرين گهڙين تائين. چڻ تربيت ٿي حاصل ڪيم. هاڻ تہ اهو ايمان ٿي چڪو اٿم تہ ڪئنسر ڪجهہ بہ آهي، پر سزا هرگز نہ آهي. ٿي سگهي ٿو فقط موت جو سڏ هجي. آءُ بہ اينڊز نومبر ۾ عمر جي ٽيهٺ ڏاڪي تي پير رکڻ وارو آهيان. جي الله پاڪ اها عنايت مون تي بہ ڪئي تہ اکين تي. پر مهابي پاڪ رسول جي. ان نوازش گڏ شل اهڙي سور سهڻ جي توفيق مون کي بہ ڏئي، جا استاد حامي کي بخشي هوائين.

هڪ ڏينهن يٺ شاه وجڻ ڪري استاد وٺ وجي نہ سگهيسں. ٻي ڏينهن تي ڏوراپو ڏنائين، "ادا سائين ائين بيوفائي تہ نہ ڪر. آءُ هتي علاج لاءِ ٿوروئي آيو آهيان، مان تہ ظالم توسان ڪچهريون ڪرڻ آيو آهيان." لاڏاڻي کان پنج ڏينهن اڳ وري بہ تغاتو ڪيائين. "پائو متان پيرو پڳو اٿيئي. باقي ڏهاڙا آهن چار." مون وائڙو ٿي پڇيو تہ پوءِ؟ "پوءِ ادل ويندا سين اباڻي وطن." پر ڊاڪٽر توکي ڳوٺ وڃڻ جي اجازت ڏيندا؟ کلي چيائين تہ "دلبر ڏاڍو ظالم آهين. سمجهين بہ ٿو تہ کهڙي ڳوٺ جي ويٺو ڳالهہ ڪريان. پوءِ بہ پڇي پڪ ٿو ڪرين"؟

ٻين يارن آئي آءُ ڳالهہ کي لنوائي ويس. موقعو وٺي استاد سان ڳوٺ هلڻ جي ڳالهہ چوريم. چيائين تہ پلي. پر ڊاڪٽر کان اجازت وٺڻي پوندي. اهو ذمون پاڻ تي کنيم. چاڪاڻ تہ منهنجي خيال ۾ مرض دوا درمل جي سطح کان مٿي چڙهي چڪو هيو. ٻيو استاد کي وڏي اُڻ تڻ هئي پنهنجي امڙ سان ملڻ جي جيئن تہ هوءَ ڪراچي اچڻ جهڙي نہ هئي.

ٻئي ڏينهن شام ڪان وٺي رات تائين آءُ ڊاڪٽر جي ڳولا ۾ رهيس. پر ڪو پتو پئجي نـہ سگهيو. ٽئين ڏينهن تي نيرن مهل اسپتال پهتس. معلوم ٿيو تہ استاد ڪي ٻيو آپريشن لاءِ وٺي ويل هوا. پائو منگيءَ احوال اوريو تہ ڪالهہ شام ڊاڪٽر سمورو وقت هتي استاد وٽ، ٻي آپريشن جي اجازت وٺڻ لاءِ آيل هيو. ان آپريشن ڪان پوءِ حالت تيزي سان بگڙندي رهي. تانجو هي فانوس اجهامي ويو.

حامي مرحوم هڪ مخلص ۽ محنتي انسان هيو. پارائي اسڪول جي ماستريءَ سان زندگيءَ جي شروعات ڪيائين. نوڪريءَ سان گڏ پڙهائي بہ جاري رکيائين. گرئجوئيٽ ٿيڻ بعد "ناز هاءِ اسڪول" ۾ ماستر ٿي خيرپور ۾ آيو. جڏهن يونيورسٽي قائم ٿي تہ سنڌيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو. ان مدت ۾ تحقيقي مضمون لکي علمي ڊاڪٽريءَ جي ڊگري بہ حاصل ڪيائين. چاليهہ سالن ڪان وڌيڪ عمر جو عرصو علم ۾ سيڙايائين. خيرپور ضلعي ۾ ورلي ڪو لکيل پڙهيل نوجوان هوندو جو سندس شاگرد ٿي نہ رهيو هوندو. سندس سموري عمر علم جي ڏس ۾ هڪ لڳاتار جدوجهد ۽ خلق خدمت هئي. ساڳي ريت ادب جي ميدان ۾ نثر توڙي نظم ۾ سندس نالو سنڌ جي چوٽيءَ وارن اديبن ۽ شاعرن ۾ شمار ٿيندو هيو. سندس سنگت جو دائرو بہ سموري سنڌ جي آراضيءَ تي پکڙيل هيو. هرهڪ سان ياري دوستي ملهائي پاڻ موکيائين. پنهنجي گهراڻہ، ڳوٺ ۽ پسگردائيءَ جي رهاڪن لاءِ تہ حامي صاحب هر حاج ۽ هر مشڪل ۾ خواجہ خضر جي حيثيت رکندڙ هيو. سنڌي ٻوليءَ جو سچو خادم، عاشق ۽ سنڌ جو صحيح معنيٰ ۾ سپوت هيو. سندس زندگيءَ سڦلي گذري- ۽ پوءِ اڳيرو رواني ٿي. زندگي ڪا الله جي ڏنل سوکڙي تہ نہ هئي. پر موت ڪان ورتل هڪ قرض هيو. جو هڪ نہ هڪ ڏينهن ضرور واپس ٿيڻو هيو. اها اوڌر واپس ٿي. ليکو ئي ختم.

استاد حاميءَ سان روزانہ بہ ٽي ڪلاڪ ڪن روح رهاڻ ٿيندي رهي. ان گفتگو ۾ موت جو ذڪر ڪڏهن بہ زير بحث نہ آيو. توڙي جو موت اسان ٻنهي جي سوچ ۽ خيال تي پوري شدت ۽ دهشت سان ڇانيل هيو. اهو بہ الله پاڪ جو اسان مٿان وڏو احسان آهي جو موت ڪي انساني اکين

اڳيان غائب رکيو اٿس. پر جي موت ظاهر ظهور گهٽين ۾ بزارين يا اسپتالن ۾ گهمندي ڦرندي ڏٺو وڃي، ته شايد گهٽن جو خون خشڪ ٿي وڃي ۾ چرين جي آدمشاريءَ ۾ چڱو واڌارو ٿي پوي. اسان کي اها پليءَ پٽ ڄاڻ آهي ته موت اسان جي پُٺ وٺندو ۽ پير ڪٽندو ٿو رهي ۽ اسين سندس عقابي نظر کان ڪڏهن به لڪي ڇپي نه ٿا سگهون. عجب هي آهي ته جو جيئن اسين قبر جي ويجهو ايندا ٿا رهون اوترو موت اسان جي خيالن ۾ پرڀرو ٿيندو ٿو رهي. تحقيق اهو معجزو فقط الله پاڪ ئي سَر ڪري سگهي ٿو.

اها به خاطري آهي ته هڪ نه هڪ ڏينهن اسان کي ضرور مرڻو آهي. دراصل زندگيءَ جي اصل حقيقت ئي موت آهي. باقي ته آهن ٻڌل ڳالهيون يا گسا پٽا ۽ اهي ڏُکا به اسين اڪثر غلط ٿا هڻون. جيئن ڪي ٻار هڪ گهاٽي جهنگل ۾ بنان خوف خطري جي گهمندا ڦرندا رهن. تيئن اسين به زندگيءَ جي اوڙاهه ۾ هٿوراڙيون ڏيندا رڙهندا ٿا رهون. اسان کي ته اُها ڄاڻ ئي نه آهي ته سياڻي ڇا ٿيڻو آهي؟ ڪهڙا مامرا درپيش ايندا؟ حضرت موت سان ميلو ملاقات ڪڏهن ٿيندي؟ شڪر آهي جو ان بي خبري ۾ اڻ ڄاڻائي ۾ ئي اوچتو اُجل اچيو سهيڙي. اسين پوءِ خواب جي دنيا ۾ داخل ٿي ڪنهن خيال جي اڏام ۾ مست رهون ٿا. ٿي سگهي ٿو ته مرڻ کان پوءِ اسان کي اها سڌ ئي نه رهي ته ڪو اسين مري چڪا آهيون!-

# پائند خان پناڻ

اُتر سنڌ ۾ پائند نالي سان ٻه هستيون مشهور آهن. هڪ سيد پائند شاهه بخاري ڳڙهي ياسين ۾، ۽ ٻيو پائند خان پناڻ پراڻه سکر ۾. پائند شاهه اصلي بلخ بخارا جو رهاڪو هيو جتان تاتارين جي شورش واري زماني ۾ لڏي پلاڻي سنڌ ڏانهن آيو ۽ ڳڙهي ياسين ۾ اچي گهر ڪري ويٺو. چون ٿا ته سيد پائند روحانيت جو صاحب ۽ وقت جو ولي هيو ۽ پنهنجي هٿن جو پورهيو ڪري گذر سفر ڪندڙ هيو. جا روائت سندس پويان ٻه اڄ ڏينهن سوڌو قائم رکندا ٿا اچن. پائند خان پناڻ ڪابل قنڌار جي سدو زئي حڪمرانن جي آخرين ڪڙي آهي جي ابدالي سلطنت جا شڪارپور ۾ گورنر ٿي رهيا هوا. پاڻ هڪ مسڪين ۽ ملنگ ماڻهو آهي پر ڪيس اهو هنر ضرور حاصل آهي ته سڪڻن هٿن تي سفيد پوشيءَ جي زندگي ڪيئن گهارجي. وٽس جيڪڏهن ڪا پنهنجي ڇڏيل موڙي آهي ته اها ٿهڪڙن جي. جا ڌن دولت نه چور چورائي ۽ نه باهه ساڙي سگهي. ان روڪڙي سرمايه ۾ پائند خان جهڙو ٻيو آغا خان مون ڪي ڪونه سجهي.

پائند خان جو اباڻو ڳوٺ گوسڙجي آهي جو سکر ۽ شڪارپور جي وچ ڌاري آهي. ٽيهارو سال اڳ درياهه جي ليٽ ۾ گهر لڙهي وڃڻ ڪري لڏي اچي پراڻو سکر ۾ واسو ڪيائين. چوندو آهي ته ليٽ ٻه ٻين آسماني آفتن جيان فقط اها ڇڪاس ڪرڻ لاءِ ايندي آهي ته متان ڪو غريب غربو پل چوڪ ۾ سکيو ستابو نه ٿيو هجي. جي هائو، ته پوءِ ان رخ ۾ وهڪ آڻي سندس اگر تگر ٻوڙي پوءِ مزي سان واپس ماڳ ورندي آهي. پراڻه سکر ۾ ٻه پنهنجو ڪو گهر گهاٽ ته خير ڪي اٿس. پر سندس پار پتو ڳولڻ سولو آهي. جتي ٻه چار ماڻهو ٽهڪ ڏيندي ڏسو، پڪ ڄاڻو ته اتي پائند خان ضرور موجود آهي. نه ته اڄ ڪلهه جي مايوسي ۽ مهانگائي واري دور ۾ ڪنهن جي مجال جو مرڪي به سگهي. ٽهڪ ڏيڻ وارو ته

اڄان ڪو ڄاڻوئي نہ آهي، سواءِ سچي پائنند خان جي. ٻهراڙيءَ جي ڳوٺاڻن ۾ تہ اڄان ڪو ٽڙو نڪاءُ ٻڌجي بہ پيو. پر شهرن تي تہ ڪو الله جو ڏمر آهي. ماڻهو ائين ٿا منهن سجائي ۽ پيلو ڪري گهمن چڻ سندن هڙئي ڦرجي ويئي اٿن. بقول پائنند جي تہ "ادا دل چوندي اٿم تہ پاڻ تي گاسليٽ هاري باهہ ڏيئي ڪوئا ٽپندي شهرن کي آگ ڏيئي ائين رک ڪريان، جيئن هنومان پنهنجي پڇ کي ڪپهہ ويڙهي چوچڙي ڏيئي راڻوڻ جي سري لنڪا ساڙي هئي.

هونئن تہ پائنند آدي بنيادي زميندار پڻ آهي ۽ ساڍا پنج ايڪڙ زمين جو اڪيلو مالڪ آهي. اباڻي ورثہ ۾ تہ ٻارهن ايڪڙ املاڪ حصي ۾ آئي هيس. پر ٻوڏ آئي تہ اڌ کان گهڻي زمين ريتيءَ هيٺ اچي لٽجي ويس.چوي ٿو تہ قدرت کي شايد مون واري ايڏي اٿاهہ زمينداريءَ کان خطرو لاحق هيو تہ مبادا آءٌ ان ميراث تي بانور ڪري ڦونڊ ۾ پرجي فرعون يا شداد جيان خدائيءَ لاءِ دعوا نہ ڪريان. انڪري اڳواٽ ئي اڌ زمين واريا سي ڪري ڇڏيائين. جيئن عام ماڻهو عبرت حاصل ڪن. پروڪي سال بصر پوکيائين. فصل ڏاڍو پلو ٿيس پر اگهہ ڪري پيو. چار ٽرڪون بصرن جون پري ڪوئيٽا وڪڻڻ ويو ڇاڪاڻ تہ اتي بصرن جي بها چنگيري هئي. جيسين قافلو ڪاهي ڪوئيٽا پهتو تہ اُتي بہ اگهہ سکر کان بہ هيٺ لهي ويو. ايترو ڪجهہ مليس جو ٽرڪن وارن کي ڀاڙو ڏيئي جند آزاد ڪيائين. پاڻ واڃ وڪڻي ريل جو ڪرايو ڪري "لوٽ ڪي ٻڌو گهر ڪو پهچي." ٻج ۽ پاڻ تہ اڳيئي اوڌر تي ورتو هوائين. باقي قرض ڪٽي ڍل پريائين.

ڪجهہ عرصو اڳ ياڻس چيس تہ پائنند، پنج سؤ روپيہ مون وٽ آهن. باقي ڏوڪڙ تون ڏئي تہ بابي ڏاڏي جون ٻُنيون مرمت ڪرايون. پائنند وراڻيو تہ هاڻي هيئن ڪر، جو اهي پاڻ وارا پنج سؤ رپيا بہ مون کي ڏي تہ ٽريڪٽر ياڙي ڪري پوءِ سيني وڏن جون قبرون ڊهرائي پٽ ڪريان. ڇي ماريوين قنڌار کان هليا هئا هتي ڳوٺ ٻڌڻ! ڪين گوسرجيءَ سواءِ بيو ڪو هنڌ ئي نہ ٿي سجهيو. هڪ تہ درياهہ آمهون سامهون. جا ليٽ اچي تہ اول مهمان اسان وٽ. ٻيو ٻارهوئي دوزخ جي گرمي. ٻارنهن مهينا

سانده تنور جي چر ۾ پيا سڙون. اسان جي وڏن کان تہ نئين جا مهاڻا سياڻا هئا. اتي وڃي جڳهيون اڏيائون جتي گهڻ ۾ گهڻ کائڻ لاءِ هوا تہ هئي. اها بہ ٿڌيري.

سڄي عمر ڇڙو ڇانڊ رهيو. ٿي سگهي ٿو تہ ننڍپڻ ۾ ڪا شادي ٿي هجيس ۽ پوءِ گهر واري گذاري ويئي هجيس. مون ڪڏهن سندس خانگي زندگيءَ ۾ نہ جهاتي پاتي ۽ نہ سندس شخصي معاملن جي جهڙتي ئي ورتي، نہ وري پاڻ ڪو اهڙو قصو ڇيڙيائين. توڙي جو ڇاليهارو سالن کان گهاٽي دوستي آهي. البت ايترو سو هڪ ڏينهن ٻڌايائين تہ شادي لاءِ ارادو هيم پر اڄ سڀان ڪندي اڏ عمر گذري ويئي. پوءِ پنهنجي عمر ايترو چڙهي ويئي جو ڪاسائين ڪوس لاءِ ونڻ کان بہ انڪار ڪيو. انڪري "جوءِ واري جنجال" جي پچرئي ڦٽي ڪيم. نوڪريون بہ ڪيئي ڪيائين. گهڻو ڪري سئنيما جي مئنيجري. چوي ٿو تہ فلم عوام لاءِ وڏي نعمت آهي. عام ماڻهن جا اڻپورا خواب "کيل" ۾ اچي ٿا پورا ٿين. خاص طور عورتن جي روح ۽ ٻارن جي سرچائڻ جو فلم بهترين وسيلو آهي. ڪجهہ عرصو سردار علي گوهر خان جو اسٽيٽ مئنيجر ٿي رهيو. سردار مرحوم مٿس ساهہ ڏيندو هيو ۽ ادا پائنءَ ڪانسواءِ سڏيندو نہ هيس. جڏهن مرحوم گذاري ويو تہ پائند خان خالي هٿ لوڏيندو موٽي ماڳ آيو. جي چاهي ها تہ گهڻو ڪجهہ ناهي سگهي ها. ڇو تہ سڄي مال جو عام مختيار هيو. پر بقول پائند جي تہ "جا مايا مالڪ جي نہ ٿي تہ اها وري نوڪر وٽ ڪهڙو ٽڪاءُ ڪندي"؟ ٻي مهاڀاري لڙائيءَ واري زمانہ ۾ ملٽريءَ ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ ويو. پڇيائونس تہ تيز ڊوڙ ڀري سگهندين؟ چيائين نہ. ٻيڙي پيئندڙ آهيان. سڏ پنڌ ڪرڻ تي بہ سهڪو وٺندو اٿم. پر ڪڏ "باهہ" ٻريل هجي تہ پوءِ گهوڙا ڪڍ لائي ڇڏ!-

پائند خان چنگو خاصو پڙهيل ڳڙهيل آهي. يتيميءَ جي مڪتب ۾ تعليم پرايائين ۽ غربت جي ڪاليج ۾ علم جي تحصيل ڪيائين. جتي زندگيءَ جي يونيورسٽيءَ جا وڏا امتحان ڏيٺا ٿا پون. پر غربت سان ڪو عشق ڪونہ اٿس. سندس خيال موجب مفلسي هڪ مرض آهي. جنهن عذاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ هر آدمي ۽ هر قوم جو منزل مقصود

هڻڻ گهرجي. پر اڄڪلهه واري چوري ڏاڙي ۽ ڪپت واري "پلصراط"، ڏاڍو ڏکيو ۽ اوکو پيچرو آهي. باقي وار کان سنهي ۽ ترار کان تکي ڪا پل ٿوروئي ٿيندي آهي. جي قيامت ۾ ڪا اهڙي بليڊ جهڙي ٻنڌ آهي ته فقط اهوئي پار ڪري ٿو سگهي جنهن ٿاهي آهي. باقي اسان جي ته ڪا پيٽي ڪانهي. گنهگار ته چڏ، پر اسان جا علماءِ دين جي سئين سڌي رستي تي به لٺ جي سهاري هلندي ٿاٻڙجن ٿا، سي ڪيئن اها پل پار ڪندا؟ يا وري زڪوات جي پئسن کان ڪو هيلي ڪاپٽر هٿ ڪري اُڏامي پار پهچن ته اها ٻي ڳالهه آهي.

سدائين اڇي اُجري پوشاڪ تن تي اوڙهيل. جسم جو سنئون سڌو ۽ سچين لڳين. شڪل جو سهڻو. اهڙو جو پاڻ کي پاڻ خلقي ها ته به ان کان وڌيڪ موچارو نه ٺاهي سگهي ها. راڳ جو چاڻو. طبلہ جي وڄت جو ماهر. هٿ جو سڌو ۽ ساچو. بندوق جي نشانہ ۾ سندس مٽ مشڪل. مرحوم ايوب خان جي شڪار ۾ جيڪڏهن پائند نہ پهتو ته پوءِ يا شڪار ملتوي يا ڊپٽي ڪمشنر جي بدلي. پر پائند جي فن جو ڪمال آهي سندس مذاق ۾. جتي وينو ته چڻ ناٽڪ شروع. پوءِ ٻڌندڙن جا ڪکين تي هٿ، ڪي ته ليٽڙين ۾ به هوندا. هر اکر موتيءَ جو داڻو. هر جملو لا جواب. پر مرداڻو مذاق. نقل ڪرڻ به ڏکيو ۽ بيان ڪرڻ اڃا به اوکو. سندن سوچ ۽ فڪر جو اندازوئي انوکو ۽ اهو به اڻ کٽ. اسان اُٺ ڪتابن جا پڙهيا آهن پر پهر پلڪ ڳالهائڻ کان پوءِ اسان جو اندر "خالي"! چڻ ڪ ۾ پاڻي پريل هيو جو وٽين کان وهي ويو. پر پائند خان، هل هلندن جا ماڳ. پاڇي جيان هڻ هڻ ته وڃي ٿي نہ!

ڪوٽائي پناڻن جي هڪ شاديءَ جي موقعي تي سلامت علي ۽ نزاڪت علي مشهور گويا راڳ لاءِ آيل هوا، جن جي تڙ پاڻيءَ لاءِ پائند نوڪرن کي پارت ٿي ڪئي. اوطاق ۾ هڪ وڏو زميندار ويٺل هيو جنهن ٽوڪ ڪندي پائند کي چيو ته "ميراسين جي تڙ پاڻي جو وڏو اونو اٿيئي". پائند وراڻيو ته "هائو سائين، هي ميراسي آهن ان ڪري ڏينهن ۾ ٽي پيرا تڙ ڪندا آهن. ڪو سنڌ جا وڏيرا ته نہ آهن جو ٻارهين مهيني نم جو ڏندڻ به يا نصيب!" وري مزو اهو جو ان وڏيري جا نه فقط اڌ منو انچ ڏند ٻاهر

نڪتل هوا. پر سندن اڌ حصي تي هئبو تهہ پڻ چڙهيل هيو. مون ڏانهن رجوع ٿي پائند پڇيو تہ "ادا ڪو اهڙوو يورپي ملڪ آهي جتي مکين جو ايڪسپورٽ ڪري فارين ايڪسچينج ڪمائجي" چو تہ اسان جي وڏيرن جي ڏندن کي مک لڳي خودڪشي ڪري مري پوندي آهي. فقط هڪ وڏيري کان ئي ڏهہ گاڏا مکين جا روز گڏ ڪري سگهجن ٿا."

هڪ دفعي ڪوٽ سلطان ۾ سنڌ جي وزير آغا غلام نبي خان جي مان ۾ دعوتڪئي ويئي جنهن ۾ پائند ۽ آءٌ بئي شريڪ هئاسون. پائند جنهن کي ماٺڪري ويهڻ اصل ڪونہ اچي تنهن بئي ڪنهن موضوع نہ هئڻ ڪري وزير صاحب جي گنجي ٽڪڻ تي ويني تبصرو ڪيو تہ سال اڌ کان پوءِ سندس ٽِپر تي ڪو ٻلو بہ چڙهي ڪونہ سگهندو ۽ پير کسڪي ويندس توڙي جو ٻلو بجليءَ جي کنبي تي بہ لس چڙهي ويندو آهي. وزير صاحب اهو پٽڪو ٻڌي ورتو ۽ جواب ڏنائين تہ پائند اجان ايترو تہ گنجو نہ ٿيو آهيان." پائند چيو تہ قبلا مون تہ ادب کان گهٽائي ڳالهہ ٿي ڪئي. نہ تہ اوهانجي ٽڪڻ تان تہ ڪرڙي بہ ترڪي ڪري پوندي، جا ڇت تي بہ اُبتي گهمندي آهي. ڪيس ٿهہ پهہ جواب ڏيئي مون سان پڻ پڻ ڪندي وري پنهنجي ڪامينٽري جاري رکيائين. چي ادا منهنجو اهڙو مٽيا وارو مٽو هجي تہ آءٌ جيڪر مٽي کي "روهي" ۽ "سراڻ" جيان استعمال ڪري ماڻهن جون مڏيون ڇريون چاقون ۽ پاڪيون تکيون ڪريان ها. آءٌ فقط بزار ۾ مٽو اگهاڙو ڪري ويهان ۽ جو گراهڪ اچي تہ پاٽيءَ جي لپ مٽي تي هٽي پنهنجو اوزار گهڪا ڪندي تکو ڪري وڃي. ٽڪو في ٽپڙ وٺان، تڏهن بہ جيڪر سؤ ڏيڍ ڏوڪڙ روز ڪمايان!

دين ڌرم سان پائند جي ڪا پوت ڪانہ آهي. چوي ٿو تہ هي جهان آهي ئي جهنم. ماڻهن کي اجائي غلط فهمي آهي تہ قيامت اجان پوءِ اچڻي آهي. جا دراصل ڪڏهوڪو لاڪر اچي ۽ گذري چڪي آهي. اسين سڀ سزاياب ٿي پنهنجا ڪيتا لوڙي رهيا آهيون. پيڙهي بہ پيڙهي ۽ نسل در نسل. هر جنم جي پيڙا ۾ ڇيچلاٽي پيڙجي مرون ٿا ۽ وري نئون جنم وٺي اچون ٿا هاويءَ ۾ هجڻ لاءِ. نئين سر. دوزخ کي بيو وري سنگ ٽوروئي ٿيندا آهن؟ اسين ٻيا ڇا ٻار، تندرست ۽ بيمار، غريب توڙي

شاهوڪار سيبئي آزار ۾ آهيون. اهو دوکو آهي تہ اسان ۾ ڪي عيش يا آزار ۾ آهن. فقط هڪ ٻئي جي ساڙ کان ائين ٿا چئون. اها خبر ائئون تہ ڪو مزي ۾ نہ آهي. هرهڪ سان ڪونہ ڪو روڳ لڳل آهي. دوزخ جو طلسم آهي ئي اهو. مسلسل خوف. ننڊ ۾ سپنو. اڄُ ۾ رڄ وڄ ۾ ڊوڙندي ڇڙه ئي نڪري ويئي آهي. مسيح مهدي ۽ امامن جي اوسيئڙي ۾ ۽ اوتارن جي راه تڪيندي ماڻهن جون اکيون سايون ٿي ويون آهن. ڪي اونڪ بينڪ ڪندي، ڪي سجدن ۾ نرڙ رڳڙيندي ڪي روح راڙو ڪندي انسانن جا لاه نڪري ويا آهن. وري قهر خدا جو. جو آهيون تہ سڀ سوريءَ سزاوار. پر تڏهن بہ پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ڪا همدردي ڪانہ. اُٿلندو پيا هڪ ٻئي جي زندگي زهر ڪريون. جيئن جيل ۾ هڪ قيدي ٻين مٿان مقادم ٿي ڏنڊو ڦيرائي يا جيئن هڪ جانور ٻئي کي چيريندو ڦاڙيندو رهي!

ماڻهن جي ڄاڻ سڃاڻ ۽ پرک لاءِ ڪسوٽي بہ پائند خان پنهنجي الڳ ٺاهي ٿي ڏسجي. چوي ٿو تہ جي ڏوه گناه وارا اڏا آهن اتي نہ آهن ڏوهاري ۽ نہ ڏوه. اڄ ڪلهہ جي دلالي بجاجيءَ جا ڍنگ ئي بدلجي ويا. جتي "خلق خدمت" جي هاڪ هجي تہ ماڻهن جي لاڪ ئي اتي ٿي لاٿي وڃي. جي اصلي ۽ نج ڳنڍي ڪپ ۽ راڄ جا رهزن ڏسڻا هجن تہ پوءِ اهي بگهڙ تاڙيو جي رڍن جي لباس ۾ ماڻهن جو ماس رهڙي رهيا آهن. جن کي جسم تي جبا جامان ۽ چوغا چڙهيل ڏسو تہ الله کان امان گهرو. جي اوهان وٽ پنج سؤ رپيا ڪونهن تہ نہ اوهان جي آپريشن ٿئي. نہ انصاف ٿئي ۽ نہ ڪو فرياد ئي وٺي. انصاف جو نشان آهي هٿ واٽي واري تارازي. ٻيو پڙ آهي فقط نوٽ وجهڻ لاءِ. الاجي آخرت ۾ عمل ڪهڙي تارازيءَ ۾ تُرندا؟ وري جڏهن ڪنهن شاگرد کان سوال ٿو پڇجي تہ پڙهي پوءِ ڇا ٿيندين؟ جواب ٿو ملي تہ خدمت غريبن جي، خدمت قوم ۽ ملت جي، پر اسان تہ هر وڪيل، انجنيئر، ڊاڪٽر ۽ عملدار کي مڏيءَ يا اُبتي ڪاتيءَ سان تڪبير وجهندي ٿا ڏسون. پوءِ يا تہ وڏي هوندي نيت ۾ فتور ٿو اچي. يا وري جنهن کي هو خدمت ٿا چون اها شايد حجامت آهي.

پائند خان عجب جهڙو انسان آهي. سندس شخصيت کي هڪ اڌ

جهلڪ ۾ اُجاگر ڪرڻ اوکو آهي. هو نہ فقط غم ٽار آهي پر پنهنجي وقت جو "وتايو" آهي. ڪل چرچي ۾ اهو ڪجهہ آکيندو آهي جنهن جي ٻاهر ٻاڦ اگر نڪري تہ جيڪر ٻڏندڙ بہ ڦاهي چڙهن. دکي انسانن لاءِ سندس دم غنيمت آهي. ساڻسن گڏ ويٺي زندگيءَ جي زخمن جي ملم پٽي ٿئي ٿي. سندس سنگ ۾ جي بنان غم جون گهڙيون گذاريون اٿم انهن جو عيوضو عمر پر ادا ڪري نہ سگهندس. زندگي گهارڻ جا جي ڳر ۽ ڳتا ڪائونس پرايا اٿم ان استاديءَ لاءِ جان جيئندس سندس شڪر گذار رهندس. ڇاڪاڻ تہ منهنجي ساڻس ملاقات ان وقت ٿي جڏهن آءٌ اها اميد لاهي ويٺو هيس تہ هن زماني جي ماڻهن کان ڪجهہ سبق حاصل بہ ڪري سگهجي ٿو.

اها سوچ پائند سيڪاري تہ ڪتابن جا ورق ورائڻ ڇڏي ماڻهن کي پڙهڻ شروع ڪريان. ڏٺم تہ واقعي ٿي هر ماڻهو نہ فقط ڪائنات جو عجيب ڪرشمو هيو پر پنهنجي سر هر هڪ هڪ الڳ "جهان" هيو. مون لاءِ اها نئين ڳالهہ هئي ۽ آئون نئين سر انسان جي عزت ۽ احترام ڪرڻ سکيس. جي پائند پارا دوست وقت سر دستگيري نہ ڪن ها تہ آءٌ هوند پنهنجو پاڻ ڪي رڻ ۾ ائين رولي ماريان ها جيئن درياہ ۾ ڪچي گهڙي سهڻي ٻوڙي هئي. هاڻ گهڻ ۾ گهڻ پنهنجي ڪچ ڪوڏي هئڻ جي ڄاڻ تہ اٿم .مون لاءِ پنهنجي اها سڃاڻ بہ ڪافي آهي. جنهن ساڃهہ لاءِ سلام لالا پائندڪي-

# خان صاحب خان محمد خان

گار ڪا دعا يا بد دعا ناهي پر انسان جي ڌڪار يا ڪاوڙ جو اظهار آهي، پوءِ غلط اظهار ئي سهي. گار جي اثر جو دارومدار ان ماڻهوءَ جي رد عمل تي آهي جنهن کي گار ڏني وڃي ٿي، پر جي ٻڌندڙ ٻوڙو آهي ته پوءِ گار جو وار ڇٹو. ڏسڻو هي به ضروري آهي ته گار ڏيندڙ ڪير آهي. جي پيءُ پنهنجي پٽ کي گار ٿو ڏئي ته پوءِ گار جي حيثيت هڪ هدايت ۾ بدلجي وڃي ٿي. ڪي ماڻهو پاڻ ۾ بيحد گستاخ هئڻ ڪري هڪ ٻئي کي گهٽ وڌ ڳالهائن، ليڪن اهڙي حالت ۾ گار حجائتي هئڻ جي علامت آهي. پر جي گار ڪنهن کي هنڌائتي لڳي ته پوءِ ممڻ مچي پوندو ۽ ٿي سگهي ٿو ته نوبت مرڻ مارائڻ تائين اچي بيهي. اهڙي نتيجي آهر گهڻا ڏڇڻا ۽ ڏرپوڪ ماڻهو سر بچاءَ خاطر روبرو گار ڏيڻ بجاءِ پر پٺ گار ڏيڻ کي وڌيڪ پسند ڪن. ڪي وري ٽڌي رت ۽ ٿلهي ڪل وارا پريا مٽ، جي گار ٻڌي ڪن لاٿار ڪيو لنوايو ڇڏين. فقير هلندو رهي ۽ ڪتو ڀلي ڀؤنڪندو رهي.

گار جي جواب ۾ عام ماڻهن جو ردعمل پنهنجو پنهنجو آهي. ڪنهن کي وانگڙ وائي ڪنهن کي بصر بادي. ڪنهن کي شينهن جو پٽ سڏيو ته پيو ٽڙندو ۽ ڦونڊجي بود ۾ اچي ويندو. پر جي ساڳي ماڻهو کي "گڏه جو پٽ" چئو ته گرم ٿي محشر مچائي ڏيندو . حالانڪ ڳالهه مڙوئي ساڳي آهي. شينهن خواه گڏه ٻيئي جانور آهن ۽ اچان به شير جهنگلي جناور ۽ گڏه پالتو ۽ محنت ڪش جانور آهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته ماڻهو گار سلسلي ۾ پنهنجي تصور کان متاثر زياده ٿا ٿين. امڙ چوڻ تي هر عورت پيئي ٺرندي پر "ابي جي جوءِ" سڏي ڏسوس ته پوءِ پادر لاهي پٽيان پوندي. توڙي جو سچي ۽ اصلي امڙ چئبو ئي "ابي جي جوءِ" کي آهي. فقط سمجهه جو فرق ۽ ڦير آهي. ڪنهن ايمان واري اٽپڙهيل کي عربي ۾ گاريون ڏيوس ته مرحبا ڪندي ڳراٽڙيون پائيندو.

دراصل گار ڏيڻ هڪ وڏو هنر آهي ۽ ان فن جا ماهر مون گهڻا ڏٺا . مري ويندا پر ڪچي ڦڪي، ٻاڙي يا اگهاڙي گار مور نه ڏيندا. گار

ڏيندا تہ سرائتي ۽ سريلي، جنهن ۾ ٻڌندڙ کي بہ سرور پيو ايندو. اسان جي ڳوٺ جو مرحوم خان محمد خان پنهنجي وقت جو سنو ڳاريل هيو. هواءِ پرکل ٽڙيل هيس ۽ شايد ان ڪري شاعر بہ چڱو چوکو هيو. وري سون تي سهاڳو جو ڳائڻو بہ پلو هيو. هارمونيم تي سو ڳاريون نہ ڏيندو هيو پر ڳارين ڏيڻ مهل ڪن تي هٿ رکندو هيو ڇڻ ڏوهيڙو ٿو ڏئي. مهل موسوم ۽ ماڻهو ڏسي ڳار ڪيندو هيو. بدقسمتيءَ سان پاڙيوارا بدذوق هئس، جن پاڻ ۾ ٻڌي ڪري ڪيس مار ڪئي. ان حادثہ بعد گهڻو ڪري پنهنجي اوطاق جا دروازا بند ڪري ويٺو رياض ڪندو هيو. ماڻهو سڀ "بي سرا". ڪائن اهو بہ سنو نہ ٿيو ۽ ڇوڪرن ڪان ٻچ ڪرايائونس جن ڪيس چنگڙي قيد ڪئي. ان بعد خان محمد خان مايوس ٿي فقط سمهڻ وقت سوڙ پائي پوءِ ڳاريون ڏيندو هيو، انڪري سندس ورونهہ صرف سياري جي موسم تائين محدود رهجي ويئي.

سائين جئندل شاهہ "ڏنڏو" جو ليٽ ڪان پوءِ لڏي ڳڙهيءَ اچي ويٺو. چنگيرڙي ڳار ڏيندو هيو. "ڏنڏو" سندس تڪيہ ڪلام هوندو هيو. ڪيڪر ڪندي يا حال احوال ڏيندي هر جملي بعد "ڏنڏو" ضرور چوندو هيو. "توهان کي الله آندو"، اهو ڏنڏو. رب ملايو، اهو ڏنڏو. ٻيو مڙيئي خير، اهو ڏنڏو. انهيءَ ڪري ڪيس سڏيندا ئي "ڏنڏو شاهہ" هئا. صوم صلوات جو پابند هيو. هڪ هٿ ۾ هاسو ۽ ٻئي ۾ هزار داڻن واري تسبيح جو ورد جاري هوندو هيس. داڻن جي هيرا ڦيريءَ وچ ۾ ڪو موقعو يا موضوع ملي ويس تہ پنهنجي وندر بہ وظيفي سان گڏ جاري رکندو هيو. ڪڏهن ڪڏهن تہ سندس ذڪر ۽ ڳارين جي وندر پاڻ ۾ ايتريقدر وچڙي ۽ ڳنڍجي پوندي هئي جو ماڻهن کي صلواتون ۽ الله سان ڳارين جو وهنوار شروع ٿي ويندو هيس. پر پوءِ اها ياڳ بخت جي ڳالهہ آهي ۽ ڪنهن جي نصيب سان ريس ٿوروئي آهي.

اهڙا نيڪ ٻانها الله جا اسان جي ملڪ ۾ ڪيئي ٿي گذريا آهن جي نهايت معزز هئڻ گڏ وڏن عهدن تي پڻ ممتاز پئي رهيا آهن پر سندن ڳار جي تنوار ۾ ڪو تفاوت نہ آيو. مرحوم غلام محمد جو بيمار قوم جو بيمار گورنر جنرل هيو. سو پنهنجي زماني جو عظيم ڳاريل هيو. البت جڏهن ڪيس اڌ رنگي جو عارضو ٿيو تہ پوءِ سندس زبان ٿڙڪندي ۽ ٿاٻڙبي

هئي ۽ سندس چچريل گاريون ترجمو ڪري ملاقاتين کي ٻڌايون وينديون هيون. خود مرحوم سڪندر مرزا جڏهن هڪ دفعي سندس گفتگو سمجهي نہ ٿي سگهيو ۽ هر دفعي "حضور ني کيا فرمايا" ٿي چيائين، تہ ملٽري سيڪريٽري سندس رهنمائي ڪندي ۽ گارين جو تفسير ڪري کيس ٻڌايو تہ "صاحب فرما رهي هين ڪه آپ بڙي حرامزادي هين." سنڌ جي اڳوڻي گورنر مرحوم دين محمد کي البت ماهرن جي ڳاٽاٽي ۾ شمار نہ ٿو ڪري سگهجي ڇاڪاڻ تہ هو غليظ قسم جو گاريل هو ۽ سندس گارگند ٻڌندڙ کي اڪثر اُلٽي اچي ويندي هئي. مون هڪ سنڌي ڪليڪٽر کي گورنر جي ميٽنگ ۾ نڪهير وهائيندي ڏٺو جا گورنر جي گار واري نتيجي ۾ جاري ٿي هئي. آخر سڀ ڪليڪٽر هڪ جهڙا ٿوروئي آهن. ڪي تہ نڪ وارا بہ آهن!

اسان جي سنڌي ٻولي دنيا جي ٻين قديمي ٻولين جيان نهايت ڳر واري ۽ وزندار ٻولي آهي جا نجي نموني فقط ٻهراڙيءَ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. باقي شهرن ۾ ٻوليءَ جي اڌ ڪان گهٽ اکرن ۽ اصطلاحن کي گاريون سمجهي خارج ڪيو ٿو وڃي يا وري اگهاڙن الفاظن کي برقعو پارائي پوءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. زبان تي اهڙي سخت ضابطي رکڻ سبب ڳالهائيندڙ جي رت جو داٻ وڌي وڃي بلڊ پريشر جي بيماريءَ جي صورت اختيار ڪري ٿو. آخر ڪيستائين انسان ٻوٽ ٻڌي ويهي ۽ دل جي غبار ۽ بخار کي ٻاهر نہ ڪڍي؟ ان ڪري اڪثر شهري ماڻهو اهڙي مرض ۾ مبتلا نظر اچن ٿا جن جو علاج گاريون ڪڍڻ سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. اسان جي ڳوٺ جو شمون خان، حڪيم جي اهڙي نسخي ڏسڻ تي، ڏينهن ۾ ٻہ چار دفعا گاريون ڏيندو هيو پر پوءِ پشيمان ٿي انهن ماڻهن کي گارين جو حساب ڪري في گار اٺين آنہ سان عيوضو ڏيندو رهندو هو. انهي ڪري سندس ڪچهري ۾ اڪثر اهڙا ماڻهو اچي ويهندا هوا جن کي پئسن جي ضرورت پوندي هئي. اسان جو مائٽ عارب ٻروچ جنهن کي ڏند نہ هئڻ ڪري "تغو" چوندا هوا، ان جو جڏهن بہ آفيم ڪٽندو هو تہ مرحوم خان صاحب جي ڪچهريءَ ۾ اچي ويهي سندس ڳالهہ کي خواه مخواه رد ڪد ڏيندو هو. ۽ ظاهر آهي تہ گاريون گهري وٺندو هيو ۽ اٺڻ مهل

حساب ڪري پنج ست رپيا ڪمائي گهر موٽندو هيو. آخر ۾ خان صاحب قصي کي سمجهي ويو ۽ پئسن بچائڻ خاطر گاريون گهٽائي ڇڏيائين ۽ فقط زبان جي ذائقي بدلائڻ خاطر رهئي ڏيڏ جيتريون گاريون مس ڏيندو هو.

اسان جي پاڙي جو سائين صوفن شاهه نانگو هڪ مست سيد سڳورو هيو ۽ ڏاڍي ذوم ۾ گار کي اُڇليندو هيو ۽ جنهن کي لڳندي هئي تہ ڪرڙيون پيون هٽندو چڻ تہ سروٽو لڳس. گارين ڏيڻ جو سليقو ضرور هيس پر سندس زبان ۾ اهو سواد ۽ رس ڪونہ هوندو هيو جو هڪ سادات جي ڄڀ ۾ هئڻ گهرجي. ڪورين جي پاڙي جي اوستي پنجيل وري گارين ڏيڻ جو نرالو طريقو ايجاد ڪيو هيو. هو بزار ۾ بيهي ماڻهن کي چپن ۾ پٽڪندي گاريون ڏيندو هيو. سندس اهڙي عادت کان هرڪو آگاهه هوندو هيو پر سندس گاريون بي آواز هئڻ ڪري اثرائتيون ثابت نہ ٿينديون هيون.

سنڌ ۾ سهٽي ۽ سوادي گار فقط ڪوٽ سلطان جا خان ڏيئي ڄاڻن. ڪچي ڦڪي يا اگهاڙي گار ڪڏهن بہ نہ ڪيندا. ٻاهران ڪو ٻڌندو تہ ائين سمجهندو چڻ اندر اوطاق ۾ ڪا بيت بازي ٿي رهي آهي يا ڪو سگهڙ ڏٽ جي ڳجهارت وينو ڳولي. ٻڌندڙ جي دل هميشه ائين پيئي چوندي تہ سندن ست سريون جاري رهن تہ چڱو. سندن گاريون اسان جي سنڌي زبان جو بي بها سرمايو آهي ۽ سراپا علم و ادب پڻ آهي.

# مولانا دين محمد وفائي

ڏهاڪو ڏينهن اڳ براج جي جشن ۾ ياڳي يائيوار ٽيڻ لاءِ سکر پهتس. سانجهيءَ ٽاڻي دل ۾ آيم ته ڇو نه خيرپور وڃي پنهنجي منڙي دوست ڏاڏا شاه جي بنڙيءَ تان پيرو ڪري اچان. ڪنهن جي وئي ڪا ياري ختم ٿورو ئي ٿي ٿئي. يائو ڏهَر ڪي سوال ڪري گاڏڙي وٺي پنين سيٽ تي سوار ٿي خيرپور روانو ٿيس. واٽ تي ڊرائيور، شايد پنجل نالو هيس، ٽيپ کولي پنهنجو شُغل شروع ڪيو. راڳ جو شونقين آهيان. پر لڏي ويل جي ياد سر تي سوار هئي. غمگينيءَ سان ماٺ جو وڏيل لاڳاپو آهي بجاءِ جلال چانديه جي. ڊرائيور سياڻو هيو. آئيني ۾ هوٽ بچڙو ڏسي تاڙي ويو. وري به پڪ ڪرڻ لاءِ پڇيائين ته "سائين اوهان کي وَسَوءَ وٺي ٿي يا دهوئي گُل ڪريون؟" وَسَوءَ جو منڙو ۽ ٺيٺ سنڌي اکر ٻڌي مون کي مزو اچي ويو. ڪلي چيومانس ته گاڏي هڪ پاسي بيهار. هيٺ لهي ياڪر پائي ڪيس سؤ رپين جو نوٽ انعام ڏنم. "هاڻ پلي هل پر سکهو هل." غريب وائڙو ٿي ويو. سمجهو هوندائين ته ڪو گبر انجنيئر آهي ۽ شايد تازو سيڪڙو مليو اٿس. هن ڪي ڪهڙي خبر ته مون وٽ اها اڪيلي مَڏي هئي، جا گهر واريءَ اڌ ڪلاڪ قناعت تي ليڪچر ڏيڻ کان پوءِ، سکر جي خرچ لاءِ کيسي ۾ وڌي هئي. وڏيڪ ساڻس نه ڳالهايم. ڇاتم ته سهٽا ٻول ٻولڻ وارو ڊولڻ هيو. سڄي وهواه ۽ سکٽي دعا هئي پٽ برابر. مون وٽ ته هاڻ سواءَ لنا لاهي ڏيڻ جي باقي ڪجهه به نه هيو. هوندئن به منهنجي موج لاءِ سندس هڪ اکر وارو "ڊوز" ڪافي هيو. انسان جي خوشي ڪهڙي نه سستي آهي. پوءِ اها ڏيندي به ماڻهو الاجي ڇو ڪيبائيندا آهن!

ٻئي ڏينهن پُڻسن نه هوندي ۽ ٻيٽين لاءِ ٻاٽون ضرور ڪاڏم پر ذهني وَسَوءَ واه جو رهي. گهٽن ڏينهن ڪانپوءِ اهڙي ملوڪ سان ميلو ٿيو هيو جنهن جي هڪ اکر، دل ۽ من جي دامن کي تر ۽ پُر ڪري ڇڏيو هيو. ماڻهو ته اچان سوڌو انهن تنچين لاءِ روئندا آهن جي گهَتا ڏيندا هوا. گهتا ته وڃي ڪڏ پون. اسان لاءِ ته اصلي نافت آهي انهن اڪابرن جي; جن جي مک کون هروقت گلن ۽ گوهرن جون لڙهيون ڇٽنديون هيون ۽ سندن اکر

اکر جي واس سان چوڏس چوڌار هبڪار ٿي ويندي هئي.

اهڙو هڪ اهل دل، اهل قلم ۽ سخن جو صاحب هيو مولانا دين محمد وفائي مرحوم. جو نه فقط مون جهڙن پٽڪندڙن لاءِ ڇپر ۽ ڇانو هيو پر سڄي سنڌ لاءِ علم ادب ۽ عرفان جي وَسوءَ هيو. هوئنن به ڪنهن ڪنهن انسان جي هڏ ڏوکي ۽ پرجهلو هئڻ ڪري ماڻهن ۾ ايترو آسرو ۽ پروسو اپرندو آهي جو سندن وجود گهر، گهراڻي ۽ راڄ لاءِ "دلجاءِ" هوندي آهي، ته الله حياتي ڏئيس. مڙس ماڻهو وينو آهي. اسان کي ڪهڙو فڪر. هي اهي ئي انسان آهن جن وٽي ديرا، مڪان ۽ اوطاقون ائين اُمالڪ سڃيون ٿي ونديون آهن جيئن اسڪول ۽ عدالتون، موڪلن ۾ بسيون ۽ بيچسيون لڳنديون آهن. اڄ ڪان پورا ٽيهه سال اڳ اڄوڪي ڏينهن تي سنڌ جي علم وعرفان جو هي روشن منارو اوچتو گل ٿي ويو. ڪوهيارو ته وڃي خير سان ڪيچ رسيو ۽ اسين هن پنيور ۾ سسئيءَ جيان اڃا وينا ٿا اکيون مهٽيون ته هان هي ڇا ٿي ويو!

سنڌ مدرسي ۾ شاگرديءَ واري زماني ڪانوئي نوڪري ڪرڻ تائين سالن جا سال آءُ مولانا صاحب جي ويجهڙائيءَ ۾ اچان به هڪ گهر ياتيءَ جي حيثيت ۾ سندس قدمن ۾ رهيس. پر مون لاءِ مولوي صاحب هميشه هڪ سوال جي نشاني بڻيو رهيو. سدائين اهو سوچيندو ٿي رهيس ته ڪيس ڪيڏي نه ڇاڻ آهي؟ ايڏو سارو اٿاهه علم هڪ هڏائين ڪوپريءَ ۾ ماپيو ڪيئن ٿي؟ مونکي ته ڇڪي جو ڪوڙو به پورو ياد نه ٿي ٿيو. ظاهر آهي ته مون جهڙي وات ڳاڙهي الهڙ لاءِ مولوي صاحب جي شخصيت کي پرکڻ ۽ پروڙڻ يا تاثر وٺڻ انوقت اهڙو ئي محال هيو جهڙو هڪ منڍي ماڪوڙيءَ لاءِ اُپ ڪڇڻ. سمجهه ۽ ساڃهه ته رب جنهن کي ڏئي. ڪو درسي ڪتابن پڙهڻ سان ٿورو ئي ٿي ملي. وري جني علم واري وڻ جي ڇانو هيٺ ويني ڪو ڦل ملي ها ته شايد آءُ به گهٽو ڪجهه رنگجي وڃان ها. ڪم بختيءَ جو ڪمال ته ڏسو! پارس جي پاسي ۾ رهندي به ڪورو ڪر رهجي ويس. ياڳ بخت ته پنهنجي جاءِ پر الله نه ڏنو عقل ۽ نه موت. ٻنهي جي انتظار ۾ اوٻاسيون ڏيندي اڃي ٻاهٺ سال گذريا آهن.

مولانا صاحب جي زندگي ۽ سندس مقصد - حيات انهن ٿورڙن اکرن ۾ تجلا ڏيو پيو جرڪي جي هوند اهي اهڃاڻ اڄ سندس شناختي ڪارڊ تي درج ٿيل هجن ها. "اسم مولوي دين محمد خلف خليفو گل محمد، وينل نبي آباد مدير الوحيد ۽ توحيد". ٿي سگهي ٿو ته اهو محض

عجيب اتفاق هجي يا حادثہ، جو سندس سڄاڻپ جا جملي ڏس پتہ "الله ۽ سندس رسول" جي محور چوگرد ورد ڪندا ٿي رهيا. پر هن حقيقت ۾ تہ پر بہ شڪ جي گنجائش نہ آهي تہ سندس پوري زندگي "دين محمد" جي تبليغ، تدريس ۽ توحيد جي ڀرپور تحريڪ هئي. رب ٿو ڄاڻي تہ مرحوم مغفور صحيح معنيٰ ۾ هڪ عاشق رسول هيو ۽ توحيد جي شمع جو پروانو، جنهن دين جي گود ۾ جنم ورتو ۽ دين جي دائره ۾ ئي دفن ٿيو.

عالم دين هئڻ سان گڏ مولانا صاحب هڪ نامور اديب ۽ نامڪنيو صحافي پڻ هيو. تواريخ ۽ تصوف جي ميدان ۾ سندس تحقيقي ڪاوشون قابل قدر آهن. اٽڪل اڌ درجن ڪن اخبارن جي اڳواٽي ۽ مالڪي بہ ڪيائين. ٻہ درجن ڪن ديني ۽ ادبي ڪتاب پڻ لکيائين جن ۾ ڪجهہ تہ سنڌي ادب جا شهپاره آهن. سندس سنڌي سهڻي سليس ۽ اوپرن اکرن کان پاڪ صاف هئي. اردو، فارسي ۽ عربي زبانن تي عبور ۽ دسترس هوندي بہ ڌارين ٻولين جي اکرن استعمال ڪرڻ کان وس آهر لاڙو ڪندو هيو. سنڌي ۾ ٻين ٻولين جي لفظن جي ملاوٽ کي "جنن جي ٻولي" سڏيندو هيو. فقط اهڙا اڌارا اکر ڪتب آڻيندو هيو جي انوقت عام رواج ۾ هوا.

مولوي صاحب جي فن جو ڪمال هيو "لَسَ لکڻ". اسان ماڻهو ساهيون ڪري ڳيتون ڏئي لکون. هيڪر لکي وري پنا ڦاڙي ٻيهر ڪاغذ ڪارا ڪيون. گرنهن گرنهن تي وينا واهگرو ڪريون. پر مولوي صاحب هڪ ڀيرو قلم کي "آءُ" ڪئي، تہ پوءِ هل هلندن جا ماڳ، وڃي ٿيا خير. يا ڪاغذ جا پلندا ڪٽن يا وري مضمون جو انت اچي. ونس "ڄاڻ" جي کاڻ ۽ اکرن جو همياڻيون هيون جي لکت جي وهڪري ۾ خرزينن جي منهن جيان پاڻمرادو پٽنجي پونديون هيون. اکر ائين لڏندا لمندا پاڻهرتو روان ٿيندا هئا ڄڻ درياه جي لڙهہ ۾ ڪک پن ٿا ترندا اچن. قلمي پورهئي ڪرڻ ۾ نہ سندس مقصد هيو شهرت حاصل ڪرڻ ۽ نہ مراد هئي پئسو ڪمائڻ. پر هڪ عزت ڀري آس تہ ڪيس جا علمي ڄاڻ هئي ان جو ڦهلاءُ ڪرڻ ۽ پنهنجي ديسي ڀائرن جي ذهني رڃپٽن کي علم سان سيراب ڪرڻ. جيسين ڌن دولت جو سوال هيو تہ سندس دل ۽ دماغ جيان، سندس ڪيسي ۽ گهر ۾ بہ فقط الله جو سڪٿو نالو هيو. مون اهڙا انسان ضرور ڏٺا جن جي سموري عمر غربت ۾ گذري هئي پر هنن پنهنجي مسڪينيءَ کي مجبوري ٿي ڀانيو. پر مولوي صاحب کي تہ سچائيءَ خلاف ڪا شڪايت بہ

نہ هئي. ڏسجي ائين پيو تہ هن غربت کي سوچي سمجهي پنهنجهو نصيب بڻايو هيو. مبادا کيس ڪڏهن شرمائڻو نہ پوي ائڪري پنهنجي دل ۽ دماغ ٻنهي کي، غربت سان عشق ڪرڻ سيکاريو هوائين. ايتريقدر جو هي سندس ايمان تي چڪو هيو تہ دنيا جي وڏي ۾ وڏي، عياشي، تسڪين ۽ آئت هيو ئي "پئسي جو نہ هئڻ" ۽ نہ وري پئسي لاءِ ڪو آسرو هئڻ. سادو کائڻ ۽ سادو هنڍائڻ ۽ سادو رهڻ باقي ترهو هيس توڪل برالله.

مولانا صاحب جي شڪل شبيه رعب تاب واري ۽ شاهاڻي هئي. ڪٽڪ رنگو موڪرو مبارڪ منهن. خنڪي ۽ خمار واريون اکڙيون. اٺواقف پائيندو تہ چڪڙي جو پياڪ هيو. توبہ نعوذ بالله. ميندڙيءَ رتڙي پنيي ڏاڙهي. چهري تي نوراني رونق ۽ نرڙ تي محراب. اڏاوت تہ نہ هئي چڻ موتي مسجد هئي، هوندَن بہ "الله جو گهر" تہ "انسان" آهي جنهن جي دل ۾ پاڻ اچيو پيو ڦيرا پائي، باقي هتي يا تہ آهن ميمڻ مسجديون يا اهي جي رٽائرڊ پوليس عملدارن ٺهرايون آهن. شايد پنهنجي ضمير جي بوجهہ هلڪي ڪرڻ لاءِ! سندس اکين ۾ عجيب ڪشش هئي، چڻ سندس ماٺڪين پنيان ڪنهن غئبي طاقت ليٺا پائي تي واجهايو. مجال ويئي آ جو ساٺس ڪو اک ۾اک ملائي تڪي سگهي؟ آواز ڳورو ۽ اختياريءَ وارو. جو جملو چيائون تہ حرف آخر ۽ پٿر تي ليڪو. منجهس طبعي لاغرضي هئي جا هر قلندر ۽ توڪليءَ جو مرڪ آهي. زمين جي ڪنهن سير يا سوا سير تي فلڪ ئي ڪانہ. باقي اذان جي الله اڪبر ٻڌائين تہ پوءِ چڻ ڪوه ندا جو سڏ ٿيو. هميشہ باوضو، مصلي تي بينا تہ چڻ پنڊ پاهڻ. ڪنڌ هيٺ. هٿ پيٽ بجاءِ سيني تي. نماز پوري ٿي چڻ تہ چنڊ، گرهڻ کان آجو ٿيو. سجده سندس لاءِ معراج هيو. پُٽن کان ويندي مون تائين نماز لاءِ هر ويلي پچا ٿيندي. آءُ اڪثر ڪپڙن خراب هئڻ بهاني لنوائڻ جي ڪوشش ڪندو هيس. "بدبخت توکي ڪنهن ٻڌايو آهي ڪپڙا خراب ٿئي نماز کان نٽائجي". احمق اُٿ لاه لٽا، چادر ٻڌ پر پڙهہ نماز". سندس نماز سان اُنس نہ پر عشق هيو. مون کي يقين آهي تہ کيس سئون سڌو گهمندي بہ عار ٿيندو هيو. وس پڄيس تہ وڪ وڪ تي سجده ۾ وڃي وري اُيو ٿي جيڪر پيهر سجده ۾ وڃي ڳاٽ کي نيچو نوائي. مون کي تہ اهو بہ ڊپ آهي تہ خدانخواستہ جيڪڏهن قيامت کان پوءِ الله پاڪ نماز جا فرض گهٽايا مورڳو معاف ڪري ڇڏيا تہ پهريون شخص مولوي صاحب هوندو جو اهو

الاهي امر اورانگهي پنج دفعا ڏينهن ۾ نماز ضرور پڙهندو. پوءِ ڇاٽي واٽي نہ تہ پل ۾ ئي سهي!

مولوي صاحب جو وڏو فرزند مظفر وفائي مون کان هڪ سال مٿي ۽ وچون شفيع وفائي مون سان سنڌ مدرسي ۾ گڏ پڙهندڙ هئا. سندن سنگت جنهن اڳتي هلي پائيپءَ جو روپ ورتو، مونکان پنهنجو گهر وساري ڇڏيو. وئڪيشن ۾ اڪثر آءُ ساڻن گڏ سکر وڃي ڏينهن جا ڏينهن سندن گهر ۾ وڃي رهندو هيس. جتي سندن مرحوم امڙ پنهنجن ننهي شهزادن پٽن هوندي بہ مون ڪوجهي کي ڪڏهن بہ هي وسهڻ نہ ڏنو تہ آءُ ڪو "پرايو پُٽ" هيس. "ست ڌارين کي پنهنجو ڪري جيءَ ۾ جايون ڏيڻ لاءِ دل کپي ۽ ڪيس سندس خالق ان ساڪرودرياءَ جيتري دل بخشي هئي جنهن جي"واري ترڙ" تي سندس جهوپڙي اڏيل هئي.

مولوي صاحب ۽ سندس شريڪ حيات کي گڏ ڏسڻ سان محسوس ائين ٿيندو هيو ڄڻ ٻئي ساڳي سپيءَ جا ٻہ پڙ هوا. البت قرب ميناج ۽ سخا ۾ امڙ صاحبہ سيني گهر ڀاتين کان ڪيئي ڪاسا سرس هئي. مولوي صاحب جي بارگير ۽ گنڀير سطح سان اسان جي ڇوڪراٽي ۽ ڇڇوري طبع جو راس اچڻ بہ اڻائو هيو، ان ڪري اسين اڪثر سندس موجودگيءَ ۾ پاڙو ترن جيان ڪنڌ پاسي لڪندا ڇپندا رهندا هواسون. خاص طور مظفر ۽ آءُ تہ ٻئي خاصا ٽڪ بہ هواسون. هن جي هردم آل ڪانءِ جيان واڇ ٽڙيل ۽ منهنجا جنرل ضياءُ الحق جيان ڏند سدائين ٻاهر نڪتل. سڄو ڏينهن ڪلڻ ۽ ٺهڪڙن ۾ گذرندو هيو. نتو پانيان تہ اسان ٻنهي کان زندگيءَ ۾ ڪو وڏيڪ ڪليو هوندو. سواءِ پارسين جي پيغمبر زردشت جي. پر هن سدوري تہ پينگهي ۾ ئي ٺهڪ ڏيڻ شروع ڪيا هئا.

١٩۴١ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪري سنڌ مدرسہ کان ٽپڙ کٽي وڃي پنهنجي مائٽن پيڙو ٿيم. هڪ هفتو هڪ وٽ ۽ ٻي ڏينهن ٻئي وٽ ٽڪاڻو ڪيم. ڏٺم تہ سندن جايون وڏيون، ڏيل ڏونگر وانگر، پر سندن دليون ڏاڍيون سوڙهيون هيون. آخر پنهنجي "ڪائنات" (جا انهن ڏينهن ۾ هڪ ٽنل ٽين جي پيتڙيءَ تائين پکڙيل هئي) ڪلهي تي کڻي اچي مولوي صاحب جي ڏيري تي گاڏي حاطي ۾ سهڙيس، جتي نہ فقط منهنجو آدرياءُ ٿيو. پر سيني سان بہ لاتو ويس. صفحي، ڏيڍ ڪمري جيتري مس هئي، جنهن جو وڏو ڪمرو مولوي صاحب جي بيڊروم ڊرائنگ روم ۽ اسٽڊي روم طور ڪتب ايندو هيو ۽ باقي اڌ ڪمري ۾ اسين سراسري ست ڇٽا

رهندڙ هواسون. هي جڳهه رهائش لاءِ گهٽ پر پبلڪ لائبرري، خالقڏنو هال ۽ دارالامان طور وڌيڪ استعمال ٿيندي هئي. مون جيان ڪيترن ئي گهر جي ترڪ ڪيل، ڌرم جي ڌڪاريل ۽ مصيبت جي ماريلن جي هتي اچ وڃ عام جام هئي. مولوي صاحب جو عظيم ڪرشمون اهو هيو جو وٽائس ڪوئي سڪٽي هٿ واپس نہ ورندو هيو. ڪنهن کي دعا ۽ وظيفو، ڪنهن کي سهڻي صلاح، ڪنهن کي سفارشي چٺي تہ ڪن لاءِ پاڻ پنهنجي سر لڪڻ ڪٽي پنڌ پوندا هئا. جن جي مراد پوري ٿيندي ۽ ڪارج سڌ ٿيندا تہ انهن کي هدايت ٿيندي تہ نماز پڙهو، علم پرايو، ڪتاب لکو ۽ غريب شاگردن کي پڙهايو. اها هوندي هئي مولويءَ صاحب جي "في" جنهن جو تغاتو ضرور ڪندا هئا.

مولوي صاحب سان فقط گڏ رهڻ پنهنجي ليکي هڪ قسم جي تعليم ۽ تربيت هئي. هن ڪان اڳ مون ڪيس دوربيني سان ٿي ڏٺو. هاڻ صبح شام ڪيس اکين آڏو هڪ ڪليل ڪتاب جيان ٿي پڙهندو رهيس. ڏٺم تہ لکڻ ۾ اورچ ۽ اڻ ٿڪ هيو. پر جي مطالع ۾ مصروف تہ پوءِ دنيا جي شورغل ڪان بيخبر. گفتگوءَ ۾ نهايت سنجيندو پر جي مرحوم ناقص يا مرحوم دين محمد عليگ آيو تہ پوءِ پوڳ چرچي جو ڇهڇٽو. پر مختصر ۽ حد اندر. مون ڪڏهن بہ ڪيس ٺهڪ ڏيندي نہ ڏٺو. مرڪندو ضرور هيو پر اهو بہ منهن تي هٿ جو ڍڪ ڏيئي پوءِ. خوش طبعي سندس طبع جو هڪ ظاهري پوش هيو، جنهن جي اندر هڪ زخمي ۽ ڦٽيل دل سانديل هئي جا اندر ئي اندر ٽچڪندي ۽ تڙپندي ٿي رهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ اندر جي اوبر ڪان سندس اکڙيون رت روئنديون هيون. آءُ پليءَ پت چاٽندو هيس تہ کهڙي ڪارڻ. آءُ برابر سندس حال محروم يا حال پائي نہ پر گهر پاتي تہ ضرور هيس. مولوي صاحب کي اهو ڪاپاري گهاءُ پنهنجي منڙي نياڻيءَ جي جوانيءَ واري جدائيءَ رسايو هيو. مولوي صاحب جي پنهجي اولاد سان والهانہ محبت هئي پر مرحومہ "زيب النسا" سندس ساه جو حصو هئي. جڏهن ڏيئو اجهامي ويو تہ باقي خالي بت رهيو جو دستوري حرڪت ۾ هيو. پر ٻاهرين خاني ڪنهن کي لکا پوڻ نہ ڏنائين. هو پنهنجي پريشانيءَ کي پڌرو ڪرڻ ۾ عار سمجهندو هيو. هو تہ آيو هيو فقط ٻين جا سور سانڍڻ ۽ ڪين ونڊڻ ۽ ورڇڻ، باقي پنهنجا ڏک ڏاکڙا تہ هئا "رب جي رضا" يا سندس آزمائش!

منهنجي خيال ۾ مولانا وفائي پنهنجي وقت جو قطب تارو ٿي

رهيو. هن پنهنجي تقريرن ۽ تبليغ وسيلي، پنهنجي پوري وت ۽ سگهہ آهر، سنڌ جي ماڻهن جي رهبري ۽ رهنمائي ڪئي. پوءِ هي بہ ڳالهہ آهي تہ ان "سجاڳي" ۽ "سوجهري" جو ڪاٿو ڪرڻ اوکو آهي جو سندس اڻٿڪ ڪوششن ۽ پاڻ پتوڙڻ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيو. مولانا جي وس هئا "واڪا" جي هن واه جو ڪيا. پر اهي واڪا ۽ رڙيون شاه پٺائيءَ کان وٺندي مولانا وفائيءَ تائين ايتريون ٿيون آهن جو اسين فقط گونگا ۽ ٻوڙا هجون ها تڏهن بہ ڪپاٽ کلي پون ها. پر ڏسجي ائين پيو تہ سنڌي ماڻهو هن ڌوڙ واري زمين جي مخلوق بنهہ آهن ئي ڪونہ. ٿي سگهي ٿو تہ اسين شايد ٻئي ڪنهن سياره کان ڇڄي يا ڪسڪي هيٺ ڪريا هجون.

اٺويهہ ورهين جي ڄمار کان وٺي (خلافت هلچل) آخرين هڏڪيءَ تائين پورا ٽيهہ سال لڳاتار هي اڻ ٿڪ سپاهي پنهنجي ديس جي چاڪريءَ ۾ رنڀيل رهيو. جو وڙ ڪائونس تي سگهيو اهو لڪ ڇپ ۾ نہ، پر دهل جي پڙهي تي ڪيائين. حق سچ جو ڪلمون چوندي ڪنهن کان ڪَوَ ڪونہ کاڌائين. ان ڏس ۾ جيل جا دڙڪا ۽ سزائون بہ سنائين. نہ وري ڪو لالچ جي دام ۾ آٽي ڪيس ربهي ربي سگهيو. پنهنجي دين ايمان سان سچو رهيو ۽ سنگت ساٿ ۽ اوڙي پاڙي سان بہ نباهي ويو. آل اولاد سان ڳڻَ ڏيئي ڪين علم جي زيور سان سينگاري ۽ پنهنجن پيرن تي بيهاري ويو. ڪنهن جو ڪاٽيارو نہ ٿيو ۽ نہ وري ڪنهن جي مٽس ڪا ميار رهي. وڏي ڳالهہ تہ جاڪوڙا ڪيندي ۽ رزق حلال تي گذر ڪندي پنهنجي زندگيءَ کي هڪ دائمي سونهن ڏنائين جو اڄ ڏينهن سوڏو سندس نانءُ لاهوتين ۾ پيو لکجي.

وري جڏهن سندس زندگيءَ جي شام اچان اوڏو نہ آئي هئي ۽ واهيري جي ويل بہ ڪجهہ پر پرو هئي. تہ الاجي ڇو، دل ۾ آيس تہ اڏري وڃان پرين جي پار ڏي، پنهنجي يار ڏي. پڙڪو ڪائي اڏاٽو. پار وينندا ڏيکاريندا! جڏهن سقراط کي زهر جو پيالو پيئڻ لاءِ آٽي ڏنائون ۽ هن چپن تي آندو. تہ سندس شاگرد ۽ دوست "ڪريٽو" سوال پڇيو تہ "استاد تنهنجي وئي پڇاڻان اسان توهان لاءِ ڇا ڪريون؟" سُقراط مرڪي چيو تہ "ڪريٽو، اول مون کي هي تہ ٻڌاءِ، تہ اوهان مون کي پهچي سگهندا؟".

# منشي ملنگ فقير

منشي فقير قلندر شهباز جو ملنگ هيو. اڄ کان اڌ صدي اڳ دنيا جا سڀ لڳ لاڳاپا ڇڏي اچي سيوهڻ سهڙيو ۽ درگاه جي غلامي اختيار ڪيائين. پنهنجي سموري عمر جواني ۽ پڇاڙي درگاه جي مجاوري ۽ مرشد جي خدمت ۾ ختم ڪري ڇڏيائين. فقيريءَ جي ڪنن راه ۾ ڪشٽ ۽ ڪشالا ڪيندي، تن کي تسيا ڏيندي پنهنجو رت ست سڀ سڪائي ڇڏيائين. باقي وڃي بچيو هوس پنهنجو خاڪي جسم - هڏائون پنجرو- جڻ اُڏوهي کاڌل ڪوڪو. آخر اهو پيهر به ٽپي پار ڪيائين. گذريل اڳاري ڏينهن پره ڦٽي پريات ڏاري چولو مٽائي راه رباني وٺي رمندو رهيو. آيو به اڪيلو هيو، رهيو به عمر ساري اڪيلو ۽ ويو به اڪيلو. بقول پنائيءَ جي "هيڪلائي هيل پورينڌس پنهون ڏانهن."

سندس اصلي نالو ڇا هيو؟ ڪا خبر نه آهي، نه پاڻ ڪنهن کي نالو ڏسيائين ۽ نه وري ڪنهن ڪائونس اهڙي پڇا ئي ڪئي. عام طور تي کيس منشي ملنگ سڏيو ويندو هيو. حالانڪ درگاه جي قديمي روايت مطابق، سندس مرشد طرفان رکيل نالو فقير "نور قادر علي" هيو. پاڻ پني عاقل جو وينل هيو. تيرنهن سالن جي الهڙ عمر ۾ ڪنهن ڳالهه يا ڪنهن واقعي ڪارڻ هن دنيا ۽ دنيا وارن کان دل ڪٽي ٿيس. بيزار ٿي پنهنجو گهر گهاٽ ڇڏي جهنگ منهن ڪيائين. ڪجهه ڏينهن پڇاڻان سيوهڻ اچي درگاه پيڙو ٿيو.

هن آسڻ تي سندس دل ۽ من کي اهو قرار حاصل ٿيس جنهن جي کيس تلاش هئي. قلندري فقيرن جي حلقي ۾ داخل ٿي، هڪ الله ڪري ويهي رهيو ۽ مرندي دم تائين درگاه جو در نه ڇڏيائين.

سيوهڻ ۾ قلندر جي درگاه کان سڏ پنڌ اور تي قلندري فقيرن جو هڪ قديمي آستانو آهي جنهن کي عام طور "ڪافي" يا اڄان به "پناڻن جي ڪافي" سڏيو ويندو آهي. هن هنڌ قلندري طريقي جي "جلالي" فقيرن جو مرڪز آهي، جتي قلندر جي ملنگن جي روحاني تعليم ۽ ترغيب جو سلسلو گذريل ست سئو سالن کان جاري آهي. هن قديمي اداري جي

مدارلمهام کي "مرشد" چيو ويندو آهي ۽ مريدن کي ملنگ. موجوده وقت ملنگن جو تعداد اڍائي سئو کان مٿي آهي جن جو ڪجهہ حصو عبدالله شاه غازي ۽ اهڙين ٻين مختلف درگاهن تي مجاورانہ خدمت چاڪريءَ لاءِ مقرر ٿيل آهي. هن وقت تائين سلسلي وار نوَ عدد مرشد ٿي گذريا آهن جن جا مقبرا ڪافيءَ اندر موجود آهن. آخرين گادي نشين مرشد "نادر علي شاه" هيو جو نوانوي سال عمر ۾ ١٩٧٣ع ڌاري وصال ڪري ويو. موجوده گادي نشين مرشد "حاجي محمد عارف علي شاه" آهي جو هڪ نوجوان اعليٰ تعليم يافتہ هئڻ سان گڏ ايم بي بي ايس سند يافتہ ڊاڪٽر پڻ آهي. مرشد نادر علي شاه جي وصال کان ٿي ڏينهن اڳ ڪيس سيوهڻ اچڻ جو اوچتو حڪم مليو جتي وصيعت مطابق ڪيس گاديءَ جي واڳ حوالي ڪري سندس تاجپوشيءَ جي رسم ادا ڪئي وئي. ڪافيءَ جا گادي، نشين قلندر شهباز جا "ڀاري دار" سڏيا ويندا آهن. اوقاف جي وجود کان اڳ هر گادي نشين جي هي روزمره جي فرض ادائي هوندي هئي تہ هو هر صبح جو پنهنجي فقيرن جي ٽولہ سان اچي درگاهہ جي ڀاري ڏئي.

قلندر جي ڪافيءَ اندر اتر طرف "سخي سرور" جو آستانو آهي جو پڻ سوين سالن کان قائم دائم آهي. هن آسڻ تي "سخي سرور سلطان" چاليهہ ڏينهن چلو پچايو هيو ۽ بارگاه الاهيءَ ۾ دائمي لنگر لاءِ سوال ڪيو هئائين جو قبول پيو ۽ هتي لنگر سدائين جاري رهي ٿو. هند خواه سنڌ ۾ "ڪافي" هڪ واحد آستان آهي جتي عام مخلوق، غريب غربي عام وخاص ۽ آئي وئي کي ماني کارائي وڃي ٿي. ميلي دوران تہ هزارن ماڻهن کي پر عام رواجي ڏينهن تي پڻ سون کي ٻہ وقت ماني ڀوڄ ۽ ٻہ وقت چانهہ پياري وڃي ٿي. سياري اونهاري لنگر جو سلسلو چالو رهي ٿو. سيوهڻ جي مالڪ مار گرميءَ ۾ روزانہ ويهہ تيهہ مڻ اٽو ڳوهي مانيون کارائڻ هڪ اهڙو ڪٺن ڪم آهي جو قلندر جا مست ملنگ ئي سرانجام ڏيئي سگهن ٿا ۽ باقي ٻئي ڪنهن جي مجال نہ آهي. هڪ دفعي ڪنهن گهٽگهري مرشد بادشاه کي صلاح ڏني تہ سائين ڪٽڪ مهانگي ٿيڻ واري آهي ۽ پنجاه ريئي مڻ ٻہ مشڪل ملندي انڪري اڳواٽ وٺي رکو.

مرشد کلي کيس چيو لنگر الله جي نالي ۾ پيو ٿو هلي ۽ رزق ذمون بہ سندس آهي. جي ڪٽڪ جو في داڻو بہ پنجاه رپين جي قيمت تي مليو تڏهن بہ انشاءالله لنگر قيامت تائين جاري رهندو.

منشي ملنگ فقير ڪافيءَ ۾ لنگر جي ٻاهرين انتظام تي مقرر ٿيل هيو ۽ ان سلسلي ۾ اڪثر تہ سندس ڪراچيءَ ۾ اچڻ وڃڻ ٿيندو هيو. منهنجي ساڻس واقفيت تہ ورهين کان هئي پر گذريل ڇهن پنجن سالن کان ان قربت ۾ خاصو اضافو ٿيو هيو. جڏهن ڇماهيءَ ملاقات پيئي ٿيندي هئي. مانيڻي مزاج هئڻ سبب کلاڪ اڌ ۾ مشڪل سان ڪو جملو اڌ ڳالهائيندو هيو. ورنہ ٿيو پلو. ڪڏهن ڪڏهن منهنجي اڏي اُبتي سوال ڪرڻ تي سندس اکين ۾ هڪ عجيب قسم جي چمڪ پيدا ٿيندي هئي جنهن جي غلبي سبب منهنجي لڱن ۾ ڏڪٽي ۽ اندر ۾ سياٽو اپرندو هيو. هڪدم ڳالهہ بدلائي ٻيو ڪو قصو شروع ڪندو هيم تڏهن وڃي فقير سانت ۾ اچي پنهنجو دستوري مرڪڻ جاري رکندو هيو. ٽي سال اڳ احوال ڏنائين تہ امتحان ۾ ٽيهہ مارڪون حاصل ڪيون هئائين ۽ چيائين تہ اڃان پنڌ پري آهي.

ٽي سال اڳ منشي ملنگ کي سرطان جي بيماريءَ سبب سندس ڄنگهہ ۾ ڳُڙ پيدا ٿيو جنهن نهايت خوفناڪ صورت اختيار ڪئي. ڊاڪٽر رايو ڏنو تہ سندس ڄنگهہ گوڏي وٽان ڪاٽڻ سواءِ ٻيو ڪو علاج نہ هيو. منشيءَ اهڙي آپريشن ڪرائڻ کان انڪار ڪيو. ڪنهن ڏس ڏنس تہ نانگ جو ڏنگ هڻاءِ تہ فائدو ٿيندءِ. کلي وينو. چيائين تہ "خدا ۽ قلندر" جا ڪم ڏسين ٿو؟ هاڻ مون نانگي کي نانگن حوالي ٿو ڪري. "خداءِ قلندر" سندس تڪيہ ڪلام هيو ۽ سندس هر جملو خداءِ قلندر سان شروع ٿيندو. آخر هڪ ڏينهن ڪافيءَ ۾ ويٺي پاڻ خنجر ڪٺي ڪئنسر جو ڳُڙ ڪپي ڇڏيائين. الله منهنجي جي قدرت مهيني اندر نوبنو ٿي پيو. ڏيڍ مهينو اڳ مون وٽ آفيس ۾ آيو ۽ ڏاڍو خوش خورم ۽ باغ بهار ٿي لڳو. چيائين تہ امتحان پورو ٿيو ۽ پنجونجاه مارڪون مليون آهن جي منهنجي لحاظ کان هڪ معراج آهي. مون ڳراٽڙي پائي کيس مبارڪون ڏنيون. ڪوپو ۽ قدآور جوان هيو ۽ آئون سندس سيني تائين مس پهچندو هيس. پر سندس

شڪل شبيھہ ننڍڙن ٻارن جيان معصوم ھئي. سندس مرڪڻ اھڙو منڙو ۽ من موھيندڙ ھيو جو آءٌ پھرن جا پھر وينو ڪيس گھوريندو رھندو ھيس.

عبدالله شاھ غازيءَ جي تربت ۽ درگاھ، منشي ملنگ جي ھٿن جي ٺاھيل ھئي، ھتي ١٩٢٣ع کان ١٩٣٠ تائين، مرشد نادر علي شاھہ جي حڪم ماتحت، درگاھ جي تعمير لاءِ پٿر ڍوئيندو ۽ اوساري ڪندو رھيو. ان زماني ۾ موجوده ڏاڪڻ ٺھيل ڪانہ ھئي ۽ مٿي اوچائي واري چڙھائي نھايت اوکي ۽ اٽانگي ھوندي ھئي. منشي ملنگ جي پنيءَ تي وڏا پٿر رسيءَ سان ٻڌا ويندا ھئا جي ھو يڪساھيءَ مٿي پھچائيندو ھيو، ڪيس اڪثر قلندر جو "پاڏو" سڏيو ويندو ھيو. صبح جو سويل "لي" مارڪيٽ کان ٻڪرين لاءِ گاھ ۽ لنگر لاءِ سبزيون ۽ ترڪاري ڪٽي پيرين پنڌ غازي عبدالله شاھ جي درگاھ تي رسندو ھيو. نيرن کان ٽيپھريءَ تائين پٿر ڍوئيندو ھيو. درگاھ جون جملي جايون ۽ ھينان وارا رھائشي ڪوارٽر سڀ سندس ھٿن جا ٺھيل آھن. ساڳيءَ ريت ڪافيءَ جي اڪثر عمارتن ٺاھڻ ۾ پڻ سندس پورھيو شامل ھيو.

منشي ملنگ جي واقفيت کان اڳ مون کي قلندر جي ملنگن لاءِ جو تصور ذھن ۾ ھيو اھو ھيءُ ھيو تہ ھو ڏنڊا مشٽنڊا ۽ بيڪار قسم جا ماڻھو ھئا جن چرس جي دڳاڙن ھڻڻ، ڳانا ۽ گودڙيون پائي ۽ چمٽا ڪٽي نچڻ ۾ پنھنجي عمر ٽي گنوائي ۽ سندن شراشريعت ۽ عبادت الاھيءَ سان ڪو تعلق نہ ھيو. ڪافيءَ ۾ اڪثر اوقات مھمان ٽيندي جڏھن پنھنجي اکين سان مشاھدو ماٽيم تہ منھنجون وايون بتال ٿي ويون، ۽ ڪپاٽ کلي پيم. ڏٺم تہ نہ نشيدار شين جو واھپو ھيو ۽ نہ ڪا بدعت عمل ۾ ٿي آئي. پنج وقت نماز ۽ ساري رات ذڪر الاھيءَ سواءِ ملنگن جنھن محنت ۽ مشقت سان ڪافيءَ جو مڪمل انتظام ۽ لنگر جو بندوبست ٿي سنڀاليو اھو عام رواجي انسانن جي وس کان ٻاھر ھيو. مون کي تہ اھو گمان بہ غالب ٿيندو رھيو تہ اھي ملنگ واقعي ڪي انسان آھن يا غئبات. ھي ٿورڙن ماڻھن کي علم آھي تہ انھن ملنگن ۾ ڪيترا اعليٰ تعليم يافتہ ۽ وڏن گھراڻن جا افراد آھن. ھي پنھنجي رضا خوشيءَ سان تارڪ الدنيا ٿيا آھن. منشي ملنگ کان علاوه منھنجي جنھن ملنگ سان دوستي آھي اھو

سائنس جو گريجوئيٽ پڻ آهي.

قلندر جو ملنگ ٿيڻ اهڙو ئي آهي جهڙو پلصراط کان پار لنگهڻ. دنيا سان قطع تعلقات ته پنهنجي جاءِ پر پنهنجو وجود وڃائڻ، پائڻ لاءِ گودڙي، سمهڻ لاءِ فرش ۽ کائڻ لاءِ هڪ وقت، اهو به اوبر جي ماني. ۽ ڏينهن جو پورهيو ۽ رات جا اوجاڳا ان کان علحده. اسان جي وت ۽ وس کان هيءَ ڳالهه ٻاهر هئي. منهنجي نقطہ نظر خودڪشيءَ جا ٻيا به بهتر طريقا موجود آهن بجاءِ ان جي جو ملنگ ٿي پاڻ تي ظلم جبر ۽ ستم ڪجي. منشي ملنگ کون گهڻا دفعا روحاني موج لاءِ سوال پڇندو رهيس پر هر دفعي مرڪندو رهيو ۽ چوندو هيو ته گهيڙ ۾ گهڙي ڏس. موت لاءِ به جواب ساڳيو ڏنائين ته "مري ڏس". مجڻ مراد آهي. منهنجي لاءِ مرڻ آسان آهي، پر منشي ملنگ تي هڪ پهر به جيئڻ نه فقط ڏکيو آهي پر ناممڪن پڻ. منشي ملنگ جي مرڻ بعد جڏهن ڪيس گودڙيءَ ۾ سينگاري سندس منهن ڏٺو تي ويو ته منهنجي ٻئي ملنگ دوست سندس نزديڪ اچي چيو ته "منشي جي، ملنگ تو ڪبهي مرتي هي نهين، آپ تو مرگئي؟" منشي ملنگ جون ٻوٽيل اکيون هڪ وار کليون ۽ منهن تي مُرڪ نمودار ٿي. سواليءَ کي جواب مليو ۽ منشي ملنگ واپس پنهنجي ماڳ وڃي رسيو. منهنجي خيال ۾ ڪنهن امتحان ڏيڻ لاءِ هت آيو هيو اهو اُڪري پار ٿيو!

# آخوندالله بچايو وڪيل

پيو سڀ لوڪ لباس ڪو هڪدل هوندو هيڪڙو.
(شاهه)

آخوند الله بچايو ١٩١٩ع ڌاري مٽيارين ۾ ڄائو، جنهن تاريخي شهر ۾ سندس وڏڙا پيڙهين کان مدرسن ۽ مڪتبن ۾ علم پڙهائيندي آخوند سڏجڻ ۾ ٿي آيا. اڃان پنجن سالن عمر جو مس ٿيو ته سندس والد ماجد آخوند غلام علي گذاري ويو. هن معصوم جي پالنا ۽ پڙهائيءَ جي فرض ادائي سندس امڙ ۽ ماٽيجي مامي محمد صديق سنڀالي. هئڻ ته ائين گهربو هيو ته مرحوم پيءُ جي اولاد جو ذمون چاچو نباهي ها. پر هن پنهنجي مرحوم پيءُ جي املاڪ ڪي سندس اولاد کان وڌيڪ قيمتي ڄاڻي منجهس هٿ ڳنڊيا. نتيجي ۾ آخوند الله بچائي ڪي پنهنجي امڙ سوڏو "هوندي سوندي" اٺهوند جي گهاٽي کان گذرڻو پيو. شايد قدرت ڪي به ائين منظور هيو. ڇاڪاڻ ته اهڙين ڪنن ۽ ڪنور آزمائشن کان نڪري پار اڪرڻ ڪانپوءِ ئي ماڻهوءَ جون اکيون کلن ٿيون ته هن دنيا وارن جا لڳ لاڳاپا توڙي رت جا رشتا ڪيترا نه ڦلهڙا آهن.

چار درجا سنڌي پڙهڻ ڪانپوءِ آخوند ڪي انگريزي پڙهڻ لاءِ پهريون حيدرآباد ۽ پوءِ ڪراچيءَ اچڻو پيو. بي اي پاس ڪري وڪالت جي امتحان لاءِ تياري ڪيائين. پنهنجي پڙهائي ۽ رهائش جي خرچ جي پورت لاءِ سنڌ مدرسه ۾ ماستريءَ جي ملازمت پڻ اختيار ڪيائين. ان زماني ۾ ماستريءَ وارو پيشو مان شان ۽ عزت وارو ليکيو ويندو هيو ۽ استاد جي عزت پيءُ جي پدويءَ سمان ڄاتي ويندي هئي. ان دور ۾ پاس ٿيڻ جو دارومدار محنت ۽ اوجاڳن تي هيو ۽ نه سفارش يا رسائي تي جيئن اڄڪلهه ڇو فئشن آهي. شايد هن ڪري به جو يونيورسٽي سمنڊ پار بمبئيءَ ۾ هئي ۽ اسان وارن "قومي ۽ ڪنتري ڪاليجن" اڃان جنم ڪونه ورتو هيو.

١٩٤٠ع ۾ ايل ايل بي امتحان پاس ڪري حيدرآباد ۾ اچي

وڪالت شروع ڪيائين، جو پنهنجي جاءِ هڪ وڏي حوصلي جهڙو قدم هيو. ڇاڪاڻ تہ حيدرآباد جو شهر ان دور ۾ برک ۽ ڪرڙپيل وڪيلن جو ڳڙه سمجهيو ويندو هيو، جتي هڪ ڳوٺاڻي نوجوان ۽ سيڪڙاٽ وڪيل لاءِ پير ڄمائڻ هڪ وڏو چئلينج پڻ هيو. آخوند وڪالت جي پرئڪٽس گڏ سماجي ڀلائي ۽ شهري بهبودگيءَ ۾ پڻ بهرو وٺڻ لڳو. خاص طور تعليم جي ميدان ۾، جو سندس اباڻو ورثو بہ هيو. هن ڏس ۾ سندس جاکوڙ ۽ جدوجهد آخري ايام تائين جاري رهي. ١٩٤٣ع ڌاري سندس شادي خانہ آبادي ٿي ۽ سنڌ جي عالم ۽ اديب علامہ دائود پوٽہ جي وڏي نياڻي سندس زندگيءَ جي رفيق حيات بڻي.

پنهنجي اڻٿڪ محنت ۽ ذاتي ديانتداريءَ سبب ٿوري عرصي اندر ئي آخوند وڪالت ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيو ۽ سندس شمار سنڌ جي مشهور قانوندانن جي قطار ۾ ٿيڻ لڳو. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ ڪمائيءَ جي لحاظ کان سندس مالي حيثيت مڇي مانيءَ تائين محدود رهي. ان جو وڏو سبب غريب ۽ مسڪين ماڻهن جا ڪيس هوا جن بدولت ڪيس دعائون تہ مڙن جي حساب ملنديون رهيون، پر ڪيسي جي حالت اها ئي ڏٻري رهي. ان زماني ۾ آخوند حيدرآباد جي انهن ٿورڙن وڪيلن ۾ هڪ هيو جن جي ڪيسن جي آمدنيءَ جو دارومدار دلالن بجاءِ توڪل تي هيو. پنهنجي وقت جي مشهور ڪيسن ۾ غريب ۽ مسڪين ماڻهن جي مفت وڪالت ڪري عدل انصاف جو نعرو بلند ڪيائين. هڪ ڀيري رياست جي هڪ ڪيس ۾ هڪ طرف ٽيهارو ڪن ڳوٺاڻا جوابدار هئا ۽ مخالفت ۾ رياست خيرپور جي حڪومت جو دٻاءُ ،انصاف کي لٽہ مٽي ڪرڻ لاءِ پوري طاقت سان استعمال ٿي رهيو هيو. هزهائنس پاران انگلنڊ جو باريسٽر مسٽر ڊنگل فوٽ وڪيل ڪورٽ ۾ پيش ٿيو. پر نہ انصاف هيسجي ويو ۽ نہ آخوند هرڪجي سگهيو توڙي جو ڪيس لالچائڻ لاءِ وڏا وس ڪيا ويا. آخر عدالت جو فيصلو آخوند جي حق ۾ ٿيو ۽ بيگناہ ڳوٺاڻن جي جان خلاصي ٿي.

١٩٦٦ع ۾ آخوند کي مغربي پاڪستان وزارت ۾ کنيو ويو ۽ کيس قانون جو قلمدان سونپيو ويو. سندس وزير ٿيڻ پنهنجي جاءِ هڪ معجزو هيو ڇاڪاڻ تہ سندس نہ ڪنهن سياسي پارٽيءَ سان واسطو هيو ۽ نہ وري کيس ڪنهن سياسي جماعت جي پٺڀرائي حاصل هئي. ڪائونس اڳ قانون جو وزير حيدرآباد سنڌ جو نامور وڪيل غلام نبي ميمڻ هيو

جو قانوني ماهر هئڻ علاوه سياسي شطرنج ۾ پڻ بلا جو کيڏاري هيو. وزارت جي واڳ سنڀالڻ شرط جو پهريون ڪم ڪيس سپرد ڪيو ويو اهو هيو سابق وزير قانون خلاف الزامن جي تحقيق. سرڪاري سوچ ڪا غلط ته نه هئي. ڇاڪاڻ ته هر سبڪدوش ٿيندڙ وزير خلاف سنگين الزامن جي انڪوائري ڪرائڻ، اسان جي ملڪ جي جهوني سياسي روايت هئي. پر آخوند ٻي مٽيءَ جو ٺهيل ماڻهو هيو. هن گورنر وٽ وڃي پنهنجي صفائي پيش ڪئي ته آءٌ عمر ساري عدالتن ۾ انصاف جي بالادستيءَ لاءِ وڪيل ٿي رهيو آهيان. جي وزير قانون جي فرض ادائي هي آهي ته پبلڪ پراسيڪيوٽر يا جلاد ٿي ڪم ڪرڻ ته پوءِ ٻيو ڪو همراهه ڳوليو.

سندس وزارت جي دور ۾ ڪهڙا قانوني سڌارا آيا يا ڪيتريقدر قانون جي حڪمراني قائم ٿي، ڇوڻ ڏکيو آهي. ڇاڪاڻ ته هاڻوڪي حڪومتن ۾ گڏيل جوابداري هئڻ ڪري ڪنهن به هڪ وزير جي صلاحيت ڪا معنيٰ نه ٿي رکي. ان زماني کي فوت ٿئي ڪيئي صديون گذريون جڏهن وزير باتدبير هوا ۽ سندن ڏاهپ تي سلطنت جي سلامتي ۽ خوشحاليءَ جو دارومدار هوندو هيو. اڄوڪي جمهوري وزارتن مڃي مياڻيءَ جي ڏک تي ڏني جن ۾ وزير ائين ٿي چونديا ويا جيئن پوليس ڪوڙن ڪيسن لاءِ مشير مقرر ڪندي آهي. بهرحال جي آخوند جي دور وزارت ۾ شينهن ٻڪري گڏ چرندا نه ڏٺا ويا، تڏهن به ڪنهن بيگناه شهريءَ کي قانوني شڪنجي ۾ اڙايو نه ويو، جو اڳوڻي وزارت جو محبوب شغل هيو.

آخوند صاحب سان منهنجي ملاقات اوچتو ۽ عجيب ماحول ۾ ٿي، جڏهن آءٌ پنهنجي آپي ڪان ٻاهر هيس. قصو هن طرح هيو جو حيدرآباد جي ڊاريڪٽر انفارميشن جي حيثيت ۾ آءٌ دوره تي عمرڪوٽ اسهيل هيس ۽ پٺيان گهر ۾ چوري ٿي، اها به گهر ڀاتين جي سجاڳيءَ ۾. رڙين تي پاڙي وارا ڪامورا ته نه جاڳيا ۽ جي جاڳيا ته مدد لاءِ نه آيا. پر جي اڌ درجن پوليس وارا ڪالونيءَ جي پهره لاءِ مقرر هئا اهي به نه پهتا. وري جڏهن ٿاڻي تي فرياد لکرائڻ لاءِ فون ڪئي وئي ته ٿاڻيدار چيو ته روبرو رپورٽ داخل ڪرائي وڃي نه ته ڪو تدارڪ نه ڪيو ويندو. مون کي عمرڪوٽ فون تي اطلاع ڏنو ويو ۽ آءٌ ڪاتي پڪي رفتار تي جيپ ڀڄائيندو اچي گهر پيڙو ٿيس. ڏٺم ته ٽي پوليس عملدار منهنجي ڊرائنگ روم ۾ آرام سان ويهي شربت پي رهيا هئا جو شيشو چور ڇڏي باقي گهر

ڀهاري ويا هئا. مون اچڻ شرط پوليس وارن کي هڪالي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ کين شربت پيئڻ کان نراه ڪيو. ۽ فرياد داخل ڪرائڻ کان بہ نابري واري.

ٻئي ڏينهن تي سرڪيٽ هائوس ۾ "لاءِ اينڊ آرڊر" جي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيس، جنهن جي صدارت آخوند صاحب ڪري رهيو هيو. هيءَ منهنجي آخوند صاحب سان پهرين ملاقات هئي ڇاڪاڻ تہ ڪيس وزير ٿئي اڃا هفتو مس ٿيو هو. ڪانفرنس ۾ سکر ۽ حيدرآباد ڊويزن جا ڪمشنر، ڪليڪٽر ۽ پوليس جا اعليٰ عملدار شامل هئا. ڪارروائي هلندي جڏهن چوري چڪاريءَ جو ذڪر آيو تہ آخوند صاحب مون کي مخاطب ٿي چيو تہ اخبار ۾ چوريءَ جي خبر پڙهي اٿم پر تو فرياد ڇا جي لاءِ داخل نہ ڪرائي آهي؟ آءٌ اڳيئي نڪ تائين ڀريو وينو هيس سو هاٺي موقعو ملندي ٿي ڦاٽ ڪاڏم. چيم تہ هائو سائين، چوري برابر ٿي آهي، پر ڪرائي آهي انهن پوليس عملدارن، جي اوهان سان گڏ وينا آهن. جڏهن سرڪار پاڻ چور پالي ۽ چورين ۾ ڀانگي ڀائيوار ٿيءَ تہ ڪنهن وٽ وڃي دانهن ڪيان؟ وري گذريل ڇهن مهينن ۾ جي چوريون ٿيون آهن ۽ جن لاءِ فرياد داخل ٿيا آهن تہ انهن ۾ ڪا هڪ چوري بہ موٽائي ويئي هجي تہ آءٌ بہ ڪا اميد رکان. جي چوريون واپس ٿيون آهن تہ مالڪن کي نہ مليون آهن باقي وچ ڪنڌي ۾ ونڊ ورهاست ضرور ٿي آهي. ائين چئي مون چورين جا انگ اکر، ڀاتاريدارن ۽ دلالن جي لسٽ وارا ڪاغذ سيِ وزير صاحب اڳيان ميز تي رکيا.

پوءِ ڪانفرنس تہ ڪافور ٿي ويئي. پوليس عملدارن جي نظر زمين تي ڪتل هئي، پر ڪرسين تان اٿڻ جي همت ڪنهن کي ڪانہ ٿي. ڪمشنر جنهن کي پوليس جي ڪارنامن جي اڳيئي ڄاڻ هئي، تنهن ڪنڌ ڌوڻي منهنجي هر ڳالهہ کي ٽيڪو ڏيندو رهيو. آخوند صاحب اُتي ئي ڪانفرنس کي خطاب ڪندي چيو تہ "جيڪڏهن ايندڙ ٻن هفتن جي مدت اندر چوراڪاري کي ٻنجو نہ ڏنو ويو تہ پوءِ هو پوليس کاتي جي ڪارروائي پنهنجي رپورٽ ۽ استعفا گڏ گورنر کي پيش ڪندو." ائين چئي آخوند صاحب مون کي ڀاڪر پائي پاڻ سان گڏ ٻاهر وٺي آيو.

پنهنجي گهر اچي آخوند صاحب مون سان ڪلاڪ اڌ تائين ڪچهري ڪئي. ڳالهيون ڪندي مونکي ٿڌي سيني ويهي سمجهائي ڏنائين تہ اسان واري سماجي نظام ۾ ڪجهہ اهڙي غلط ۽ اڏنگي ترتيب

ڏنل هئي جو هر موڙ تي ڊاڪو ۽ رهزن قابض هئا، جن پاڻ ۾ چوياريون ٺاهي باجماعت هاڃان ٿي هنيا. انهن ۾ ڪي نقاب پوش هئا جن پاڪدامنيءَ جا برقعا ۽ چوغا اوڙهي اندر ئي اندر ڳجها ڪاٽ ٿي هنيا. ڪن وري ظاهر ظهور انصاف ۽ قانون جي رکواليءَ جي آڙ ۾ ڌاڙا ٿي هنيا. هرهنڌ ان قسم جو هٿو سرشتو عمل ۾ هيو. هاٿيءَ جا ڏند ڏسڻ لاءِ هڪڙا ۽ کائڻ لاءِ ٻيا هئا. سمورو قانوني ۽ عدالتي نظام هڪ ڪوريئڙي جي ڄار مثل هيو جنهن ۾ ننڍڙا جيت ۽ جيتامڙا تہ ڦاسي ٿي پيا، باقي وڏا پکي عقاب ڳجهون ۽ باز ڄار کي ٽوڙي آرپار نڪري ٿي ويا. هر حرفتي چالاڪ ۽ زماني ساز سرخرو هيو ۽ هر لائق ۽ شريف ماڻهو پنهنجي پڳڙيءَ کي بچائڻ ۾ پريشان هيو. اهڙي صورتحال ۾ هڪ غريب ۽ مسڪين لاءِ هن سواءِ ڪو چارو ئي ڪونہ هيو تہ هو صبر ۽ سانت ۾ سور سختيون سهندو رهي ۽ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پاسيرو ٿي زندگي بسر ڪري."

ان واقعي بعد مون کي آخوند صاحب جي ويجهڙائي ۾ اچڻ لاءِ ڪيئي موقعا نصيب ٿيا. هڪ دفعي ساڻس گڏ سفر ڪندي سندس بريف ڪيس ۾ وڪيلن وارو چوغو پيل ڏسي پڇا ڪيم تہ "قبلا! هي برقعو اجان ساڻ ڪٿي پيا گهمو؟ خير تہ آهي!" چيائون تہ "اها صلاح تنهنجي وڏي ڀاءُ وزير ٿيڻ واري ڏينهن ڏني هئي تہ اها علامت ساڻ رکندين تہ توکي وڪيل هئڻ جو هميشہ احساس رهندو ۽ وزارت جو نشو مغز تي حاوي نہ ٿيندو." مون آخوند صاحب کي اهو ڪونہ ٻڌايو تہ هر صلاح ڏيندڙ، جو مشوره هو ٻين کي ڏيندو آهي تہ پاڻ ان تي عمل ڪرڻ اڪثر ڀلجي ويندو آهي!

آخوند صاحب سان لهہ وچڙ ۾ ايندي مون کي هي ڏسي حيراني ٿيندي هئي تہ ڪيس پنهنجي وزير هئڻ جو احساس بہ الاجي آهي يا نہ. ڇو تہ مال جو موهہ، نشي جي لوري ۽ پئسي جي چوس تہ پنهنجي جاءِ، پر جا ڪرسيءَ جي ڪشش ۽ هوس انسان کي هوش ڪان بيهوش ٿي ڪري، ان ڪان آءٌ بخوبي آگاه هيس. مون کي ياد نہ آهي تہ چوٿائي صديءَ جي سرڪاري سروس ۾ مون ڪنهن حاڪم يا وزير کي ڪرسيءَ جي ڪئنسر ڪان آجو ڏٺو. جو هڪ ڀيرو پاور ۾ آيو تہ ان کي ٻيهر سئين ڪنهن نہ ڏٺو! پر آخوند ان نشي ڪان واندو هيو. توڙي جو چڱو چوکو وڪيل هيو، عزت مان وارو شهري هيو. سندس سوين سلامي هئا. پر حرام جو مون هن شخص جي چهره تي ڪا فخر جي جهلڪ يا فلڪ ڏٺي.

آخوند انهن سچار ۽ ايماندار ماڻهن ۾ هڪ هيو جي ويڪائو مال نہ هئا. وڪالت يا وزارت هيٺي سندس لاءِ امانتون هيون. هن پنهنجي لاءِ شرافت، ماڻهپي ۽ اخلاق جو الڳ رستو ڳولي ڪڍيو هيو. توڙي جو سندس روزمره جو وهنوار ۽ واسطو چالاڪ ۽ حريف وڪيلن ۽ قانوني ڳنڍي چوڙن سان هيو. اچوڪي حرفتي، بي اصول ۽ ڪنور دنيا ۾ آخوند هڪ اڀوجهہ انسان جيان اوپرو ماڻهو لڳندو هيو. ڪيس زمانہ جي پرڪ ۽ پروڙ بہ هئي. سندس تجربي جو دامن بہ وسيع هيو. پر هي يار پنهنجي واٽ وارو هيو. قدرت ڪيس سباجهڙي ۽ ٻاجهاري طبع جو مالڪ بڻايو هيو. لحاظ ۽ مروت سندس فطرت هئي. چوڪيدارن، ڊرائيورن ۽ پٽيوالن سان بہ اهڙي نوڙت ۽ نهٺائيءَ سان پيش ايندو هيو جڻ سپريم ڪورٽ جي ججن سان گفتگو ڪري رهيو هيو. تڏو ۽ منو ڳالهائڻ ۾ مون سندس مٽ نہ ڏٺو. خود عدالتن ۾ سندس مرڪ ۽ مناس لاءِ هي مشهور هوندو هو تہ جج صاحبان آخوند کي اهو ڪجهہ عطا ڪرڻ لاءِ آتا ڏنا ويندا هئا جا رعايت هو ٻئي ڪنهن وڪيل کي آچ ڪرڻ لاءِ هرگز تيار نہ هوندا هئا.

ڪيس پنهنجي هر محسن لاءِ ساڃهہ هئي. جنهن بہ مٽس تر جيترو بہ احسان ڪيو هيو تہ اهو ڳڻ آخوند آخري دم تائين ڳائيندو رهيو. ماءُ تہ سندس ڪعبو قبلو هئي جنهن جو بيحد احترام ۽ ادب ڪندو هيو، پر پنهنجي ماٽيجي مامي اڳيان پڻ ڪنڌ جهڪائي ادب سان پيش ايندو هيو. هڪ ڀيري پنهنجي وڏي فرزند کي مامي سان تکو منو ٽيندو ڏسي ڪيس سخت تنبيهہ ڪيائين. چيائين تہ "ابا ان مامي جي ٽڪرن تي آءُ پلجي وڏو ٿيو آهيان. سندس هٿن جا ڪارايل گرانهن آءُ اجان سوڌو پيو ساريان ۽ سنبران. اوهان کي اهڙي جرئت ڪيئن ٿي جو اوهان ساڻس پيا سينو ساهيو. مون تي تہ ان مامي جا اهڙا احسان آهن جو جيڪر سندس پير روز ڌوئي پيان تہ بہ سندس حق ادا نہ ڪري سگهان."

جڏهن سندس وڃڻ جي گهڙي اچي سهڙي تہ اوچتو سنبت ڪيائين. پنهنجي فرزند کي چيائين "ابا اچ اباڻي ڳوٺ هلئو آهي." جيپ تي سوار ٿي منيارين وارو دڳ ورتائين. اڌ واٽ تي دم ڏنائين. جڳ لاءِ تہ جيپ جو حادثو هيو، پر قدرت کي پنهنجي ڪارروائي ڪرڻي هئي. واٽ ويندي ويو جيئن ڪو وهائو تارو. هت جنين جي لوڙ هت پڻ آهي تن جي!

# سائين قاسم شاه

مون پاڳوند ۽ بختاور گهٽي ٿي ڏٺا پر بدبخت کو قسمت سان هڪ اڌ. پلڪ پهر لاءِ ڪمبختي تہ هر هڪ وٽ وارو ڦيرو ڪندي رهندي آهي، پر پاڪ چندبو اهو جنهن وٽ نياڳ ڀارهوئي ديرو دمايو وينل هجي. ان ڏس ۾ منهنجو ڳوٺائي ايوب ڪنير پنهنجي نالي سان هيو. جو منهن پوندو هيس ان جي تہ روٽي رد ٿيندي هئي پر پنهنجو پاڻ لاءِ بہ پاراتو هيو. پورهيو بہ پاپ وارو هئس. مٽي مالڪ بہ مٽيءَ کي مان ڏيئي منجهانئس ماٺهو جوڙيو. ڪي وري اُن ۾ اَن اپائي ڌوڙ کان ڌن بڻائن. پر ايوب تہ مائي مٽيءَ سان بہ جنيون ڪندو هيو. ڪيس ڏندن سان ڪٽي، لتن سان رڳڙي ڳوهي ٿانو ٽپا ٺاهي وجهندو هيس باهہ جي ڪوري ۾. پر مائي مٽيءَ بہ هئي چيڪي ۽ چيڙهالي. وٽس پچڻ کان پڙ ڪڍي بيهندي هئي. اچا ايوب آوي تيار ڪري وسئن ڏيڻ ايندو تہ اڇي وسڪارو شروع ٿيندو. وسندو تہ ڳڙو نہ تہ بہ وڏ ڦڙو. سڄي ڪئي ڪمائي چوپٽ. ٿانو پڇي پري جهڙي گپ ٿي پوندا. وري ايوب جي قسمت! ساڳي ماني ساڳ سان. اهو ئي ڪٽو ۽ ڪريو. آخر نوبت اها بہ آئي جو هڪواري ٿانو ٽپا ٺاهي جيئن آوي راس ڪري باه ڏيڻ تي هيو تہ مٿان گاج ڪڙڪ ۾ آئي. نيٺ ايوب آويءَ تي چڙهي، منهن مٿي ڪري ڀاڪاريندي ڀڌو ويو تہ "مالڪ منهنجا مونکي ايوب صابر سمجهيو اٿئي ڇا؟ آءٌ تہ ايوب ڪنير آهيان. ائين تہ نہ آهي جو نالي بدل ۾ مفت ٿو ماريو وڃان."

خيرپور رياست ۾ مون مائي باليءَ کي ڏٺو جا پنهنجي وقت جي حسين ۽ حسن جي بزار جي راڻي هئي. رياست جو والي مٿس موهت هيو. خيرپور جو خزانو مٿس گهوري ڇڏيائين ۽ رياست جي عملدارن کي پگهار ۾ ماهيانو ڪڙپ جون گاڏيون ملنديون رهيون. تخت باليءَ ڪيو تاراج

ٽيندو رهيو. بالي بخت کي لتون هڻي ٺوڪاريندي رهي. عاشق جو قدر قيمت تہ نہ ڪيائين اٽلندو ڪيس وک وک تي ايذاءُ ڏنائين. واٽ ويندي موٽر ڪان لاهي ڇڏيندي هئس ۽ هو شاهاڻو شونقين تتل واريءَ تي پلٿي ماري ويٺو هوندو هيو. تڏهن بالي انڌ جي گهوڙي تان لٿي جڏهن نازڪ اڳين جهان اُسهي چڪو. مون بالي کي پيريءَ ۾ ڏٺو جڏهن نيڻن ڪان نير وهائيندي ڪيس اڌ صدي گذري چڪي هئي. هن حسين ڪنڌهر جي ڇهري تي منهن جي ٻنهي پاسي ڪوهہ جي نيسر جيان جهريون پئجي چڪيون هيون جن وسيلي اکين جو آب ريلا ڏيئي وهندڙ هيو. برف کي پگهرندي تہ مون اڳ بہ ڏٺو هيو پر پڇتاءُ جو نپوڙجي پاڻي ٿيڻ مون لاءِ نئون نظارو هو.

پر اجان بہ زور نياڳو اهو جنهن جي گهر ۾ گنگا وهندڙ هجي ۽ پوءِ اجان بہ هو اُڃ مرندو رهي. اهڙو نپٽ ندورو آءُ هيس. خود منهنجي گهر ۾ خطاب خانو هو پر مون الله جو ڪلام پڙهيو اڌ عمر گنوائڻ بعد. اهو بہ اڌو ڳابرو ۽ بي دليو. منهنجي امڙ پنهن جي سڄي زندگي تہ تهجد گذار ٿي گذاري پر سندس موت بہ مصلي تي سجدي ۾ ٿيو ۽ مون کي آڌا ابتا ٽڪر هڻندي اڄ بہ تپ پيو چڙهي. وقت جي ڪامل انسان سائين قاسم شاه جو آءُ نہ فقط پاڙيسري هيس. پر ساڻس بيحد حجائتو هوندي بہ نہ سندس شناس ڪري سگهيس ۽ نہ ڪائونس ڪجهہ پرايم. اسڪول ۾ استاد مليم تہ دڳ نہ پڇيم. راه ۾ رهبر مليا تہ ڪين پاڻڌيڙو سمجهيم. مست ملنگ بہ ٽڪريا. لپاٽون بہ لڳيون پر ڪپاٽ نہ ڪليم. ائين انڌي جو انڌو رهجي ويس، وري ياڳ بہ اهڙا سڪندري! جو سنگت ساڻ بہ رهيو اهڙن نپٽ نابينن سان، جي هٽوراڙيون ڏيندي پاڻان مون کان پڇندا رهيا تہ "ڪٿي پهتا آهيون"! الاجي اهي ڪهڙا انڌا هئا جن ملتان ڳولي لڌو هيو؟

ننڊڙي هوندي جڏهن بہ گهر ۾ رسندو هيس تہ ڪاوڙجي ڪوٺيءَ اندران در ڏيئي لڪي ويهندو هيس. امڙ پرچائڻ لاءِ سڏ ڪري چوندي هئي، تہ "احمدڙا اچي ماني کاءُ" تہ نهڪر ڪري چوندو هيس تہ "نہ کائيندس." پر ساڳي وقت بک بہ لڳندي هيم ۽ دل ۾ ائين چوندو هيم تہ هڪوار امڙ ٻيهر سڏ ڪري تہ پوءِ وڃي ماني کائيندس. وري جڏهن امڙ ٻيهر سڏ ڪندي هئي تہ اُمالڪ انڪار ڪري، وري سوچيندو هيس تہ

جيڪر ٽيهر ايلاڻ ڪري ته پوءِ وڃي ٿو ڪاوان. پوءِ "وڃي ڏوڙ پاءِ" چئي آخر امڙ به وڃي ٽانيڪي ٿيندي هئي. ساري رات ٻڪ ڪاٽي، آءُ جڪ ماري صبح جو اٿي پاروٿن چانورن ڪاڻ لاءِ ديڳڙا ڪڙڪائيندو هيس. ڪڏهن ته نياڳي ڪرڻ به هٿ نه ايندي هئي! اهو ئي منهنجو نصيب ۽ اها ئي منهنجي قسمت پئي رهي آهي جو صحيح ويل ۽ وقت ڪڏهن به هٿ نه آيو اٿم.

ساعت ۽ سمي جو وقت سر قدر نه ڪندي سڄي عمر گهاٽي ۾ رهيس. هر مهل هر موقعي ۽ هر ماڻهوءَ جي گذري وڃڻ بعد پڇتاءُ جا هٿ ملڻ منهنجي قسمت بنجي چڪي. زندگيءَ جي پره به ائين ڦٽي، اُپريم ۽ اُسريم به ان اُچار. هاڻ جڏهن زندگيءَ جي سانجهي اچي اوڏو ٿي ته ليکو لاهڻ لاءِ ڪندو ڪتايم. ڏٺم ته ڪاريءَ وارا ڪک. پوءِ ڪٽئي واٽئي جيان وهيون سنياليندي ٻانهون ڪنجي پيرن تي زور ڏنم. گهٽو ئي پڳس پر خاصي دير ٿي چڪي هئي. سائين ساٿيهه اُسهي چڪو هيو. بانولي باليءَ جيان آءُ بدبخت به بنيءَ تي بيهي اوساريندو رهيس. هاڻ ته هر لڏي ويل لاءِ واءِ ويلا ۽ گهل گهوڙا ڪندي ۽ سينو ڪٽيندي سُنيءَ ڪون شيعو ٻٽجي چڪو آهيان ۽ اهو به اهڙو ڪٽر جو هر ويلي ٻين سان گڏ پاڻ تي به ملامت ڪندو رهي.

ڪهڙي ڪريان ڳالهڙي ان سهڻي ۽ سڄي سيد جي جنهنجو نوراني ٻهڪندڙ مکڙو اڄ به منهنجي عينڪي اکين اڳيان چوڏهينءَ جي چانڊاڻ جيان پيو جرڪي. منڙي مانيڙي مورتيءَ تي سهڻي سفيد سونهاري. تن تي گهرو ڏوتل سادا ڪپڙا، گوڏي تي سٽڻ، پيوند لڳل پهرياڻ ۽ مٿي تي اڇي پڳ. سيد کي سونهن به ڏءُ تي هئي. ڏسجي ائين ٿو ته مسڪيني ۽ غربت گڏ خوبصورتي به سيدن جو ورثه آهي. الاجي ڪيس ڳاڙهين اکين وارو سيد چو چوندا هئا. هي برابر آهي ته سندس اکين ۾ اهڙا الماس هئا جو ڪنهن کي ڏانهس گهوري ڏسڻ جي جرئت ئي ڪانه ٿيندي هئي. اهڙي ڪوشش بيسود پڻ هئي، ڇاڪاڻ ته سائين سدائين ڪنڌ هيٺ جهڪائي هلڻ جو عادي هيو. عورتن کي سامهون ايندي ڏنائين پوءِ ته منهن مبارڪ سيني ۾ ائين ڇپجي ويندس ڄڻ ته چنڊ ڪڪرن ۾ ٿو لڪي. باقي ٻارن کي ڏسندي ئي چنڊ نڪري نروار ٿيندو. پنهنجي اولاد ڪانه

هيس. پر تڏهن بہ پراون ٻارن کي پيار ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. اهي بہ وري اسانجي گهٽيءَ جا ٻارا شڪل جا ڪوجها ٻي ڊولا وري اکين ۾ چپيون ۽ نڪ ۾ ججائون. مٽيءَ ۾ ليٽڙيل جهڙا لڏڙا. اهڙن گدلن غليظ ٻارن کي پيار ڪرڻ ۽ منيون ڏيڻ لاءِ ڪا امڙ هجي، يا وري سائين قاسم شاه.

اسان جي پاڙي جا مڙو ئي سيد محنت مزدوري ڪري گذر سفر ڪندڙ هئا. سواءِ ٻن جي. هڪ سائين جعفر شاه سڳورو جنهن ست حج ڪيا هئا ۽ محمود غزنويءَ جيان سترنهن ڪاهون ڪرڻ جو ارادو هيس پر زندگيءَ وفا نہ ڪيس. ٻيو سائين سيف الدين شاه جو ڪلن جو وڏو واپاري ۽ زميندار هوندي بہ سخت پيچ هيو ۽ سدائين "ڪين" جو ڪنو چاڙهيو وينو هوندو هيو. البت بيمار ٿيڻ تي پنج ڇهہ رپين جو ڪڙدو مٺائي خيرات ڪندو هيو. وري قدرت جي ڪنجوسن سان پاسخاطري بہ اهڙي جو بيمار بہ ڏينهن اڌ ڪن مس ٿيندو هيو. سائين قاسم شاهہ وٽس ١٥ رپين تي منشي هوندو هيو. جا پگهار ٽيهن سالن ۾ وڌندي ٻاويهہ رپين تي پهتي. پر سائين قاسم شاهہ نہ ڪڏهن ٻڙڪ ٻاهر ٻاقي ۽ نہ ڪڏهن پنهنجي غربت جو ڍنڍورو ڪري سندس پٽ وائڪي ڪيائين. مزو اهو جو مفلسيءَ جي اهڙي حال ۾بہ سندس ساک پٽ ايتري هئي جو اڌ شهر جون امانتون سندس ڪچي گهر ۾ رکيل هونديون هيون. ڳڙهي جي چورن کي بہ الله ايتري ساڃهہ ضرور ڏني هئي جو سيد جي ڪکن اوڏو بہ ڪڏهن نہ آيا. سواءِ سيف الدين شاه جي اناج گدام واري چوريءَ جي، پر اتي جيڪر ڏاڙو بہ لڳي ها تہ هوند سڄو شهر مٺائي ورهائي ها.

سائين سڄو بہ اهڙو هيو جهڙو اڪن تي پارو. ڪچين سرن جو ڪڪائون گهر جنهن جو هڪ پاسو وهڪيل ۽ ڇت ڇڳل جو برسات ۾ ٻي ٻي سانئڻ پاتڙا ۽ پاٽيون پاڻيءَ لاءِ رکندي ٽڪبي هئي. گهر ۾ ٻہ پراٽيون واٽيل ڪٽون، هڪ ڪٽل موڙو ۽ تہ ڄنگهي ڪاٺ جي ڪرسي جنهن جي ڪٽل ڄنگهہ هيٺان سرون رکيل هيون. باقي فرنيچر تڏا تڏيون ۽ ٺيڪراٺي سامان. دلن تي بہ ڍڪٽي ڪانہ. هڪ تي ڪاٺوڙو ڍڪ رکيل ۽ ٻئي تي سروٽو. ڪوٺي اندر بنا ڪڙي ڪنڊي جي، ڪاٺ جون ٻہ پيٽيون جن ۾ ٻين جون امانتون رکيل. هيءَ هئي سائين جي مڏي ۽ املاڪ جنهن لاءِ

شڪرانا بجا آڻيندي نہ فقط سائين جي نراڙ پر پيرن جي مرن ۽ پيڏين تي
اُٺ جي ڳوڏن جيان ڇوڏا چڙهي چڪا هئا. سائين جي نماز تہ ڏسڻ وٽان
هئي. سيدنا علي بن حسين لاءِ چيو ويندو آهي تہ وضو ڪرڻ مهل سندن
رنگ هئڊو پيلو ٿي ويندو هيو. پڇيائونس تہ ڪهڙي ڪارڻ؟ چيائين تہ
ڏسو نہ ٿا تہ ڪنهن جي حضور ۾ پيش ٿيڻ لاءِ تو تياري ڪريان. اهڙو الله
جي ڏاڍ مڙسيءَ جو ڏر مون ڪي، سائين ڪي نماز پڙهندي ڏسڻ ۾ ايندو
هيو. وري جڏهن ڪائونس ملان دينوءَ مولا جي مهر بابت پڇيو تہ مرڪي
چيائين تہ "ملان شڪر ڪر جو ماڻهن ڪي مالڪ جي رحمت جو صحيح
اندازو نہ آهي، جي هجين تہ هوند اهي آڏا اُبتا سجدا ڪرڻ بہ ڇڏي ڏين."
سائين پنهنجي واٽ وارو هيو پر سندس واٽ ويندي گهٽن جو پلو
ٿيندو هيو. خاص ڪري ڪتن پلن ۽ جانورن لاءِ تہ عيد ٿيندي هئي.
انساني شفقت ۽ سخا جو مزوئي تڏهن آهي جڏهن هر ساهواري لاءِ عام
ٿئي. هي تہ سائين جي هر صبح جو دستور هيو تہ مانيءَ جي سڪن ڳپن
سان ڪيسا ڀري مارڪيٽ ويندي رولو ڪتن ڪي ڪارائي خالي ڪري ۽
واپسيءَ ۾ چلي چيچڙن جي ڀري ٻلين ۾ ورهائي. پر عام ماڻهن جو
جانورن تي جو روزمره ظلم ۽ جبر جاري هوندو هيو تنهن ۾ سائينءَ جي
آهٽ ٻڌندي ئي فرق پئجي ويندو هيو. ڳئون مينهون هڪليندي ڳنوار ۽
ميهار تہ سائينءَ ڪي ڏٺي لڪڻ ۽ لٺيون اُڇلي اُمالڪ "هل امڙ"، "هل
پٽاري" ڪندي ٻڌا ويندا هوا، پر جعفر دايو جو گڏهن تي سرون ڍوئيندو
هيو سو بہ پنهنجو ڏنڊو ڇڏي گڏهن ڪي "ابا پٽ" ڪري ڪاهيندو ڏٺو
ويندو هيو. پاڙي جي ڇوڪرن تہ چڙڪ ۽ ڪوڙڪيون اڏي پکي ڦاسائڻ ۽
ڪڪڙ ڦڙڪائڻ کان مورڳو توبہ ڪري ڇڏي، ڇاڪاڻ تہ ٻي حالت ۾ تہ
سائين نہ ساڻن ڳالهائيندو ۽ نہ مٿي تي هٿ گهمائيندو ۽ ڪين چاڻ هئي
تہ ڪهڙي ڪارڻ. منهنجي پڦي ٻي ٻي گراناز جا ٻارن ڪي قرآن پاڪ
پڙهائيندي هئي ۽ گذران لاءِ سوڙيون سبندي هئي ۽ بيد جي لڪڻ ڪي
ٻنهي جي پنن تي آزاديءَ سان استعمال ڪندي هئي، سا بہ ڏيڍ پهر ڏينهن
تائين فقط سوڙين تي سٽڪا ڪيندي هئي جيستائين سائين گهٽيءَ کان
گذري چڪي، مبادا ٻارن جي رڙين جو پڙلاءُ سائين جي ڪنين نہ پوي.

آچر ڏينهن جيڪڏهن جهنگ کان ڪائيون ڪرڻ نہ ويندو هيس تہ پوءِ سائين وٽ سراءِ ۾ وڃي ويهندو هيس ۽ سندس ڏهاڪو ڪن پاليل ٻلين سان بہ راند ڪندو هيس جا خاص مونسان رعايت ٿيل هئي. پر ٻلين جي ٻچ ڪي چڪون ڏيڻ يا سندن ڪنن ۾ ٽوپيل سلڪي گلن کي سٽون ڏيڻ جي اجازت مون کي بہ نہ هئي. سائين اناج جي ڳوٺين يا ڪلن جو وينو حساب ڪتاب ڪندو هيو ۽ منهنجي ٻڪ شڪ کي بہ برداشت ڪندو رهندو هيو. آءُ ڪيس اهي آڪاٽيون ٻڌائيندو رهندو هوس جي ڪتابن ۾ پڙهايون ويندون هيون. اهو آڪاٽين جو سلسلو سالن تائين هليو پر ڪيس فقط هڪ آڪاٽي وٽي جا هئي هرڻيءَ واري ڪهاڻي. هر دفعي وئڪيشن تي ڳوٺ اچڻ شرط سائين جي پيرين پوندو هيس تہ پهرين پڇا ڪندو هيو هرڻيءَ جي. "ابا هرڻيءَ جي اُج جو ڇا ٿيو؟" "سائين اڃا پيئي ڊوڙي." تعليم پوري ڪري رائل انڊين نيويءَ ۾ ڀرتي ٿي بمبئي هليو ويس. ڇهہ سال ملڪان ملڪ رلندو رهيس. بغاوت ۾ سزا ڪائي جيل ويس. ننڍي جيل مون ٻاهر اچي دنيا جي وڏي جيل ۾ ڌرم جا ڌڪا ڪائيندو رهيس. سانگي سان ڳوٺ بہ ايندو ويندو رهيس. پر سائينءَ کان هرڻي نہ وسري. آخري پيري وارا اکر اڃان سوڌو منهنجي دل تي نقش ٿيل آهن. ”چي ابا هرڻ جي اڃ ۽ رڻ جي رڃ ڪٿي پهتي؟ آءُ الهڙ ۽ الو، سائين جي سوال جي رمز ۽ راز پروڙي نہ سگهيس ۽ خاموش رهيس.

هڪ ڏينهن الاجي ڇو، ويٺي ويٺي سائين ياد پيم. هرڻ تہ هونئن بہ سائينءَ جي ياد جو حصو ٿي چڪو هيو. آڪاٽي ۽ آڪاٽيءَ جو ارٿ آئيني جيان اکين آڏو اُڀو ٿي بيٺم. هڪدم موٽر ڪٽي ڌوڪيم ۽ ڌو ڳوٺ اچي نڪاءُ ڪيم. هاءِ ڪمبختي! سائين وڃي چڪو هيو. آءُ سندس پيرانديءَ کان ٻيهي ان ڪنڌيءَ لاءِ سوچيندو رهيس جتي ٿڪل هرڻ جيان آءُ بہ پهچي چڪو هيس.

## ٧. پير ۽ مير مرحوم

### (پير حسام الدين راشدي ۽ مير رسول بخش ٽالپر)

ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي ته پڪ اندر ۾ ڪنهن ڏائڻ ارواح جو واسو آهي. ماڻهن ساڻ گڏ وينٺي جيءُ مزي ۾ هرگز نه هوندم. ڪنهن جي ڏک ڏولائي جو ٻڌم ته پوءِ من ۾ لڇ پڇ ۽ آنڌ مانڌ پيئي ٿيندم. وري اڄ ڪلهه جو ته چپ چوري ٿو ته ان جي ڪٿ ڪري ڪو درد جو داستان ته آهي ئي آهي. وري ڪري به ڪجهه نه سگهان. رڳو ساڙ ڪان پيو سدائين پاڻ کي چڪ پايان. مون کان ڪنهن جي نه غربت ڏٺي ٿئي، ۽ نه ڪنهن جي بيماري سني ٿئي. نه وري ڪنهن ڏاڍي جي هيٺن تي يا حيوانن تي ٿيندڙ سختي سهي سگهان. مخلوق ته آهي برابر سڀ مالڪ جي. جيئرا توڙي مئا سڀ آهن سندس حوالي. پر آءٌ اکين هوندي ۽ اندر ڏسندي پوءِ به سڀ کي هڪ اک ڪري ڪيئن ڏسان؟ ان کان نپٽ انڌو هجان ته چڱو. البت مئن جي ڳالهه ٻي آهي. ڪنهن قبرستان ڏانهن ويندي دل پيئي ٽڙندي ۽ باغ بهار ٿيندي. چڻ ڪو وڇڙيل ويڙهيچن وٽ ٿي وڃان. مقام ۾ پير پاتم ته پوءِ سڀ غم ڳڙتيون غائب. پانئن ته اباڻي گهر عيد ملڻ آيو هوس. ڪڏهن ته وري اهڙي اکير پيئي ايرندي، جو دل پرچي ايندي. هر بنيءَ کي پاڪر پيو پائيندس. جئن ڪنهن جي تڏي، پاڙي واريون پلئه اوڍي ۽ منهن ڏيندي پار ڪنديون آهن. ٻين سان به ساڳي ويڌن آهي الاجي نه. مون سان ته نسورو ناحق آهي، ڪنهن سان ڳالهه به ڪرڻ جهڙي نه. ڪو ٻڌندو ته ڇا چوندو. مئن سان الفت ۽ جئرن کان بيزاري. ماڻهو آهي يا ڳوريٽ!

ڪالهه رات به ويهي اکين تي ڏنم. مڪليءَ واري مقام پهچڻ جي شوق ۾ نيٺن ننڊ نه آئي. پهچڻو ته هيو ڪچڙي منجهند ڌاري. پر پوءِ حشام ماڻهن جا اچي مڙندا. مون کي اڪيلو مقام پيڻ جو موقعو ڪٿان ملندو؟ چو نه اڳواٽ وڃي مڪلي ماڻيان؟ اهو سوچي، آڌي رات اُٿي،

گاڏي ڪاهي نئہ رواند ٿيس. پوئيس اسر جو اڇي مڪليءَ پيڙو ٿيس. موٽر پاسي پر بيهاري ڪاهي پيس مقام اندر. هتي ڪا جهل پل ٽورؤئي هئي. سڀ رسمون رواج هوا جيئرن سان لاڳو. هتي تہ آزادي هئي چڙواڳ. قبرن جي هڪ جهڳٽي اندر وجي تربت ڪي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيس. واه جو مزو اچي ويو. سوا لک ولين وچ پر. آءُ هڪ عاجز اپوجهو. هڪ رات پر جو اوجاڳو. ہي پنڌ جي ٿڪاوٽ. وري مٿان پنيرڪي جي ٿڌڙي هير. هوا وارين لهرين جي وري موج مستي آهي ٿي انوکي. چڻ ڪنهن ڪنيپ ڪٽي ڪيا ڙيءَ تي ڪتڪتايون ٿي ڪيون.

ننڊ جا گهيرٽ بہ ڏاڍا ٿي آيا. ننڊ نياڳي تہ آهي اڳيئي اُبهري. هونءَ بہ مرڻ ڪان پوءِ سمهڻ لاءِ سوين صديون. ماٺهو نويڪلو ٿي لت ڏيئي سمهي پوي. پر ننڊ چندبي چوي تہ اهو عرصو بہ حياتيءَ کون ڪاٽ ڪيان تہ چڱو. منهنجي دل تہ هئي اداس ۽ اُباٽڪي. روئڻ لاءِ اُڌمان ٿي آيا. ويجهڙائيءَ پر ڪي حادثا ٿي چڪا هوا. جن دل کي ڏڏڪو رسايو هيو. ڪي منڙا ماٺهو هي وٺاڻ چڏي وٺڪار ويا هوا. اهي بہ هڪ ہئي ڪڍ. ڪنهن لاچاريءَ ڪين لڏايو هيو. اوڏانهن جتان ڪوئي موٽيوئي ڪونہ هيو. ويا بہ هٿا هيڪلا، اڪيچنيپ پر ۽ اهو بہ اوچتو. موت هونئن بہ نہ ڏسي مهل نہ موقعو. پر هن پيري الاجي ڇو؟ ڊائري ۽ ڪئلينڊر ڏسي وارو ڪيو هوائين، هڪ تي تہ پهرين اپريل جو مارو وڌائين. ٻئي کي پهرين مئي تي لامارو ڏنائين. پهرين جون تي الاجي ڪنهن کي ڪنيپي ڪٽندو؟ يا الائي ڪٽي لابارو وجهندو؟ خدا خير ڪري! موت جا شلِ ڪن ہوڙا ٿين.

انسان تہ آهي هن ڌرتيءَ تي "گاهہ" مثل. سُڪو بہ پٽجي ۽ سائو بہ ڪپجي. موت تہ آهي فقط ڏاٽو. اها مرضي مالهيءَ جي تہ گاهہ ڪچو پٽي يا پڪو. پوکي بہ پاڻ لٽي بہ پاڻ. پر هن پيري چوندبہ سني ڪيائين. ڏک دشمن جو بہ نہ وڃائجي. اسان وٽ اڳيئي اٽاٽ ۽ اٿهوند. اسين پاڻ سچا ۽ پينگيا. پڙ پر ہوٽو ہارڻ وارا هٿا گهٽا؟ ڏيڍ اڍائي ۽ ساڍا ٽي. انهن پر بہ ہہ مهاندا ہن مهينن پر چٽ. اهڙي چٽ گهٽ شل ڪنهن دشمن سان بہ نہ ٿئي. اسان جو تہ ارڪو ترڪو ئي ہهارجي ويو. نہ ملڪ پر جنگ لڳي نہ زلزلو آيو. ڪلندي ڪائيندي ہہ مڙس هڙپ. هُٺا بہ ہيئي ٺاهوڪا جنگ جوان. ڪاڪاڙ ہوٽاڙ ارا. سهٽا شڪيل ۽ مٽيا وارا. لاڪيٽا، لڄ پال، هڪ علم ادب جي ڪاڻ ۽ ٺلم جو ڏٽي. ٻيو مجلس جو مور ۽ خلق خدمت جو ڪوڏيو. اڃان بہ ٽهليو. ٻئي سنڌ جي قديمي خاندانن جا

روشن چراغ. پنهنجي سنگت ساڻ ۽ ساٿيهہ تي سر ڏيڻ وارا، نيت، پت ۽ ساک وارا. سندن ويل وڃڻ جي تہ نہ هئي. پر شايد هن ڪري هليا ويا جو.
"هت جني جي لوڙ هُت پڻ آهي تن جي."

سندن ساک جو ايترو اندازو ڪنهن کي بہ ڪونہ هئو، جيترو سندن وئي پڇاڻان پتو پيو. اديب ۽ سياستدان پيا اچن وڃن. اهي هيئي جنسون هونئن بہ اسان وٽ اڻتوريون اگهايون وينديون آهن. پوءِ توڙي جو ڪو ڪسو هجي يا ڪاندو. پر هي تہ هيئي هئا تاجيءَ پيٽيءَ پٽ. تڏهن تہ هاءِ دوس متل هئي. جيڏي ڪونہ ڏٺي سون ڪڏهين. مٽن مائٽن پائرن پائٽين ۽ سنگت ساٿ جو ماتم تہ سمجهہ ۾ آيو ٿي. ڪجهہ رت جي ڇڪ ڪجهہ وڇوڙي جو داغ. پر عجب اهو جو هجوم ۾ هر "اک" آلي هئي. آخر ڪو جهپو تہ هر جيءَ کي آيل هيو. جو ساري راڄ ۾ روڄ هيو. هونئن تہ اسان جا اديب ڇڙ وڇڙ ڳابا. سيني وچ ۾ ويڇا، وٿيون ۽ وريون. پر هن صدمي ۾ سڀ هئا برابر جا ڀاڱي ڀائيوار. اوري توڙي پري جا، ديسي ۽ پرديسي، اچي ڪلهي ڪانڌي ٿياس. ڪي سيرانديءَ ڪان ڪي پيرانديءَ، ڪلها تن ڏناس. واه سيد تنهنجي سواري. سکهي ري ڏولي مين هو جا سوار. اها سيد جي رهائي هئي يا الله جي مٿس رحمت هئي. علماءُ، عالم، اديب ۽ شاعر. ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو تہ جيئن ويندي وقت بہ سيني کي پاڻ ۾ پرچاءُ ۽ پريت جو پيغام ڏيندو ويو.

اڃان مهينو مس گذريو تہ پيو تڙڪاٽ ٿيو. هن پيري بہ واڍي واه جو وڻ ليٽايو هيو. اوچو ڳر وارو ۽ ڦلدار، جنهن جي ڳهاٽي ڇانوَ ڳهٽن لاءِ ڇپر هئي. بيواهن ۽ بي وسيلن لاءِ وڏي وسئن هئي. ڪو غلغلو ٿيو گرنار ۾ تہ سنڌ جو شير شهيد ٿيو. پوءِ خلق ۾ ريهڙ مچي ويو. پنهنجي پروان جي پيهہ ٿيندي رهي. ڪي ڀائپي برادريءَ جو پير ڏيڻ لاءِ آيا. ڪي دوستيءَ جو دم نباهڻ خاطر. ملڪ جو صدر وزارت سميت اچي سهڙيو. اها سندس ريج شرافت هئي، ماڻهن جو ڳاهٽ ٿيندو رهيو. ڪنهن جي جذبہ ۽ جوش جو ڏيکاءُ حڪمت عملي بہ ٿي سگهي ٿي. پر ڪنهن جي وئي پڇاڻان هنجون هارڻ؟ هرگز نہ. مون تہ سپر هاءِ وي جي اڌ واٽ تي وينل چامڙي کي بہ روئندو ڏٺو. "اڙي وزير لاءِ ٿو ڳوڙها ڳاڙين؟" "نہ

سائين نہ. مون لاءِ تہ سڀ آهن مسافر ۽ واٽهڙو. پنڌ جا پانڌيئڙا. هڪڙن کي ايندڙ ڏسان ٻين کي ويندڙ. آءُ تہ آهيان وچ واٽ تي ويٺل سڀ جو سلامي. پوءِ ڪي ترس ڪائي ڪجھ وٺائي وڃن. ڪي پاڳوند مون سان پٽ تي ويهي روح رهاڻ ڪن. مير صاحب تہ مون سان ڪچهريون ڪندو هيو، سائين هو وزير تہ نہ هيو. مون جيان قلندر جو فقير هيو".

قبرن وچ ۾ ليٽندي، سچل جون ٻہ سٽون ياد آيم. "مين ڀي اڪ خيال هان اور لبِ سان نال خيال دي." خيال جي اڏام بہ عجيب آهي. ٻنهي جا نقش آڏو اچي اُڀريا. اڪين ۾ ڳوڙها تري آيا. اڇرج ۾ اچي ويس. سٽن سالن ۾ هي پهريون دفعو هيو جو اکيون آليون ٿيون هيم. مون تہ سمجهيو هيو تہ اهي نئن ۽ ناليون هميشه لاءِ خشڪ ٿي چڪيون هيون. پر نہ ٻيلي. اڄ اکين کي ڪو مرم پيو هو. ڪي حياءَ جا ڳاڙها پاڇي بچل هئا. شايد اويل سويل ڪنهن ڪم اچڻ لاءِ. شڪرانو ڪيم تہ اڄ پلڪن جي پياس تہ ٻجهي. تڏڪار ٿيندي اکين ۾ آرس آيو. اُجهاپي جي آس اُڀري. ائين اک لڳي ويئي. ڪنهن سرہاڻ تي سجاڳي ٿي. سامهون واري قبر پنيان ڪو اکين جو معصوم جوڙو مون کي چتائي ڏسي رهيو هو. آءُ اک ٽيٽ ڪري ڏسندو رهيس. چانهر ڪري چپ هنيم. چڻ ڪنهن اگهور ننڊ ۾ هيم.

ڏٺم تہ هڪ معصوم ٻارڙو هيو. جو پير پير ۾ ڪٽندي اڳتي سرندو ٿي آيو. ويجهو اچي منهنجي ٻانهن ۾ ٻڌل گهڙيءَ کي گهوري ڏسندو رهيو. پوءِ پنهنجو ڪن ويجهو آڻي سندس ٽڪ ٽڪ کي غور سان ٻڌندو رهيو. ائين اوچتو منهنجي اڏ ڪليل اک تي نظر پئجي ويس. گهٻرائجي ڪسڪڻ جي تياري ٿي ڪيائين. مون مرڪي ڪيس پيار سان چيو تہ "ڊڄ نہ. فقط آءُ آهيان. پڇ نہ- ٻيهہ- ٻيهہ تہ توکي اها سوني ڌهلي کولي ڏيکاريان- جنهن سان تنهنجي دلچسپي آهي- ان ۾ گهنٽي بہ وڄندي آهي." ٻار ٻيهي رهيو، نهايت سنهي ۽ سٻاجهڙي آواز ۾ چيائين، "مون کي سمجهہ نہ ٿي اچي، مون کي تہ ڪنهن ٻار جي بوءِ آئي، تڏهن تہ هتي آيس، پر تون تہ وڏو ڪو ماڻهو ٿو لڳين. مان توکي اڳ بہ قبرستانن ۾ ڏٺو آهي. شايد تو ۾ ڪي ٻاراٽيون ڳالهيون آهن. نہ تہ ماڻهو اسان جامڙن کي ڏسي نہ سگهندا آهن. آءُ ٻار نہ آهيان، پر جامڙو آهيان جن کي

اوهان جن پوت سمجھي ڏيندا آھيو. منھنجي عمر ڇهہ سؤ سال آھي. ھيءَ مڪلي پڻ منھنجي سانپير ۾ ڪيئي دفعا آباد ۽ برباد ٿي. ڪجھہ عرصو اڳ ھتي مھا ڪاليءَ جو مندر ھو.انساني ٻليدان جو مرڪز ھيو. پر تون اھو تہ ٻڌاءِ تنھن جي سوني دٻليءَ ۾ ڇا آھي؟ ان ۾ ضرور ڪو جانور يا جيت بند ٿيل آھي. مون ڪي سندس دل جي ڌڙڪڻ ٻڌڻ ۾ آئي."

"جو آواز توکي ٻڌڻ ۾ آيو اھا وقت جي ڌڙڪڻ ھئي." "وقت ڇا آھي؟ اھا نہ مون کي خبر آھي ۽ نہ وري ڪو ٻيو توکي ٻڌائي سگھندو، تہ وقت ڇا آھي؟ ڇون تہ تہ ٽن شين جو ٺھيل آھي. حال، ماضي ۽ مستقبل. وقت سدائين پيو ھلي. نہ اٿس ننڊ نہ آرام. سدائين ڪن ۾ ساڳيو اکر پيو اُچاري." "توکي خبر آھي تہ وقت ڇا ٿو ٻولي؟" "افسوس. ھائو. ھر پل ۽ ھر گھڙي ياد پيو ڏياري تہ تنھنجي وھي وھندي ٿي وڃي. ڇاڻ تون جھور پوڙھو ٿي مرندين." پر ڇامڙا وڃڻ کان اڳ اھو تہ ٻڌاءِ. توکي موت جو ڊپ ٿيندو آھي؟" خوف! موت کان؟ پر اھو موت آھي ڪھڙي بلا؟ "موت آھي اھا گھڙي جڏھن تنھنجي دل جي ڌڪ ڌڪ بند ٿي ويندي. تنھنجي جسم جي مشين بيڪار ٿي بيھجي ويندي. تنھنجا خيال ۽ خواب ختم ٿي ويندا. تنھنجي جياپي جي جوت، ڏيئي يا موم بتيءَ جي لاٽ جيان آخرين ھڏڪي ڏيئي ۽ سڏڪو پري گل ٿي ويندي."

ڇامڙو ڪليو ۽ ڇيائين تہ "اھا سموري بڪواس تنھنجي دماغ ۾ ڪنھن پري آھي. ان سوني دٻليءَ کي ڪن نہ ڏئي. حال ماضي مستقبل، اھي سڀ ٺڳيءَ جا ناھ آھن. ڏسين ڪونہ ٿو تہ سڀ ساڳي ڳالھہ آھي. جو رستو پٺتي ڇڏي آيو آھين اھو آھي ماضي. جتي وينل آھين اھو آھي حال. اڳين وڪڙ کان پوءِ جو موڙ ايندو اُھو آھي مستقبل. پڪ ڄاڻ تہ دٻليءَ وارو توسان چرچا ڪري پيو توکي ڊيڄاري. ان دٻليءَ کي درياھ داخل ڪر تہ اھو شيطاني روح بہ غرق ٿئي، جو منجھس واڙيل آھي. خبردار جو ڪڏھن ان جي چوڻ تي پروسو ڪيو اٿئي. جھٽ ڪن تون سمھي پئو. جڏھن توکي جاڳ ٿيندي تہ نئون سج اُپرندو. تون پوءِ صاف ڏسي سگھندين. پر ھتي اچ ڇا لاءِ آيو ھئين؟"

مون ساڻس احوال اوريو. ڪيس ٻڌايم تہ اسان جي ديس جا بہ

امله ماٽڪ لاڏاٽو ڪري ويل هئا، جن ۾ هڪ هتي دفن ٿيل هيو، اڄ سندس چاليهو هيو. بيا ماڻهو به اچي هتي مڙندا. آءُ انهن گڏ فاتحه پڙهڻ ۽ ڪلمي جو ثواب بخشڻ آيو آهيان. "اهي ماڻهو اوهان جو ڪجهه ڪٿي ويا آهن؟ يا ڪو اهڙو ڏوهه گناهه ڪري ويا آهن جو نوبت بخشڻ ۽ بخشائڻ تي اچي پهتي آهي؟" چامڙي پڇيو. "هرگز نه" مون رڙ ڪري چيو. "بلڪل نه. ويندي به سندن بيئي هٿين خالي هئا. نه وري ڪو هنن کو قصور ڪيو. هو ته بيئي معصوم ۽ مسڪين ماڻهو هئا، هنن لاءِ ڪنهن جي دل ڏکوئڻ به ناممڪن هئي، هڪ نفيس ۽ نازڪ دل اديب هيو ۽ ٻيو فقير تن قلندر. توڙي جو چائي ڄم ڪان مير ۽ امير هيو." "پوءِ تون ڪين ڇا ڏيڻ يا بخشڻ آيو آهين؟ تو وٽ آهي ڇا؟ تو وٽ ته ڇڪل گل به پيٽا لاءِ ڪونه آهن. ڇا پنهنجي مايوسي ۽ نراسائي مٿن مڙهڻ آيو آهين؟"

آءُ لاجواب ٿي ماٽ ۾ رهيس. وري جهٽ رکي ڪوڙ ڳالهايم ته آءُ سندن دعا ۽ آسيس وٺڻ آيو هيس. "سندن جٺري به ڪڏهن تون وٽن وئين؟" "نه. منهنجي ساٽن ڏيٽ ويٽ ضرور هئي. پر ياريءَ جي حجت ڪانه هئي. البت ٻنهي جي وڏن مربي پائرن سان منهنجي نيازمندي ۽ گستاخي هئي. پر سانگي سان جڏهن به ساٽن ملاقات ٿيندي هئي ته آءُ ڪين جهڪي ادب ۽ اخلاق سان ملندو هيم." چامڙو حيرانيءَ سان مون ڪي ڏسندو رهيو. چٽڪ آءُ چريو هيس. ڪجهه پرپرو ٿي پنپرو پوئتي پرڪندو رهيو. وري چڻ ڪجهه اوچتو ياد پيس. پيٽ ڪي هٿن سان جهلي زور سان ٽهڪ ڏيئي ڪلڻ لڳو. "موت! واه جو ڳالهه ڪئي اٿيئي. اهڙو گپوڙو مون ڪڏهن نه ٻڌو. موت! ايڏو ڪوڙ! حضرت سليمان جو قسم. اوهان، لنگور ۽ باندر اسان چامڙن جي پيٽ ۾ ڪيترا نه احمق آهيو." ڪلڻ بند ڪري ڳنپير ٿي چوڻ لڳو. توهان واري دنيا ۾ آهي مانڌاڻ متل. اوهان وٽ نه آهي صلح نه سانت. وتو تا مڪ جيان سدائين مُنهن متو پٽيندا. او ڍڳا ڪن ڪولي ٻڌ. جنهن ڪي اوهين چئو موت. اهو ته آهي هڪ پردو. رڳو چولو مٽائٽو. هڪ پلڪ اڪ ٻوٽي وري اڪ پٽٽي آهي. جٺن رات ڪان ڏينهن ۽ اونده ڪان سوجهرو ٿيندو آهي. جن ٻنهي چٽن جي تو ڳالهه ڪئي آهي ته هو هميشه ٻار ٿي رهندا. تو جيان پپ ڪراڙا نه ٿيندا. هو گلن

جيان سدا بهار ۾ ٽڙندا رهندا. تون وڃي پنهنجو فڪر ڪر، اوهين سڀ آهيو اندا ۽ ٻوڙا. اوهان ڪين نہ ڏسي سگهندا. جي ڪين پسڻو اٿوَ تہ پنهنجي دل کي ڪير پياڪ ٻار جيان معصوم رکو، چڱو. هاڻي خدا حافظ. مون کي گهڻو پري پهچڻو آهي. تون بہ اڪ پٽ. ڪانو سچ مٿي چڙهي چڪو آهي. خواب لهندڙ. خدا حافظ."

اڪ ڪليم تہ واقعي سچ ڳپل مٿي چڙهي چڪو هو. ٽڪڙيون ٻرانگهون پريندي ريسٽ هائوس ڏانهن وک وڌايم. جتي مخلوق اڳئي گڏ ٿيل هئي. سڀ سرگس جي صورت ۾ روانہ ٿياسون. هڪ وزير صاحب جلوس جي اڳواڻي ڪئي. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي مقام ۾ پهچي سيني دم پٽيو. مزار تي گلن جون چادرون چاڙهيون ويون. ڪن فوٽو ڪڍرايا. ڪن چادرون چاڙهيندي پنهنجو نالو ڳڻايو. جيئن وهانوَ ۾ عورتون جوڙا پوتا جتائيندي يون آهن. قاسمي صاحب مغفرت لاءِ دعا جا هٿ کنيا. آءُ هجوم کان ڇڇي مقام جي ڪنڊ ۾ وڃي پريرو ويٺس. پنهنجي ليکي مرڪندو ۽ مشڪندو رهيس. پنهنجي ڪلهي تي ڪجهہ محسوس ڪري ڪنڌ ورايم. ڏٺم تہ سائين سهڻي ۽ سفيد لباس ۾ پنهنجي دستوري مرڪ سان مشڪي رهيو هيو. منهن جي ڪن جي پاپڙيءَ کان جهلي چيائين "تہ ڏاڍو لچو آهين. تون ڪڏهن بہ نہ سڌرنديں. تون آهين لنگهو. متان هاڻي وتين هوڪا ڏيندو تہ تو مون کي ڏٺو. ماڻهو آهن ئي پنجري جا پوڄاري. توڙي جو پکي وڃي اڏامي. هي تو جيان مٿي ٿوروئي ڏسندا. هي وتندا ڌرتي تي ڳوليندا. ڇڻ ڪا شيءِ وڃائي اٿائون."

خواب هيو يا ساڀيا؟ اها خبر خدا کي. پر ٻنهي ۾ فرق ڪهڙو؟

# شانتي امان

قدرت جڏهن بہ ڪنهن انسان کي جڳ جهان ۾ "سرخرو" ڪرڻ لاءِ چوندبيندي آهي تہ ساڻس پلايون پال بہ دل و جان سان ڪندي آهي. سڀ کان اول مٿس اها نوازش ٿيندي آهي تہ ڪيس پڙيانگ ويرانيءَ جي ڪنهن گمنام گهراڻي ۾ جنم ڏنو وڃي. پوءِ وري سٽ ٿي ان ابهم کي سندس اجهي آسري، پيءُ ماءُ جي ڇپر ۽ ڇانوَ کان نراس ڪندي آهي. تنهن کان پوءِ ٻار جي باقي تربيت شروع ٿيندي "غربت جي مڪتب ۾". جتي پلي هو ڏک ڏوجهرن، بک بيماري ۽ سردي گرمي سهڻ واري سائنس جو علم پرائي، مر پڙ ٿئي. اهو قدرت جو اٽل اصول آهي تہ هوءَ برائي کي پلائي جو ڪچو مال ڪري ڪتب آڻيندي آهي. اهڙي ڦڏي ۽ ڏچي واري سکيا ڏيڻ ۾ سندس نيت صاف ۽ شفاف هوندي آهي. توڙي جو سندس شروعاتي پير ڏنگا، اٽانگا ۽ اڏنگا هوندا آهن. پر آخر ڪنهن موڙ تي اچي پوءِ قدرت، ڦڙتي ڪائي، دائي مائيءَ جيان پنهنجا رت ٻُڏا خوني هٿ ڌوئي پوئي، سندس جهولي "سڦلي ۽ سجائي" زندگيءَ سان سائي ڪندي آهي. تهان پوءِ اها مثالي زندگي، سموري انسان ذات لاءِ هڪ سنئين سڌي ۽ سوجهري واري واٽ تي پوندي آهي. جنهن لاٽ جي ڏس ۾ هر پانڌيئڙو پنهنجي گينواري زندگي سنواري ۽ توڙ رسائي ڪيس ڪارگر ۽ سڪارتو ڪري سگهي ٿو.

شانتي امڙ جي هن دنيا ۾ داخلا بہ هوبهو ائين ٿي. راجپوتانا جي جهالا واڙ واهڻ جي هڪ مسڪين راجپوت گهراڻہ ۾ جنم ورتائين. ٻارنهن مهينن جي هئي تہ پيءُ لاڏاڻو ڪري ويس. پوڻن پنجن سالن جي مس ٿي تہ ماءُ بہ موڪلائي ويئي. نانيءَ پنهنجي ڏڪندڙ هٿن ۾ ڏوهٽيءَ کي سنڀاليو ۽ پاليو. پر اها پوڙهي بہ ڏيءَ جي مٺي وڻني هٿي حياتيءَ کان رُٺي. مٿان پرلوڪ کان آيس نياپو تہ اُٺي ڪڙي ٿي. پرڏيهي پيڪن ۾ وڃي دم پٽيائين. اهڙي نموني شانتي هڪ پيتلي گهاگهر جيان هڪ بازوءَ کان ترڪي ٻئي پاڪر ۾ ۽ ٻي هنج کان ڪسڪي ٽئين منجهہ رسندي رهي. پر

هاڻ تہ نہ اُهي هٿ رهيا ۽ نہ ڪا هنج. سنسار جا سڀ سهارا اُسهي چڪا هئا. ايشور جي عجيب مايا هئي. عجيب تہ شانتي پاڻ بہ هئي. جنهن وٽ ٽي ويئي ۽ جنهن هنڌ ٽي ويئي اُتي "اوم شانتي" چانئجي ٽي ويئي.

نانيءَ وٽي شانتيءَ لاءِ جهالاواڙ ۾ باقي ڪو مٽ مائٽ پاڇي نہ بچيو جو سندس پرگهور لهي يا پالنا ڪري. آخر سندس ماسيءَ ڪي ننگ پيو جا احمد آباد (گجرات) ۾ رهندڙ هئي. تنهن ڪيس وٽي آئي پاڻ وٽ گڏ رهايو. ان وقت شانتيءَ جي عمر بمشڪل ست اٺ سال هئي. انهن ڏينهين اها عمر محنت مزدوريءَ لاءِ مناسب سمجهي ويندي هئي. آخر شانتيءَ هڪ مزدور لوڪ گهر جي يتيم ڇوڪري هئي. ڪو وارثن واري سڪيلڏي ٿوروئي هئي جو ويهي پينگهہ لُڏي يا گڏي گڏن سان ڪيڏي! سندس مامي پاڻ بہ هڪ مزدور عورت هئي. ۽ پنهنجي "ڏهاڙي" ڪمائڻ گڏ مزدورن واري ساٿ جي سرگرم ورڪر پڻ هئي. هن شانتيءَ کي گهر ۾ اڪيلو ڇڏڻ مناسب نہ سمجهيو. ان ڪري ڪيس صبح جو اسڪول تعليم لاءِ، ۽ شام جو ڪپڙي اُٽڻ واري ڪارخانہ ۾، ٻين پورهيت ڇوڪرين گڏ، ڪم ۾ رنپائي ڇڏيائين. جڏهن شانتيءَ عمر جي يارنهين سال ۾ پير رکيو تہ سندس تعليم پنجن درجن تي پهچي وئي. هاڻ هوءَ ان لائق اچي ٿي هئي تہ ڪارخاني ۾ اُٽڻ جو اڪيلي سر ٺيڪو کڻي، هڪ پختہ مزدور جيترو اجورو ڪمائي سگهي. ٺيڪي جي پورت ۾ ڪيس ١٢ ڪلاڪ لڳاتار ڪم ڪرڻو ٿي پيو. انڪري وڌيڪ پڙهائي مشڪل هئي. آخر محنت جي مزدوري بہ تہ تڏهن اوج تي هئي. چوڏهن آنا ڏهاڙي! اهو برڪت وارو پلارو دور هيو، اڪيلي سر لاءِ ١۴ آنا گنج هئا. اجان بہ عياشي هئي.

هاڻ امان شانتي پنهنجي ڏندين ڏاند ٿي چڪي هئي. هوءَ هڪ هنرمند ڪاريگر هئي. پنهنجي حصي جي ڪم نبيائڻ ڪانپوءِ ٻين مزدور عورتن جو هٿ پڻ وٽائيندي رهي. اهڙي آچار ٻين گهٽن ڪمزور ۽ بيمار پورهيتن لاءِ اپل ثابت ٿيندي رهي.

مزدوريءَ ڪيس هڪ عجيب شڪتي بخشي هئي. جنهن جوهر کي هن ٻين بدنصيب پينرن جي سهائتا ۾ سيڙائڻ بهتر ٿي سمجهيو. آخر بہ تہ هڪ تجربيڪار ماسيءَ جي سکيا هيٺ هئي. سندس ماسي هاڻ ٻيڙي ورڪر يونين جي نائب صدر هئي. شانتيءَ کي پورهيت عورتن جي سار سنڀال ۽ سندن تحريڪ ۾ ڀرپور ڀهرو وٺڻ لاءِ همٿائڻ جو سهرو سندس سر

تي هيو. شانتيءَ پاڻ بہ پنهنجي وسان گهٽايو نہ ٿي. پر اُٿلندو پنهنجي وت کان وڌيڪ ٿي ادم ڪيو. ڏينهن جو مزدوري، رات جو گهرو رڌو پڪو ۽ پاندا باسڻ ماجڻ. موڪلن وارا ڏينهن عورتن جي آتڻ ۾، پيئرن جي پلاٽي لاءِ اڻ تڻ، ۽ رٽن ڪي عملي جامون پهرائڻ وارا پروگرام.

۱۹۳۹ کان ۱۹۴۳ع وارو چار سالہ عرصو پاڻ ساڳي سانتيڪي طريقي ۽ دستوري مشغوليءَ ۾ گذاريائين، سواءِ ٽن خاص واقعن جي. جن بدولت ماسي پاٽيجي ہنهي جي مائيٽي زندگين کي نت نئين ور وڪڙن سان روبرو ٿيڻو پيو. اهي ٽيئي موڙ هڪ ہئي پنيان، هر هڪ في سال سوا جي وڇوٽيءَ تي آيا. معلوم ائين پئي ٿيو جڻ قدرت ہنهي جي قسمت جو ٽيڻو پٽي، لايا سجايا ڪري، سندن جوڙا ميڙا ٿي رچايا. هونئن بہ انسان ڪي، خالي پيلي، اجائي ۽ سڄي سوچ آهي نہ تہ جيڪر انسان، نہ ڪنهن جي ڪڏهن ڪاڻ ڪڍي ها ۽ نہ ڪنهن جو ڳيجهو ٿئي ها. موڙڳو ڪوشش ڪري ڄمي بہ ها تہ بنان پيءَ ماءُ جي. پاڻهرتو ۽ "اپڻي مدد آپ" اصول تي. خير. ۱۹۴۱ع ڌاري ہنهي گڏجي اسلام قبوليو. نئين ترتيب ۾ ماسي، "مائي امينہ" بڻجي ويئي ۽ امان شانتيءَ کي مائي "زيب النساءِ" سڏيو ويو. سندن حالتن پٽاندڙ اهو هڪ لازمي فيصلو هيو جنهن ۾ ڪنهن لاچاري يا لالچ کي ڪو دخل ڪونہ هيو. ہنهي جي رهائش آستوڙيہ پاڙي ۾ هئي، جنهن جي سڄي آبادي مسلمانن جي هئي. اُتڻ جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ ساٿي گهڻو ڪري هئا "سنڌي واڙي" جا ڪوري، جي سڀ مسلمان هئا. پورهيت تحريڪ ۾ پڻ گهڻائي مسلمان ورڪرن جي هئي. ان کان سواءِ نہ چڙو احمد آباد شهر پر سموري گجرات صوبي ۾، صدين کان وٺي مذهب جو تعصب ڪو نالي ماتر پئي رهيو آهي. مسلم حڪومتن وٺي هندو حڪومتن بہ ساڳي رواداري قائم رکي. سومناٿ پٽڻ ۾ جڏهن هڪ مسلمان واپاريءَ "منجيٺي" (مسجد) ٺاهڻ لاءِ فقط اجازت گهري تہ هندو رياست طرفان اها سرڪاري خرچ تي ٺهرائي ڏني ويئي.

۱۹۴۲ع جي اخر ڌاري مائي امينہ جي شادي ٿي گذري، جنهن "جوٺا جي داءُ" ۾ کهوٽ ڪنوار ہئي نفعي ۾ رهيا. توڙي جو "عشق" يا پنهنجي "پسند" جي شادي هرگز نہ هئي. مزدورن جي زندگيءَ ۾ "عشق ۽ پسند" جهڙيون عياشيون ڪٿي؟ ڪنهن نڪمٽي پوڙهيءَ جهڙن دوربين اکيون تاڙ ۾ هيون. پيچ تہ هونئن بہ پوڻو هيو. باقي بهانو گهربو هيو جو پوڙهيءَ پيدا ڪيو. ڪٿي چٽجي تہ قدرت کي بہ دليون ملائڻيون هيون. آخر قدرت

ٻہ تہ قديمي جڳ جي ڪراڙي آهي ۽ ڪم ٻہ اڪثر اهڙيـن امڙيـن وارا اٿس. پر پوءِ الاجي ڇو، ڪڏهن ڪڏهن ماٽيلي ماءُ واري امڙي ڪٽي ڪيڏ پوندي آهي. خير ٻئي ڏريون اڌيڙ عمر جي ڏاڪي تي پير رکي چڪيـون هيون. ڇڻ ٻنهي هڪبئي جي ڳولا ۾ عمر گنوائي هئي. شادي سادي نموني ٿي گذري. آخر غريب جي شادي هئي. پورهيتـن جي فرقـي ۾، زر زيور ۽ ڏاج ڏيوڻ جي ڪو سوال ئي ڪونہ هيو. گهوٽ ڪي خالي رسمي "هان" ۽ ڪنوا رکي حياءُ واري "هون" ڪرڻي هئي. امينہ ڪا وڏ گهراڻي "وني" تہ نہ هئي جو ٽڪساد ٿين. جيئن اڄڪلهہ اسان وٽ پيا تماشا ٿين.

اڳ ۾ تہ پڇن خانداني شجره. متـان گهٽ ذات سـان پلئـو وڃڙي وڃي. ٻائي ذات تہ آهي الله جي. باقـي تـہ آهيـون سڀ مـائـي مٽـي جي اولاد. پوءِ وٺن جائداد جو جائزو. تهان پـوءِ لڳـن ڏاج جـي ڏي وٺ لاءِ تاڙيون. آخر ۾ اچي صدقي جي ٻڪرن گهوٽ ۽ ڪنوار جو وارو. قصـو ٺهي نہ ٺهي، وٽ رينگٽ ڪي. خير ڳالهہ هئي مـائي امينہ جي شينهـن ڪلهي چڙهڻ جي. آءُ پنهنجا پٽا پٽڻ ۾ لڳي ويس. ڪنهـن مـاٺـوءَ ڪـان پڇيو ويو تہ چنڊ جي ڪهڙي تاريخ آهي؟ چيائين چنڊ جي تہ خبر نہ آهي. پر دال جي تيرنهين تاريخ آهي! جنهن ڪي جهڙي جهوري لڳل هجي!

آستوڙيہ محلي ۾ مـائي امينہ جي گهر آمهـون سـامهـون هـڪ ٽيلرنگ شاپ هئي، جنهن جو مالڪ جهونو سياسي جوڳي هئڻ گڏ پـاڙي جو پريو مڙس پڻ هيو. پنهنجي مربي پٽ جي شادي خانہ آباديءَ لاءِ ڪافي فڪرمند هيو. پر ڪيس سياست ڪان ئي فرصت ڪانہ هئي. شاديءَ جو خفو ڪير ڪري؟هُن، مهل ۽ موقعـو ڏسي مـائي امينہ سـان پنهنجي پُٽ لاءِ شانتيءَ جي ٻانهن گهُري. مائي امينہ ڪيس هـن شرط تـي دلجاءِ ڏنـي تـہ "داعي مدعي" لاءِ هڪبئي کي ڏسڻ لازمي هيو. ڇاڪاڻ تہ شانتي هاڻ جوان جماڻ هئي ۽ پنهنجي وات وڪيل هئي. مزدورن لاءِ پردي جو ٻنڌن تـہ هيوئي ڪونہ. پر گهوٽ موقعي تي موجود ئي نہ هيو. هو ڪراچي ۾ هـڪ برک سياسي اڳواڻ جي حيثيت جو مالڪ هيو. انڪري هي ضـروري سمجهيو ويو تہ ڪيس ڪنهن بهاني احمد آباد گهرائي معاملو طئہ ڪيـو وڃي. جنهن موقعي لاءِ ڪو گهڻو عرصو ترسڻو نہ پيو. ١٩٤٣ع جي مـارچ مهيني ۾ ڪارخانہ جي مزدورن پنهنجي ساليانہ جلسي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪيس خاص دعوت ڏيئي گهرايو. اهو خوش قسمت انسان هيو، سيد جمال الدين بخاري. جو سنڌ ۾ "ڪامريڊ بخاري" جي نـالي سان مشهور آهي.

ڪانفرنس ۾ شامل ٿي ڪامريڊ بخاريءَ هڪ نهايت دونهين دار تقرير ڪئي. ماڻهن تاڙين جي ٺهڪن سان سندس خيالن جي آجيان ڪئي. ڪڙاڪيدار نعرا بلند ٿيا. پوءِ جڏهن خاموشي ٿي تہ شانتي هميشه لاءِ سندس پناري پئجي ويئي.

ڪامريڊ بخاري، انهن ڏينهن هڪ "برنڊڙ جبل" هيو. سندس مُک کون سدائين ڪانڊا ٽانڊا ۽ آڳ جا آلا نڪرندا رهندا هئا. ان وقت جي ۴۳ سال جي عمر ۾ ئي درجن سالن کان وڌيڪ عرصو جيل ڪاٽي چڪو هيو. اهڙي جلالي جوان جي جياپي لاءِ شانتي نہ فقط سندس دل وٺان هئي. پر سندس ڳائمي دکي دل لاءِ "ياقوتي" جيان هڪ ٽڪ علاج پڻ هئي. ۱۹۴۳ع جي مئي مهيني ۾ شانتي پنهنجي وَرَ جي همراهيءَ ۾ لڏي پلاڻي اچي ڪراچيءَ پيڙي ٿي. ڪامريڊ بخاري سرخ پارٽيءَ جو روح روان اڳواڻ هيو. سندس گهر دفتر هڪ ۽ ساڳيو هيو. جو بندر روڊ تي لائيٽ هائوس سئنيما لڳ هيو. پرگهر جو فقط نالو هيو. آئي وئي لاءِ اوطاق بہ هئي، ورڪرن جي سکيا جو مرڪز ۽ پارٽي ڪاروبار جي آفيس پڻ. شانتيءَ جي آئي هن ساري اداري کي هڪ سگهري گهر جي وَنسوَ ملي ويئي. سي ورڪر جي اڳ فقط چڙوچڙ ڳابا هئا اُهي هاڻ گهر ڀاتي ٿي ويا. ملباري هوٽل جي سنگل سالني بدلي هاڻ گهرو ڀوڙ ماني ملڻ لڳي. بخاري صاحب جو اڳ جمعي جمعي تي ڪپڙا بدلائيندو هيو هاڻ روزمره اڇا ڌوتل ۽ استري ڪيل جبا پائڻ لڳو. هي پهريون دفعو هيو جو پارٽي آفيس ۾ پورهيت عورتون اچڻ وڃڻ لڳيون. گهرو پورهيت عورتن جي الڳ ۽ "آيا" ماين جي جدا يونين ترتيب ڏني ويئي. سندن اڳواڻ شانتي هئي. شانتيءَ جي دستوري محنت مزدوريءَ ۾ ڪا ڪمي نہ آئي. اُتلندو سندس ذميوارين ۾ واڌارو ٿيو. اڳ ڪيس محنت جو اجورو تہ ملندو هيو. هاڻ تہ سڄي اٽالي کي ڦوڪٽ ۾ پالڻو ٿي پيو. بخاري جهڙي اڻ گهڙئي ڪاٺ ۽ اڦر وهڙي کي "وهو" ڪيڏڻ ان کان الڳ معاملو هيو. جي بہ گهڙيون ڏينهن ۾ ڪيس وافر ٿي مليون، اهي وري يونين سازيءَ ۾ خرچ ٿي ٿيون. اڳ خالي پيٽ جي پچارڻ هئي ۽ هاڻ تہ سڄي ٽبر جي چڻ زرخريد ٻانهي هئي. زندگي ساڳي ئي بار ڍوئيندڙ ڍور واري هئي پر پاڃاري بدلبي رهي. پوءِ ڪڏهن گاڏيءَ ۾ تہ ڪڏهن گهاڻي ۾.

منهنجي امان شانتيءَ سان ڏيٺ ويٺ اول اڄ کان ۳٦ سال اڳ ٿي. جڏهن آءٌ تازو جيل کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ڪامريڊ بخاريءَ جي

ڪٽنب (Commune) ۾ شامل ٿيو هيس، جتي منهنجي انهن نوجوانن سان پڻ شناسائي ٿي، جي صحيح معنيٰ ۾ انسانيت جا علمبردار هئا ۽ جن پنهنجي پوري زندگي هاري ۽ مزدورن جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. روزانو، سونپيل ڪم جي پوئواري بعد، دفتر ۾ اچي، ڪامريڊ شانتيءَ اڳيان ماني ڪائڻ لاءِ پلٿي ماري ويهندا هئاسون. پوءِ امڙ شانتي جي هٿن جا تازا پڪل ڦلڪا اسان جي چهري پيٽن ۾ ڏڙا ڏڙ پوندا رهندا هئا. منهنجي لاءِ هي پهريون پيرو هيو جو هڪ اهڙي خاتون سان واسطو پيو هيو جنهن جي جسم تي نه هيو ڪو ڳهه ڳهٽو ۽ نه ڪو هار سينگار جو ميڪ اپ. سادگي ئي سهي پر ڪو ٻانهن ۾ ڪنگڻ يا نوٽ ۾ چوڙو، ڪا چيچ ۾ منڊي يا ڇلو، يا ڪو ڪن ۾ والو؟ ڇڙو الله جو مٺو نالو. بدن تي جوڙي ڪپڙي جي. سفيد ساڙهي ۽ پيرن ۾ چاڪڙي. اڄ ڏينهن تائين مون ڪيس سدائين اهڙي سادي صورتحال ۾ پئي ڏٺو آهي. جهڙو ان زماني ۾ پهرين ڏينهن ڏٺو هيم. هاڻ فقط فرق هي آهي ته سندس مٿي جي وارن ۾ اڇاڻ وڌيڪ ٿي ڏسجي. ٿي سگهي ٿو ته اهو سندس سفيد ساڙهيءَ جي رنگ جو تاثير هجي جنهن جو هڪ پلئو ورائي مٿو ڍڪيندي آهي.

١٩٤٦ع جي آخر ڌاري ڪامريڊ بخاريءَ کي گرفتار ڪري جيل ۾ واڙيو ويو. جا ڪا وڏي يا خاص ڳالهه نه هئي. ڪامريڊ لاءِ جيل وڃڻ اهڙي رواجي رسم هئي جهڙي ڪنهن سهاڳڻ لاءِ ستاواڙي تي پيڪي گهر پهچڻ. پر سندس اڳ ۽ هاڻ جي جيل ياترا ۾ خاصو فرق ٿير هيو. اڳ ڇڙي ڇانڊ هئڻ ڪري جيل ۾ وڃڻ هڪ وئڪيشن هئي. هاڻ ٻي ڳالهه هئي. پٺيان شانتي ڇڏي آيو هيو، اها به ٻن معصوم ٻارڙن سوڌي. وري وتن گذاري لاءِ راشن پاڻي هڪ هفتي جيترو به مس هيو. پارٽي ورڪرن ۾ گهڻا اڳيئي باندي ٿي چڪا هئا. باقي جي رهيل هئا اُهي پاڪ سچا ۽ الهڙ نوجوان جي پاڻ اٽي تي چٽي هئا. شانتي پورهيو ڪري پيٽ پالڻ جهڙي به نه هئي. هڪ ٻار ٽٽن تي ۽ ٻيو ٻانهڙن ۾. چار پنج مهينا ته لبي ٿبي تي ۽ ٻين جا ٿانوَ ماجيندي گذر سفر ٿيندو رهيو. پر آخر ڪيستائين؟ هي برابر آهي ته ڪن همدرد ۽ هڏ ڏوکي ماڻهن ڪامريڊ بخاريءَ لاءِ جهولي ڦهلائي چندا ڪٺا ڪيا. پر اها رقم هنن پنهنجن ضرورتن جي پورت لاءِ جمع ڪئي هئي. پوءِ کي پنن الله جي نالي ۾. هنن جاوا ڪيا ڪامريڊ جي نالي ۾. آخر اهو ڪئن ثابت ڪيون ته اسين

بنيادي طور تي چور ۽ ڳنڍي چوڙ قوم آهيون. شانتي ہڻ ٻاهين وچ ۾ ڦاٿل هئي. هڪ ٻارن ۽ پنهنجو قوت گذران ڪرڻ ۽ ٻيو ڪامريڊ کي جيل کان ڇڏائڻ لاءِ جدوجهد. پوءِ شانتيءَ ٻئي ٻار، گھڙو پريندڙ عورتن جيان، هڪ هنج تي ٻيو ڪلهي تي، ڪٽي سرڪاري آفيسن جا چڪر ڪاٽڻ شروع ڪيا. ڪڏهن وڏي وزير پير الاهي بخش وٽ ڪڏهن چيف سيڪريٽري اين اي فاروقي ۽ ڪڏهن سيڪريٽري داخلا هاشم رضا وٽ. سندس درخواست بہ عجيب هئي. "مون کي ٻارڙن سوڌو جيل ۾ ڪامريڊ سان گڏ رکيو وڃي. يا وري سرڪار خرچ پري ڏي". ٻيئي ڳالهيون ڳوريون. سرڪار کي ڪهڙي خبر تہ ڏوهاري بہ ٻچڙيوال ٿيندا آهن ۽ سندن ٻارن کي بہ جيئڻ جو حق حاصل هيو!

سچا سارا اڍائي سال شانتي انهن ڏکن ڏاڍن ۽ در در جي رولڙن ۾ رهي پر ڪيس ڪنهن لاءِ بہ ڪا شڪايت ڪانہ هئي. ڏک سک تہ هونئن بہ زندگيءَ جو ڏاج هئا. ڪو انسان غم کان واندوئي ڪونہ هيو. پر هتي تہ بادشاهہ گرديءَ جو دور هيو. پوري ملڪ ۾ مانڌاڻ متل هيو. ڪروڙها ماڻهن جي لڏ پلاڻ جاري هئي. هر طرف ڦرلٽ، رتوڇاڻ ۽ انساني ڪوس عمل ۾ هيو. شانتيءَ جي مشڪل تہ هئي فقط رواجي گذران جي. ڪجهہ ڏينهن بعد پارٽيءَ تي بندش وڌي ويئي. دفتر سيل مهر ڪيو ويو. ڪامريڊ بخاريءَ کي ملڪ دربدر ڪرڻ جو حڪم جاري ٿيو. قاضي فضل الله جي ڊڪ ڊوڙ ۽ سندس ضمانت تي ڪامريڊ کي جيل کان آزاد ڪيو ويو. پر سندس ڪراچيءَ جي حدن ۾ داخلا تي بندش وڌي ويئي. چوٽي آهي تہ هجيئي ناٿو تہ گهُر لاڙڪاڻو. پر شانتي پهرين عورت هئي جا مڙس ۽ ٻار ساڻ ڪري بنان ناٽي اچي لاڙڪاڻہ وارد ٿي.

قاضي فضلِ الله نہ فقط سندن گهر ۽ گذران لاءِ بلو پيٽي ڪيو پر جيسين ڪين متي ڇپائڻ لاءِ ڪو اجهو ميسر ٿئي ان وقت تائين ڪين پاڻ وٽ ۽ پنهنجي گهر ۾ مهمان ڪري رهايو. ڪجهہ عرصو ساهي پٽڻ کان پوءِ ڪامريڊ هڪ ننڍڙي پريس کولي هڪ هفتيوار اخبار "انصاف" جاري ڪئي. ڪامريڊ "انصاف" اهڙي وقت ۾ جاري ڪيو جڏهن عدل واري تارازيءَ جا "ٻئي پڙ" ڇڄي غائب ٿي چڪا هئا ۽ ملڪ فقط "ڳنيءَ" تي ئي هليو.

اڄ شانتي اٽ انينگر نينگرن ۽ هڪ نياڻيءَ جي مرڪندڙ ماءُ آهي. سڀ پنهنجي پيرن تي بيٺل آهن. اٺ عدد حڪيم ۽ ڊاڪٽر آهن يا

ڊاڪٽريءَ جي پنڌ ۾ آهن. باقي نوڪرين ۾ رڌل آهن. ٻه نوجوان ٻ هڪ نياڻي اعليٰ تعليم پرائڻ ۾ مشغول آهن. لڪ لائق سنڌس جو هفتو ڪن اڳ، پاڻ پير پري گهر ۾ امڙ آئي. هٿ ٻڌي التجا ڪيم ته "هاڻ ته ڪجهه آرام ڪر." کلي ويئي. چي ٻڌو ڪونه اٿئي ته "ڏيءَ جي ماءُ گهر جي راڻي ۽ پٽن جي ماءُ نوڪرياڻي" هاڻ ويئي پوٽن پوٽين جي نوڪري ڏيان. چيومانس ته ڪجهه ڏينهن ترسي پئو ڪجهه ته ٿڪاوٽ ڏور ٿئي.اڪيون پرجي آيس. چي ڪامريڊ ڪي اڪيلو ڇڏي آئي آهيان. ائين نه ٿئي جو ڪامريڊ به ڪاوڙجي رسي وڃي ۽ مون اياڻيءَ کي اڪيلو ڇڏي وڃي. پوءِ آءٌ ڪيئن جيئندس. مون کي تڏهن سمجهه آئي ته راجپوت عورتون پنهنجي ور وئي ڪچاڙي لاءِ ستيون ٿينديون هيون!

اڳ انسانيت جي پرک ۽ پروڙ لاءِ ڪجهه ڪسوٽيون هونديون هيون. جي اڄ ڪلهه اٽلي آهن. هاڻي آهن ماڻهوءَ جي ماپ ۽ تور لاءِ فوٽ ڪٽيون ۽ تارازيون. اهي به اٽپوريون ۽ ڪاڻ واريون. ان ڪري ڪري ۽ ڪوڙي جي نه خبر نه چار. هرڪو ڏسي ٿو ظاهري ڏيک ويک کي، ٻاهرين ويس وڳن ۽ ٺٽ ٺانگر کي. يعنيٰ ڪوپن تهن ۽ توتڙن کي. ڏن دولت محل ماڙيون رتبا ۽ مرتبا ته آهن اڇٽا وڇٽا ۽ ڦرٽا گهرٽا. اڄ مون وٽ سياڻي تو وٽ سلامي. اصل ڳالهه آهي زندگيءَ جي. ڪيئن گذري؟ ڪنهن جي ڪم به آئي يا پاڻ تائين هئي پوري. اجائي وئرٽ ويئي يا سجائي ٿي. اهو مشاهدو ماڻٹو اٿوَ ته پوءِ هلو ته هلون امان شانتيءَ وٽ. جي سنڌس مائيٽي اکين ۾ ليئو پائي سگهو ته اجان به چڱو. اهي ئي نماڻا نيڻ آهن. جن پاڻ کي ۽ پنهنجي فرض ادائيءَ کي سجاتو. سڀ ڪجهه صبر سان سهي هر نينهن جو ناتو نباهيو. نباه ڪري پاڻ کي موکيو. پر واه جو پاڻ ملهايو. امڙ توتي سلام- سؤ بار سلام.

# بي بي دادا بَچل

سونهاري سنڌ جي تواريخي شهر شڪارپور ڪان اٺ ميل مفاصلي تي اولهه رخ ۾، ياسين خان پناڻ جو بڌايل هڪ ڳوٺ آهي جو ڳڙهي ياسين نالي سان مشهور آهي. اڄ ڪان سؤ سال اڳ به هي هڪ برڪ ۽ وسندڙ ميونسپل شهر هيو. پر گذريل ٽيهارو سالن ڪان اُسرڻ بجاءِ اجڙڻ طرف وڌيڪ لاڙو رکيو اٿس. ڪن جو هي چوڻ آهي ته واٽين ۽ وڻجارن وٽي ويراني ويڙهي ويس. ٻين جو وري هي خيال آهي ته سر جي سيڪ تباهي آندي اٿس. ٽي سگهي ٿو ته نظر لڳي هجيس. ان قتل شهر جي اتر اولهه ڏس ۾ جتي ميونسپل جي حد اچيو ختم ٿئي ٿي، اتي پڇاڙي واري گهٽيءَ جي ڇيڙي تي، منهنجو اباڻو گهر اڏيل آهي. گهٽيءَ جي اوپر ۾ سيدن جا ڏهاڪو ڪن ڪچا پڪا گهرڙا ٺهيل آهن ۽ اولهه ۾ اسين "ڪُٺ خلق" جو راڄ رهندڙ آهي جنهن ۾ سباپا، حجم، پناڻ ۽ بروهين جا قبيلا اچي وجن ٿا. سڀ گهراڻا سون سالن ڪان اتي آباد آهن ۽ پيڙهين ڪان هڪٻئي کي ڄاڻن سڃاڻن. پاڙ ۾ رک رڪاوت ۽ ميل ميلاپ جو عالم هي آهي جو هڪ ٻئي ڪان الڳ گهرن ۾ رهندي به معلوم ائين پيو ٿيندو ته ڄڻ سڀئي پاڙ ۾ هڪ آڪهه جا ڀاتي آهن.

سيدن جي پاڙي ۾ رهندي اسين ڄڻ ڄاموٽ ڪو سيڪجي سيد سو ڪونه ٿيا آهيون پر سندن سدوري ڇانوَ ۾ سک ضرور سوين ورتا اٿئون. هڪ ته اسان جي گهٽيءَ ۾ ڪوبه ماڻهو اٺ يا گهوڙي تي سوار ٿي ڪونه گذرندو آهي ته مبادا ساداتن جي گهرن ۾ نظر پوي ۽ سندن بي پردگي ٿئي. آڪرجي ۽ سينو تاڻي گهمڻ ته ڇڏ پر گليءَ ۾ هر گذرندڙ حياءَ ۾ ائين ڪنڌ جهڪائي ويندڙ ڏسبو جو ڀانئن ته ڇاپيون وڇايون اٿائين يا گر ٽيل پئسا ڳوليندو ٿو رهي. نه وري ڪنهن ماڻهوءَ کي گهٽيءَ ۾

وڏي واڪي گارگند ڪندي يا ٻوڪڙ ڪري ڳالهائيندو ٻڌو ويندو. اهڙي ادب اخلاق جي سختيءَ سان پابندي جو ڪارڻ سيدن جي حضور شرميءَ ڪان بہ گهٽين پانڱي وڏيڪ هڪ ٻي هستيءَ جو وجود هيو جنهن کي "بي بي دادا" يا اڄان بہ "بي بي امان" سڏيو ويندو هيو. بي بي امان اسان جي پاڙي جي بي تاج راڻي هئي ۽ نہ فقط اسان جي زبان پر اسان جي دلين تي بہ راڄ ڪندڙ هئي. ٻڍا ڇا جوان، مرد خواه عورتون، سڀيئي ڪيس ان ادب ۽ عزت جي نگاه سان ڏسندا هوا جو مان مرتبو اسان وٽ فقط مائرن لاءِ مخصوص ٿيل آهي.

بي بي امان پناڻي هئي ۽ دراني خاندان جو واحد فرد هئي جا اسان جي پاڙي ۾ آباد هئي. سندن اصلي نالو بي بي بچل هيو. سندس ور اسان جي سانپر ڪان گهٽو اڳ راه رباني وٺي چڪو هيو. مون جڏهن هوش سنڀاليو تہ ستر سال ڪان گهٽو اڳيرو گذري چڪي هئي. عجب اهو جو پيرسنيءَ جو ڪوبہ آثار سندس حسين اوراپن تي اثر انداز نہ ٿيو هيو. سنهڙي، قدآور ۽ بيحد سهڻي، بلڪل ان نوراني حسن جي مالڪڻ هئي جو نيڪ ۽ پرهيزگار عورتن جي پيشاني تي سونهري صورتخطيءَ جيان جرڪندو ۽ تجلا ڏيندو ڏٺو ويندو آهي. سندس آواز سڀاجهڙو ۽ الله جي نالي جيان منڙو هيو. جڏهن بہ مون کي "ڇهڙا" چئي سڏيندي هئي تہ آءٌ ڇاڻي ٻجهي فقط هن لاءِ ڪن لاٿار ڪندو هيس تہ جيئن بہ ٽي دفعا ٻيهر بہ ان نالي سان نوازيو وڃان. پر جڏهن بي بي امان وڏيڪ ڪاوڙجي "ڇهڙه جا پٽ" ڪري پوڪاريندي هئي تہ منهنجي منهن جو پنو لهي ويندو هيو ۽ پيءُ سان بہ رشڪ ۽ ريس ٿيندي هيم. ڇڻ تہ منهنجو موروثي حق ڪسي هروپرو ڪنهن ٻئي حوالي ڪيو ٿو وڃي.

پنهنجي گهر ۾ اسين پاڻ ۾ اٺ ڀائر هئاسون. سڀئي ڀائر خير سان مون ڪان هر لحاظ ۾ بهتر هوا. ڪو عمر ۾ وڏو هيو. ڪو عقل ۾ گهٽو تہ ڪو افعالن ۾ چڱو هيس. سونهن ۾ تہ سڀ مون ڪان سرس هوا. آءٌ مڙوئي وصفن ۾ مار ڪاڏل هيس. انَ ڪري گهر يا گهراڻي ۾ عزت خير ڪي هيم. پر گهر ڪان ٻاهر گهٽيءَ ۾ منهنجو شان ڪجهہ ٻيو هيو. پاڙي جون پيرسن عورتون تہ مون تان صدقي ويندون هيون. ڪنهن جي ٻڪري

ڏڻ ۾ چڙهي ايندو هيو. ڪنهن لاءِ چونري ڪٽي ڏڏ پني ايندو هيس ڪنهن لاءِ ناس تہ ڪنهن لاءِ تيل ميٽ وٺي سندن ڪوٽ پوري ڪندو هيس. بي بي امان جي خيرات واري ماني سيدن جي گهر ڏيڻ ۽ هر سانجهيءَ جو سندس ڏيئو مسيت ۾ ٻاري اچڻ تہ منهنجي روز مره جو نيم هيو. مون کي موٽ ۾ دعائون ملنديون هيون تہ "اَڍڙو ٻيڍڙو ٿيان."(جن دعائن جا هاڻ وينو ڪيتا لوڙيان، ان وقت مون کي خبر ئي نہ هئي تہ وڏي عمر دعا نہ بلڪ عذاب آهي) باقي ٻيڍڙين جي پاڪرن ۽ چمين جو جيترو ذڪر ٿورو ڪجي تہ بهتر. ناني شير ماءُ جي نسوار واري چمي، ماسي خانل حجامڻ جي چيڪي ميٽ واري چمي ۽ غوٿل ماءُ جي خطرناڪ چمي، جنهن جا ٻہ اڳيان ڏند ٻاهر نڪتل هوندا هئا ۽ سندس چميءَ ڪا ن مون کي ڏڍ نڪرندي هئي. پر مون کي ٿيون ٻہ اهي منڙيون جي مون کي انهن امڙين نندي لاءِ ڏنيون. انهن وٽي هاڻ تہ انهن ناس، ميٽ ۽ هٿبن ڏندن وارين چمين لاءِ بہ منهنجا ڳل ڳتا اباڻڪا ٿي اوٻاسيون ڏيندا ٿا رهن. پر ڪٿان آڻيان اها معصوم عمر جڏهن هر عورت سٽ ڏيئي ڪنيڙاٽيءَ ڪان جهلي زوري چمي ڏيندي هئي ۽ وري ڪٽل سيني سان لائي دعائون بہ ڪندي هئي. خاص طور ماسي ڌياٽي جي ڇڄ جيڏي ڇاتي جنهن جي ٿڻن جي ٻيڪڙ ۾ منهنجو ساه ٻوساٽبو هيو. رب بخشيش هوءَ چمي بہ ائين ڏيندي هئي، ڄڻ ٻوتل ۾ ڦاٿل ٻوچ کي ڇڪ وجهي ٿي ٻاهر ڪڍي.

بي بي امان اسان جي ٻچڙيوال پاڙي جي ڪوتوال ۽ لڄ پال هئي. جيستائين جيئري هئي تہ ڪنهن گهر ۾ جهيڙي جهٽي جو سوال ئي پيدا نہ ٿي ٿيو. اجان ڪٿي ڳالهہ ڪون ڳالهوڙو مس ٿيندو تہ بروقت اچي نازل ٿيندي. سندس آئي متل ۽ تتل جهيڙو بہ نري يخ ٿي ويندو ۽ سناٽو ڇانئجي ويندو. الاجي ڪيس ڪيئن ڪڙڪ پوندي هئي. ڄڻ تي ڪي الله والا هدي ۾ هيس. ڪنهن گهر ۾ وينل وياءُ ڏنائين تہ ننڍ سندس ڦٽندي. ڏونڪ لائي ڇڏيندي، تہ بابا نياٽي اُتاريو. ڏيءَ ڏڻ آهي. وڏي وڻ ٿي آهي. اجان دير ڪندا تہ پوءِ ڪيس ،ڪاسائي بہ نہ وٺندو. مائٽن لاءِ باه ٻاري ڏيندي جيسين نياٽي وجي ڪنهن شينهن ڪلهي چڙهي. ڪنهن جو ٻار اجان ٽن چئن سالن جو مس ٿيندو تہ بي بي امان ڪاڪي نورل حجم کي

پاٽ ۾ پاڪيءِ سوڌو وني اچي ڏماچوڪڙي وجهندي ته ٻار کي ٺهرايو. شل نه ڪو بيمار ٿئي پوءِ بي بي امان جا وار ڦيرا شروع ٿيندا. ڪڏهن پاڻي پڙهي پيئي ڪيس پيارينديءَ. ڪڏهن صلوات جا شوڪارا ڪيس پڇڪارين جيان پئي منهن ۾ هڻنديءَ. بي بي امان ڪان سواءِ نه ڪا ڪنوار لٿون لهي، نه ڪو ڳاڙهو گهوٽ ٿئي ۽ نه وري ڪنهن جو مڙهه مقام وجي. سڀ جي همدرد ۽ هڏ ڏوکي.

بي بي امان بلاجي سياڻي هئي. ڪنهن عورت کي چيڪو ميٽ يا ڪناڻ گهٽي ڪائيندي ڏنائين ته سمجهي ويندي ته هاڻ مائي پيرين پري آهي. وري ڳورهاريءَ جي وک کڻڻ ڪان سڃاڻي ويندي ته پٽ ڄڻيندي يا ڌيءَ. اڪثر سندس ڏڪو صحيح ثابت ٿيندو هيو. ٻارڙن جي بيمارين جو ته وٽس هڪ ٽڪ علاج هوندو هيو. وڏف، ڪارا مرچ، ڦودني جون ٽڪيون، پنير ٽڦلا ۽ چمڪٽي وٽس هردم موجود هوندا هوا. فقط ڳالهه ڪرڻ جي دير هوندي هئي. ڪجهه بيمارين جا وٽس هدا پڻ هوندا هوا. خاص طرح ڳيرڙن ۽ گبهي جو پچڻ ۽ ڪليون ڪڻڻ وغيره. صبح سويل ۽ شام ٽاڻي ڪيئي ماڻهو سندس گهر جي ڏيوڍيءَ اڱيان اچي جمع ٿيندا هوا. پوءِ چادري لاهي اوڪڙو ويهي پنهنجا چانگا هٿ (سندس هرهٿ ۾ ڇهه آنگريون هيون) بيمار جي نڙيءَ تي ڦيرائي ڪائونس تي پيرا پچندي ته "ڳيرڙا پنجاءِ". ها دادا بي بي پنج. ساڳي ڪار ڪندي هئي ڪلين سان. اشهد آنگر کي رک ۾ لوڻ سان پري ڪاڪڙي تي زور ڏيندي. سندس جهاڙ ڦيٽو ۽ شوڪارا. سڀ في سبيل الله. اُٽلندو ڦودنو لوڻ ۽ رک سندس. الله پاڪ ڪيس عجيب دل ڏني هئي. ماڻهن جا ٻچڙا ٻار ته ڇڏ پر سندس گهر ۾ جهرڪين لاءِ پاڻيءَ جا پاٽڙا ٽنگيل ۽ ڪوني يا اڱڻ ۾ ڪبوترن لاءِ جوئر ٻاجهري جام هاريل هوندي. مون هندن جون هزارين ماتائون ٻڌيون پر صحيح معنيٰ ۾ "ماتا" مون بي بي امان کي ڏٺو جا هر مريض لاءِ دوا ۽ شفا ۽ هر دکي دل لاءِ دعا هئي. جي اڄ هندو هجان ها ته مون کي يقين آهي ته ٽڪاڻي وجي "ڪالي ماتا" اڱيان متو ٽيڪڻ بجاءِ بي بي امان جي گهر وڃي "گوري ماتا" جي پوڄا ڪريان ها.

هڪ دفعي بي بي امان جي ننڍي پٽ گل خان جي هشڪر تي مون

پاڙي جي معزز پر اڌ مغزي پناڻ، آچر خان کي تماڪ ۾ ڳاڙها مرچ ملائي حقو ڏاهي ڏنو، جنهن وزم هيٺ تي کنگهندي نه فقط سندس گگ سنگهه اچي گڏ ٿي پر سندس تارا ململينٽي چڏن جيان ٻاهر ڦوٽارجي آيا. سامت ۾ اچڻ تي سازش کي سمجهي ويو ۽ کهاڙي کڻي کڏ پيو. پر پيرزور هوا جو بي بي امان جي گهر لکي جان ڇڏايم. بي بي امان کي سڄي ڳالهه سڻايم، جنهن مون کي ته ڪجهه به نه چيو پر پنهنجي پٽ کي چنبا وهائي ڪڍيائين. بابي مرحوم کي جڏهن ان قصي جي خبر پيئي ته ڪس ڏاڍو ڏک ٿيو ته بي بي امان مون کي پنهنجو پيٽ ڄڻيو پٽ نه ٿي سمجهيو. بابا جي شڪايت بي بي امان کي ٻڌايم، جنهن ڪپڙن سڻڻ واري سوئي کڻي منهنجي پنيءَ تي پڳي: ائين ڪئيائين جيئن اُٽ ڪنجي پٽڻ تي. بابا مرحوم جڏهن منهنجي ڦٽيل ۽ رتو رت پني ڏٺي تڏهن وڃي سندس ميار ختم ٿي. بابو مرحوم بي بي امان جي انصاف تي ايترو خوش ٿيو جو منهنجي بيمارٿيڻ جي ٻئي ڏينهن بي بي امان جو ڏيئو پاڻ کڻي مسجد ويندو رهيو، جيسين مون ٺيڪ ٿي پنهنجي فرض ادائي واپس سنڀالي. انهين ڏينهين اسان جي مسيت جا تڏا نکون، مڻ دلا ۽ ڏيئا ٻارڻ پاڙيوارن ذمي هوندا هوا ۽ ملو فقط پنهنجي گهران ٻانگ کڻي اچي مسجد ۾ ڏيندو هيو.

هي برابر آهي ته پاڙيوارا بي بي امان جو ادب انهيءَ ڪري به ڪندا هوا جو هوءَ نيڪ نيت ۽ نيڪ بخت هئڻ گڏ عمر جي وڏڙي ۽ وڏ گهراڻي خاتون هئي. پر ان کان سواءِ اصلي سبب هي هيو ته سڀئي يا سندس هٿن ۾ يا سندس اکين اڳيان ننڍا ٿي وڏا ٿيا هوا ۽ هوءَ هرهڪ جي جنم پتريءَ کان واقف هئي ۽ سندس يادگيري نهايت تيز هئي. سڀ ڪائونس ڪن هٽندا هئا ته مبادا ڪڏهن ڪاوڙجي سندن ڪرتوت ٻين اڳيان پڌرا نه ڪري. هڪ دفعي مامي مولڻ آفيميءَ مون کي گهٽيءَ ۾ بيٺي شرمايو ته هيڏو سارو ڏکه ٿيو آهين ۽ اجان پيو سٽڻ ۾ مٽين. ۽ جنهن واقعي سبب گهر ۾ صبح مردان جو مار پڻ کاڌي هيم. مامي مولڻ جي ملامت چالو هئي ته بي بي اچي لانگهائو ٿي. مامي مولڻ کي وري کڻي ٿي کني جو ساڳي شڪايت بي بي امان سان ڪيائين. بي بي امان

جو مون تي ڪڪ سهڻ نہ ڏيندي هئي سو اچي مامي مولڻ تي بگڙي. چي "مولڻ هي تہ ٻار آهي، پر تون تہ پٽن جو پيءُ هوندي بہ سٽڻ ۾ منيو هيو جو تنهنجي پيٽاري جوءِ تو واري سٽڻ جي سرگس ڪڍي سڄي پاڙي ۾ تنهنجي خواري ڪئي هئي." مامو مولڻ پڇ پائي تڪڙيون ٻرانگهون پريندي وٺي ڀڳو. ان ڏينهن شام جو مامو مولڻ مون کي بزار ساڻ ڪري سنگر لائي ۽ کنڊ ڀڳڙا وٺي ڏنا ۽ ڏاڍي پيار سان پارت ڪيائين تہ بي بي امان واري ڳالهہ ٻئي ڪنهن سان نہ ڪيان. مامو مولڻ درويش صفت انسان هيو ۽ مون سان محبتڙي هوندي هيس. جيستائين جيئرو رهيو مون سندس ڳالهہ کي راز ۾ رکيو ۽ هن وقت پڻ فقط سندس نالو بدلائي پيو قصو ڪريان- آخر واعدو واعدو آهي.

ساڳي تعدي ڪيائين حاجي جعفر شاهہ سائينءَ سان جنهن انهن ڏينهين ٽي حج مس ڪيا هئا ۽ سندس سونهاري دن تائين پڪڙيل هوندي هئي. سونهاري سيد منهنجي ڪن مهٽ ٽي ڪئي چاڪاڻ تہ هڪ ڏينهن اڳ مون پنگياٽيءَ کي اوچتو پاڪر پاتو هيو ۽ هن مائي جي خواريءَ وارو ڪارو مٽان ڪريو هيم. اجان سيد سڳوري جا ٻئي هٿ منهنجي ڪنن مروٽڻ ۾ مشغول ئي هوا تہ بي بي امان غيب کان خواجہ خضر جيان اچي حاضر ٿي. حاجيءَ کان منهنجا ڪن ڇڏائي اچي ڪيس ڪڙين تي ڪنيائين: "چي ٻڪر شاهہ (بي بي امان ڪيس جعفر شاهہ بدران ٻڪر شاهہ سڏيندي هئي) هن ڇهڙي کي تہ ڇنٽي نڪتي هئي ۽ مون ڪيس چرچي ۾ چيو هو تہ پنگياٽيءَ کي پاڪر پاءِ تہ ڇنٽي ڇڏي ويندءِ. هي تہ آهي ئي ڇهڙو پوءِ ڇهڙياٽيءَ کي ڇنبڙيو تہ ڪهڙي اربع خطا ٿي. "پر توکي ڪهڙو ڪوڙه نڪتو هيو جو جڏهن ليٽ واري سال تون صفوران پنگياٽي سان پاڪرين پيو هئين." حاجي گهٽا ئي ڪيس ڳجها اشارا ڪيا ۽ سندس ڳالهہ وچ ۾ روڪڻ جي ڪوشش ڪئي تہ پاڙي جا ٻار بينا آهن، پر بي بي امان هڪ دفعو ڪاوڙ ۾ سو اچي پوءِ جهڙي مچريل شيرڻي. مجال آ جو ڪنهن جي ڪاڻ ڪڍي. حاجي صاحب توبہ توبہ ڪندو تڪڙي تسبيح ڦيريندو تڪڙو تڪڙو ڪسڪي ويو. بي بي امان منهنجا ڳوڙها پنهنجي چادريءَ سان اگهندي پنهنجي گهر وٺي آئي. واٽ تي سڏڪا پريندي بي بي امان

کان پڇيم تہ "بي بي امان صفوران ڪير هئي؟" چي "چپ ڪر ڇهڙا، نہ تہ وري ٿي سڏ ڪيان ہڪر شاه ڪي تہ اچي تنهنجا ڪن پٽي.

اسان وارو پاڙو اڄ بہ اهڙوئي وسندڙ آهي جهڙو اڳ هيو. پر بي بي امان وئي سڄو پاڙو ہسو ۽ اُداس پيو ڏسجي. بدقسمتي هي آهي تہ جو انسان هتان لاڏاڻو ڪري ٿو تہ اهو ادارو ئي بند ٿي وڃي ٿو ۽ سندس دز برابر بہ ڪو جاءِ پرڻ وارو ڪونہ ٿو ملي. ڪيئي ڪراڙيون عورتون ان ساڳي گهٽيءَ ۾ ڦيرا ڪندي ڏسجن ٿيون پر هو ڪنهن بہ مرض جو علاج نہ آهن. اٽلندو گلا جا گهانگها، چڻ ٽپالي گهر ۾ گهڙيو. سوسڙين جيان پيون پرايا پنهنجا گهر ساڙينديون رهنديون. هر گهر ۾ ننڍين نيٽين جا ڏڻ ۽ ٻارن جا ولر وڌندا ٿا رهن پر نہ شاديون ٿين ۽ نہ طوهر. بيمارين جون ٻهيرون، پر پڇڻ وارو ڪوئي نہ. هرڪو پنهنجيءَ ۾ پورو. سڀ رئيس، تہ پوءِ گڏهہ ڪير هڪلي ۽ دردوندن جي دانهن ڪير ٻڌي؟ هي هر عورت جي اختيار ۾ تہ نہ آهي تہ بي بي امان بڻجي. بي بي امان ڪو هر پاڙي يا هر پيڙهيءَ ۾ ٿورو ئي پيدا ٿيندي آهي. ٻڌو اٿم تہ الله آدمين جو ڦرندڙ گهرندڙ روپ ڌاري منجهائن ليئا پائيندو رهندو آهي تہ ڏسان تہ ڪيس ڪير سڃاڻي ٿو يا نہ. مون کي اهو فخر حاصل آهي جو مون بي بي امان کي ڏٺو ۽ ڪيس بخوبي سڃاتو هيم. ڪالهہ هڪ دوست ويٺي ٻڌايو تہ الله پاڪ جي رحمان رحيم ۽ خالق هئڻ ۽ سندس تخليق جو تصور "امڙ" کان ورتو ويو آهي. ڪيس اهڙو گمان غالب هيو پر خاطري هرگز نہ هئي. ظاهر آهي ڪيس پڪ ڪيئن ٿيندي. هن بي بي امان کي ٿورو ئي ڏٺو هيو.

# نانو ڪوڙو

نالو ڪوڙو ذات جو جَتُ ويٺل ڳوٺ دودو، منهنجو مائٽ هيو ۽ سنڌ جي انهن سپاجهڙن ۾ هڪ هيو جو سچ لئي ڪان پوءِ واٽ ويندڙ راهگيرن جا لٽا بہ لاهي وٺندا آهن. رب بخشيش ناهوڪو ڪاٽڪو هيو. حالانڪ اهڙو بہ نامي گرامي ڌاڙيل نہ هيو جو پوليس سدائين ڪڍ هجيس. نهايت سياڻو ۽ سيبتو چور هيو ۽ "هيڪل چوري ڪير ڪٽوري" جي اصول پٽاندڙ اڪيلي سر شڪار ڪرڻ جو عادي هيو. سڀ کان وڏي خوبي هيءَ هيس جو پنهنجي تر ۾ چوري اصل نہ ڪندو هيو ۽ هميشه درياه ٽپي هن پار وڃي مال ماري موٽندو هيو. هر قسم جي چوريءَ جو هنر حاصل هيس. پر چوپائي مال تي هٿ زياده هريل هيس جا حڪمت عملي سيني جتن کي ڇائي ڇم کان ورثي ۾ مليل ٿي ڏسجي.

هونئن تہ پنهنجي سيني عزيزن قريبن تي ساهہ ڏيندو رهيو پر مون سان وري سندس دل جو پرچو ٻين کان مڙئي رتي سرس هوندو هيس. شايد هن ڪري ٿيو، جو آءٌ پنهنجي گهراڻي ۾ اڪيلو پاڙهو هيس جو ڳڙهيءَ جو شهر ڇڏي اسڪول جون موڪلون دودي ڳوٺ وڃي پنهنجي ناناڻي آکهہ ۾ گذاريندو هيم. مرحوم کي مون ۾ آسرو ۽ اميدون هيون تہ آءٌ سندس نقش قدم تي هلي سندس ۽ پنهنجو نالو روشن ڪندس. ان لاءِ هميشه اها هدايت ڪندو هيو تہ سندس جيئري ڪائونس ڌنڌي جا هنر ۽ ڳر حاصل ڪيان. گهٽائي جتن ڪيائين پر پوءِ مون ۾ ٿوم نہ ڏسي ڏاڍو مايوس ٿي ويندو هيو. چوندو هيو تہ ابا چوري اهي مڙس ڪندا آهن جي پنڻ کي عار سمجهندا آهن. چوري بهادري آهي ۽ سخت محنت وارو پورهيو آهي ۽ ڪا مشڪري تہ نہ آهي. راتو رات ميلن جا ميل مفاصلہ هٽي پرايو مال ڪاهي درياه ٽپي واپس وٽاڻ تي پهچڻ، ڪا اڪ جي ماڪي لاهڻي تہ نہ آهي. ان کان علاوه حلال مال جي چوري هئي ۽ ڪا رشوت واري نوڪري يا حرام جو ڌنڌو ڪرڻو تہ نہ هيو.

مون کي اڃان سوڌو افسوس آهي جو آءٌ ناني ڪوڙل جي اميدن

مطابق نسري نہ سگهيس، ڇاڪاڻ تہ مون ۾ ڪجهہ بنيادي ڪمزوريون هيون. هڪ هيءَ تہ آءٌ ننڍپڻ کان ڊڄڻو هيس ۽ ٻيو هيءَ تہ ان زماني ۾ ٿڌي تي ۽ فورن ڪوڙ ڳالهائي نہ سگهندو هيس، جنهن خاصيت جو هر چور ۾ هئڻ بلڪل ضروري آهي. نانو ڪوڙو ان ڏس ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيو. ڪي ماڻهو ڪنهن مقصد خاطر يا ڪنهن لاچاريءَ ڪري ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ مجبور ٿين، پر نانو ڪوڙو سواءِ ڪنهن سبب جي يا مطلب جي ان اصول تي عمل ڪندو رهندو هيو. پاڻي پي ايندو تہ چوندو تہ ٿاڌل پيتي اٿم. بصر سان ماني کائي آيو تہ ڏند پيو کوٽيندو تہ ڪڪڙ پوري پُڳل نہ هئي. پنج ماڻهو گڏ ويندي ڏنائين تہ چوندو تہ پنجاه ماڻهن جو ڪٽڪ ٿي ويو. مون پنهنجي زندگيءَ ۾ هي واحد ماڻهو ڏٺو جنهن کي سچ ڳالهائيندي نہ فقط هٻڪ ٿيندي هئي پر اڪثر اوقات گڙدي جي سور اپرڻ جي پڻ شڪايت ڪندو هيو. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ مضبوط جسم ۽ شڪيل هئڻ ڪري ڪوڙ ڪيس سونهندو هيو ۽ اڪثر ڪيس ڦٻي بہ ويندو هيو.

ٻُڙهيءَ ۾ جڏهن چني ڇماهي اسان وٽ وارو ڦيرو ڪندو هيو تہ مامي شاهن کان نہ فقط گهبرائيندو هيو پر ڪائونس لنوائيندو پڻ هيو. ڇاڪاڻ تہ مامو پوليس ۾ عملدار هيو ۽ ڪوڙل جي پرڪارن کان چڱيءَ طرح واقف هيو ۽ الله جنت ۾ جايون ڏئيس پاڻ بہ ناهوڪو ڪوڙ هڻندو هيو. هڪ دفعي اوطاق ۾ اسان ڇوڪرن سان ڪچهري ڪندي ناني ڪوڙي پنهنجي دستوري دهمان تي هنيا تہ ڪئن نہ هن گذريل اڳاري رات پنج پليون مينهون چورائي درياه پار ڪيو هو حالانڪ ڏاڪو ڪن هٿيارٻند پاڳيا سندس ڪڍ پيا هئا جن ۾ ٻن کي ڊاهي وڌو هئائين. ايتري ۾ مامو مرحوم سندس قصو ٻڌندي اندر آيو ۽ چيائينس تہ "ڪوڙل اهو تہ تون ڪوڙ ڦهڪايو." نانو ڪوڙو ڪلي وينو. چي جمعدار توکي ڪيئن خبر پيئي؟ ٻئي دفعي پاڻ ساڳي نموني اسان تي رعب رکڻ لاءِ واڳوءَ سان ويڙه ڪرڻ جو ڪارنامون بيان ٿي ڪيائين تہ ڪيئن نہ سنڌو درياه ۾ ترندي واڳوءَ سندس پير ۾ وات وڌو ۽ ڪوڙي ٻنهي هٿن سان لنين جا وسڪارا لاٿي ڏنا. اجان ڳالهہ وچ درياه ۾ هئي تہ مامو شاهن بہ اچي وارد ٿيو ۽ پوءِ واڳوڻ جي شهادت وارو قصو ائين اڌ ۾ رهجي ويو.

واٽين جي ڏاڍي واڪاڻ ڪندو هيو. چوندو هيو تہ "ابا چوري ڪرڻ جي موج هئي واٽين جي وقت ۾. هڪ ئي ڪاٽ ۾ ٻارنهن مهينن جو مال

پاڻي نڪري ايندو هو. مسلمانن جي چوري ڪرڻ ڏوڙ پائڻي آهي. هڪ ته نيٽ سچا ۽ ڏيوالا ۽ هيو وري گهر ۾ رکن ڏهه ڏهه قرآن. هاڻي ڪير چوري ڪري پنهنجا ٻيئي جهان وڃائي. واٽيا ڪچي پنڌي ۽ دل جا دياوان. هڪ دفعي چوري ڪري هڙ ٻڌي پٽ تي ٽپيم ته هڪ واٽي ڊوڙي اچي منهنجي بازوءَ ۾ ٻئي هٿ وڌا. مون رڙ ڪئي ته خبردار ڀائي اتي ڦرڙي اٿيئي. واٽي امالڪ ٻئي هٿ ڪڍي ورتا. ۽ آءُ مال سوڌو اچي پنهنجي ماڳ پهتس." ٻئي دفعي "ڪمڻ ڳوٺ جي سڙڪ تي هڪ واٽيو گڏهه تي ڪپڙي جي ڳوڻ ڪٽي ٽي آيو ته ڪائونس ڳوڻ ڦري جڏهن اڳيرو ٽيس ته واٽي رڙ ڪئي ته ڀائي ڳوڻ ڏاڍي ڳوري اٿئي، هان وٺ هي گڏهه به ڪاهي وڃ." مون کي ايترو شرم آيو جو مال کيس موٽائي ڏنم ۽ اٿلندو ساڻس گڏ وڃي کيس ڪمڻ پهچايم ته متان هيو ڪو چور نه رستي ۾ ٻٽئي ڪريس.

سچي عمر ڇڙو ڇانڊ رهيو. شاديءَ ڪان ونئون ويندو هيو. چوندو هيو ته ابا شادي وڏو خفو آهي ۽ ماني ڪائڻ لاءِ ڇڻ هوٽل خريد ڪرڻو آهي. ائين به نه هيو ته ڪو عورت ذات ڪان ڇرڪندو هيو. بلڪل نه. برعڪس ان جي وڏو شوقين مزاج مڙس هيو. هڪ هٽ سدائين مڇون وٽڻ ۾ مصروف هوندو هيس. سيٽي به سهڻي وڄائيندو هيو. شيرل بادِهِ واري جون جملي ڪافيون برزبان ياد هُئس. هٽن جي سيني آنگرين ۾ سواءِ آنگوٺن جي، منڊيون پيل هونديون هيس جن لاءِ چوڻ هوندو هيس ته ڪيس سوغات طور مليل هيون. ڳڙهيءَ ڪان ڳوٺ واپس ويندي خاصي خريداري ڪندو هيو جٺن ته ڳاڙها ساوا رومال، ريشمي اڳٺ، مساڳ، رنگين موتين جا هار ۽ گلابي رنگ جا لغڙائي پنا، جي انهن ڏينهن ۾ ڳوناٺيون عورتون سرخيءَ بجاءِ ڇپن تي ملينديون هيون ۽ ريوڙيون. خير ريوڙيون ته پاڻ به ٽڙڪائيندو هيو پر باقي شيون ظاهر آهي ته ڪهڙي ڪتب آڻيندو هوندو. پاڻ ته هيو ئي پيڙهيءَ تي هڪڙو داڻو. آخر اهي سوڪڙيون پاڪڙيون هيون ڪنهن لاءِ؟ به ٽي دفعا مون کي گهه وٺي ڏيارڻ لاءِ ڏيٽن جي ڳوٺ وٺي هليو جتي اسان ٻنهي جي ڏاڍي آجيان ٿي ۽ هر دفعي نيرن مکڻ ۽ بسرين سان ڪرائي ويئي. جڏهن انهن عورتن لاءِ مون

ڪائونس آڏي پچا ڪئي تہ ڪن لاتار ڪري لنوائي ويو. زور پرڻ تي ٻڌايائين تہ اهي سندس سرتيون هيون. هيءُ پوءِ خبر پيئي تہ سَرتيون عورتن جون ٿينديون آهن ۽ مرد جي ساٿڻ سريت ٿيندي آهي.

اوطاقي مڙس هيو. سندس اڱڻ وارو مچ سدائين دڪندڙ هيو. حقو پاڻي ۽ سڪو سوائي آئي وئي لاءِ هردم حاضر ڪيو ويندو هو. روز ٻہ ٽي پرديسي وٽس مهمان بہ ضرور هوندا هئا. ظاهر آهي تہ وٽس ڪانڊيجي ايندڙ ڪير هئا. هڪ دفعي آئون ڪيس اهو ڪجھہ ٻڌائڻ جي غلطي ڪري وينس جو مامي شاهن سندس باري ۾ پريٽ چيو هيو تہ "ڪوڙي وٽ روپوش ۽ ڏوهارين جي ٽرئفڪ جاري رهندي هئي." نانو ڪوڙو جوش ۾ اچي پاڻ جهلي نہ سگهيو ۽ اچي مامي تي پلٽيو. "چي جمعدار وري ڪهڙو چڱو مڙس آهي. هو بہ مون جيان چور آهي ۽ ٻنهي وچ ۾ فرق فقط ورديءَ جو آهي. مون اجا بہ پنهنجي ڪرتي ڪي رات جي انڌيري ۾ لڪايو ٿي. پر جمعدار تہ ڏينهن ڏٺي جو بہ هاجان ٿي هنيا. هڪ چوريءَ جي جاچ ڪندي ڏهہ ٻيون چوريون ٿي ڪيائين ۽ هڪ ڦر يا ڌاڙي جي پوئواري ڪندي ڏهہ ٻيون ڦريون ۽ ڌاڙا ٿي هنيائين. پر ڇڙو جمعدار ڇو، سڄي دنيا جو ڪاروبار ئي چوري ڌاڙي ۽ ڦر تي ٿي هليو. مڙسيءَ جا انگ ۽ دوستيءَ جو دم بہ انهن ۾ ئي ملندءِ. باقي اشراف ۽ چڱا مڙس نہ اوڙي چڱا ۽ نہ پاڙي چڱا. نہ ڪنهن کي ڪجهہ ڏين نہ ڪنهن کان ڪجهہ وٺن. الاجي هو ڪهڙي مرض جي دوا هئا. هو تہ فقط اهي تجوريون هئا جن جا در ۽ دروازا ٻين سيني لاءِ ٻيڪڙيل هئا. پنهنجي پائرن کي ڏس. سڀ وڏا ماڻهو. ڪي وڪيل ڪي وزير ڪي ڊاڪدر. سڀ ڪجيءَ جا وڻ، جيئن وڌندا وجن تيئن پنهنجي ڇانوَ ۽ ڦل مٿي ڪڻندا ٻين جي پهچ کان پريرو ڪندا ٿا رهن. اٿن ڪو ڪنهن غريب مسڪين مٽ مائٽ جو اونو. آخر بہ ڏيٺي کي تري هيٺ اونده ٿيندي آهي." ناني ڪوڙي جي اها تاريخي تقرير اڄ بہ منهنجي ڪنن ۾ واجٽ ڪندي ٿي رهي. ڪير ٿو چوي تہ نانو ڪوڙو ڪوڙ ڳالهائيندو هيو.

پڇاڙيءَ جي پهر ۾، الاجي ڇو، پنهنجون پراڻيون ريتيون ۽ روائتون هڪ هڪ ڪري ترڪ ڪندو رهيو. شايد درياه جي هن پر هلڻ جا سانباها

تي ڪيائين. هيءَ موت جي هڪ عجيب سازش آهي جو آخر ۾ انسان کي قسطن ۾ مارڻ شروع ڪندو آهي. جسم جي هر انگ ۽ حواس کي بيڪار بڻائڻ گڏ انسان جا رشتا ۽ ناتا ڪاٽا ڪندو رهندو آهي. حقو ڇڏي ناس شروع ڪيائين ۽ آخر اها به ڇڏي ڏنائين. چوريءَ کان توبه نه ڪيائين پر بس ڪري ڇڏيائين. اڌ رات جو اٺي پرايا ڍڳا ڪاهڻ لاءِ جگر ۽ جوت کپي جا ڪوڙي ۾ هاڻ خير ڪي هئي. ڪوڙ کان به ڪنارو ڪري سچ بجاءِ خاموشي اختيار ڪيائين. باقي اکين جي عادتن سان آخري دم تائين توڙ نباهيائين. "ديدار بازي الله راضي" وارو نعرو مون ڪائونس ٻڌو. مرڻ کان ڪجھ ڏينهن اڳ ڪيس بيل گاڏيءَ ۾ سوار ڪري ڏاڪدر کي ڏيکارڻ لاءِ ڳڙهيءَ وٺي ٿي ويس ته مونگر واهه جي ڪپ تي نهال شاهه جي اوتاري وٽ گاڏي روڪڻ لاءِ چيائين. سمجهي ويس ته ڇا لاءِ. سامهون ڏيٺن جي ڳوٺ جون مايون مٿن تي گهڙا ڌريو پاڻي پرڻ ٿي آيون. مدي جي بخار هوندي به وهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيو. هڪ مائيءَ ڪيس ڏٺو، جنهن ٻين کي ڏاهه ڏني. پوءِ ولر جو ولر دلا ڇڏي اچي سندس چوگرد ويٺيون. ساڻن خوب ڪچهري ڪيائين. ڏٺم ته سير ڪن خون وڌي ويس. جڏهن سڀ موڪلائي موٽيون ته اها ڪا ڪاٺي اڪ هئي، جا آلي نه هئي. ناني ڪوڙي چيو ته هاڻ علاج ٿي چڪو، هاڻي گاڏي واپس دودي ڳوٺ وراءِ. وات تي مرڪندي چيائين ته "نوران" کي ڏٺئي؟ هائو، اها جا بسريون ڪارائيندي هئي. سوڍيءَ کي سڃاتئي؟ توسان گڏ بازار ۾ ڏٺي هيم. ڀلا هوءَ وڏين اکين واري "جوائي"؟ "ابا وقت مليئي ته انهن وٽ وارو ڦيرو ضرور ڪجانءِ. منهنجي خاطر. منهنجي روح کي فرحتڙي ايندي. پر جي نه، ته دنيا ۾ ٻيون ڪيئي سوڍيون ۽ جوايون پيون جيئن." جهٽ رڪي وري چيائين ته "ابا منهنجي قبر تي "ڪنوار ٻوٽي" ضرور پوکجانءِ. پيشتر ان جي جو آءُ ڪانئس ڪارڻ پڇان، پاڻ ئي چيائين ته "ابا، مٿن کان ڪا ته ڪنوار ٻيٺي رهي."

# پيراڻو پنيرو

حشر ويل حساب ۾ پڇاڻو ٿيندو. اهو عدل انصاف ته ٿيو پنهنجي ماڳ، پر هن جهان ۾ ئي پنهنجي ڪئي جو ڦل، ڀلائيءَ بدلي ڀلائي ۽ برائيءَ جو نتيجو برو اوس ملي ٿو. ڪڏهن ڪونه ڏٺو يا ٻڌوسين ته ڪنهن پوکي جنس جوَن جي ۽ لڻيائين ڪڻڪ. قدرت جا ليکائي پنهنجا آهن. نه فقط هر عمل جو ردعمل سندس مقدار تائين محدود رهي ٿو پر اڪثر تر سزا يا جزا ڳڏيل وياج سوڌي پلئه پوي ٿي. وري جنهن سخاوت يا سختيءَ سان اجورو يا بدلو وصول ٿئي ٿو، ان جا ڪاٿو ڪرڻ ئي مشڪل آهي. سود خور به ليکو لاهڻ وقت آني ٻني جي رعايت ضرور ڪري ٿو. هڪ يهودي به حساب ڪتاب ۾ پئسو يا ٽڪو معاف ڪري ڇڏيندو. پر قدرت هرگز نه.

ننڍپڻ ۾ جڏهن پڙهيو هيم ته هڪ معصوم ٻار جي هٿ کان رانديڪو کسڻ تي به سموري ڪائنات ۾ زلزلو مچي وڃي ٿو ته بي اختيار ڪل اچي ويئي هيم. ڪپاٽ تڏهن کليم جڏهن اڳتي هلي ڏٺم ته انسان تي ظلم ڪرڻ يا ڪنهن جي دل ڏکوئڻ ته درڪنار پر ڪنهن گگدام جانور، پکي پَکڻ يا ڪنهن جيت جڻئي کي ڇاڻي ٻجهي، يا طيش ۾ اچي ايذءِ ڏيڻ يا مروان موت ملوڪان شڪار تي به قدرت قهار ٿئي ٿي. اهو ايمان اٿم. انسان کي ڪنهن جان وٺڻ جو حق فقط پنهنجي يا ٻين انسانن جي خود بچاءُ لاءِ آهي ۽ بس- اها خبر خالق- اڪبر کي ته سندس آڏو ڪنهن جي زندگي وڏيڪ عزيز ۽ قيمتي آهي، هڪ ڏيڏر جي يا ڪنهن وڏيري جي. ان ڏس ۾ ڪيئي مشاهدا اکين آڏو اٿم.

خيرپور رياست جي نوڪري واري زماني ۾ قصن ڪهاڻين لکڻ جو شونق هوندو هيم. ڇاڪاڻ ته صحافت کان تازو وڇڙيو هيم. اڪاڻين ۽ افسانن جي خاڪن جي تلاش ۾ انساني ڏکن سورن جي مرڪزن، اسپتالن ۽ جيلن جا چڪر ڪاٽيندو رهندو هيس. هڪ دفعي خبر پيم ته خيرپور جيل ۾ هڪ اهڙو ڏوهاري ڦاسيءَ لاءِ آيل هيو جنهن به قتل اڳ ۾

ئي ڪيا هئا ليڪن پيئي دفعا فرار ٿي ويل هيو. هاڻ وري تئين خون جي الزام ۾ سزاياب ٿي آيل هيو. دستوري اجازت حاصل ڪري هڪدم وڃي ساڻس ملاقاتي ٿيم. سلام دعا بعد ڪائونس پڇيم ته "يار ٻن انسانن جي خون ۾ شايد تنهنجي دل نه ڍاپي جو وري تئين کي به قتلام ڪيئي؟" قيدي ڪلي وينو. چي "ڏسان وينو ته تون ڪا اهڙي هستي نه آهين جو منهنجي سزا معاف ڪرائي سگهين ۽ نه وري آئون ڪو الله جو دادلو آهيان جو منهنجي بچاءُ لاءِ قدرت ڌرتي کي ڌوڏي جيل جون ديواريون ڊاهي ڇڏي. منهنجي پير اڳيئي قبر ۾ لڙڪيل آهن ۽ اڄ نه سڀان پنهنجي خلقيندڙ اڳيان بيهڻو اٿم. انهيءَ آچار مون کي ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ ڪوبه سبب آهي ئي ڪونه. سچ پڇين ته انهن ٽنهي خونن جي الزام ۾ آءُ اهڙوئي ڏوهاري آهيان جهڙو تون." منهنجو وات ڦاٽي ويو ۽ تارا ڦوٽاري بي يقينيءَ جي نگاهه سان ڪيس گهوري ڏسڻ لڳس. قيديءَ وري دهرايو ته "خدا شاهد آهي ته آءُ بلڪل بيگناهه آهيان." مون وراڻيو ته اهو ناممڪن آهي ته بي سبب ۽ بي ڏوهه ڪو ڦاهي چڙهي. قدرت ڪڏهن به پاڻ تي ڪو ڏوهه نه ڏيندي آهي. آخر ڪا ڳالهه ته ضرور ٿي آهي جنهن تي ڏمر ٿيو هجي. "هائو" قيدي ڪنڌ ڌوڻيندي چيو، "خطا ضرور ٿي آهي ليڪن خطا به اهڙي خسيس جو ٻڌائيندي شرم پيو ٿئي. جي ڳالهه ٻڌندين ته خود توکي به يقين نه ايندو. ليڪن اها واردات منهنجي اکين آڏو هر دم پيئي ڦري. حالانڪ ان حادثي کي پورا ست سال گذري چڪا آهن."

آءُ ۽ منهنجو دوست جيلر ٻئي قيديءَ جي شيخن اڳيان پلٿي ماري هڪ چتا ٿي "جيءُ" ڪري ويهي رهياسون، قيديءَ پنهنجو قصو شروع ڪيو. "نالو پيراڻو ذات پنيرو وينل ڪيٽي کهڙا، درياهي ڪڇي جو مالوندو پاڳيو آهيان. الله جي ڏني ۽ مڇي مانيءَ گڏ پنهنجي تر ۾ خاصي ساک پت اٿم. مون کي راڄ سڃاڻن. خير سان مون کي گهوڙين پالڻ جو شوق هيو. خاص طور پنهنجي سواريءَ لاءِ هڪ ڪارنري ڪميت ٻهاڻ هيم، جنهن جو نه فقط نالو "بجلي" هيو پر سندس رفتار به ڪنوڻ جهڙي هئي. منهنجو ساڻس ازحد پيار هيو ۽ ڏينهن ۾ اڪثر ٻه چار دفعا سندس داڻي پاڻيءَ ۽ ٽهل ٽڪور جو خيال رکندو هيس. هڪ ڏينهن حسب

دستور گھوڙيءَ کي هٿ گھمائڻ ۽ ٻچڪر ڏيڻ لاءِ طبيلي ۾ ويس. ڏٺم تہ ٻہ چار ڪڪڙيون سندس آهر ۾ کوڙهڙا ڪري داڻہ ۽ ڪتر کي ڦهلائي رهيون هيون. ڪڪڙيون هڪلي وري اچي اوطاق ۾ آرامي ٿيس. پھر ڪن پوءِ وري گھوڙيءَ جو واءُ سواءُ لهڻ ويس تہ ڪڪڙيون پنهنجي ساڳئي ڪرت ۾ مشغول ڏٺم. ڪاوڙ ۾ اچي مون ڪڪڙين تي ڪاھ ڪئي. هٿن سان لامارو ڏيندي هڪ ڪڪڙ منهنجي جهپڙ ۾ اچي ويئي. ٻئي هٿ سان سندس ٻي ٽنگ جهلي وٺي جو سٽ ڏنم تہ ڪڪڙ چيرجي ٻہ ڦاڪون ٿي پيئي. جٺري ڪڪڙ ٻہ اڌ ڪري پري ڦٽي ڪيم. پر ساڳئي وقت منهنجي دل ايترو ڌڙڪڻ شروع ڪيو جو جهٽ ڪن تہ سيني کي رت ۾ رنگيل هٿ ڏيئي هيٺ ويهي رهيس. آخر پاڻ کي دلداريون ڏنم تہ ڪجھ بہ نہ آهي. ڪڙو تڙو ٿي اوطاق ۾ اچي ليٽي پيم. پر ڪڪڙ جي چيرڻ وارو ڪارنامون اکين اڳيان ناچ ڪندو رهيو. هنڌ ۾ ليٽندي ۽ پاسا ورائيندي رات وهامي صبح ٿيو. ٻنپهرڪي مهل ڪا اک لڳي ويئي. جڏهن اک ڪلي تہ پوليس منهنجي مٿن ڪان بيٺل هئي ۽ وڏيرو خانو ڪکراڻيءَ جي خون ۾ مون کي گرفتار ڪرڻ آئي هئي، وڏيري کي سانجهيءَ ٽاٽيءَ پنهنجي زمين ڪان واپس ورندي ڪنهن ڪهاڙيون هڻي ماريو هو. هي برابر آهي تہ خانو ڪکراڻي منهنجو جاني دشمن هيو ۽ جي مون کي وجھ ملي ها تہ آءٌ کيس قتل ڪرڻ ۾ ڪا ڪوتاهي نہ ڪريان ها. ليڪن مون کي اهڙو موقعو ئي ڪڏهن ڪونہ مليو هيو. مون گهڻيئي پوليس کي پڪاريو تہ آءٌ ڪالهہ ساڳئي وقت پنهنجي طبيلي ۾ موجود هيس ۽ منهنجي هٿن ۽ قميص تي جو رت لڳل هيو، اهو رت ڪڪڙ جو هيو جنهن کي ٻہ اڌ ڪيو هيم. پر ڪنهن شنوائي نہ ڪئي.

ڪيس هيٺين ڪورٽ ڪان ڪمٽ ٿي سيشن ۾ آيو. منهنجي عزيزن قريبن ڪيس جي ڪافي پوئواري ڪئي. پر شاهد اوگاه اکين ڏٺا آندا ويا. دشمني اڳيئي سرڪاري رڪارڊ تي داخل هئي. مونکي ڦاسيءَ جي سزا ڏني ويئي ۽ رحم واري اپيل جي فيصلي تائين مون کي خيرپور جيل ۾ باندي رکيو ويو. هڪ چاٺو سچاٺو قيديءَ مون کي لوھہ ڪٽڻ واري سنهڙي ڪارائيءَ جو ٽڪرو پهچائي ڏنو. روزانو رات جو سنتريءَ جي

اک وٺي ڪوٺڙيءَ جي وچين ٻن شيخن کي گهڪا ڏيندو رهيس. هفتي ٻن جي لڳاتار ڪوشش ڪامياب ٿي ۽ شيخن جو ڪافي ڪم لاهي ڇڪو هيس. آخر هڪ انڌيري رات جي سهاري ڪپيل شيخن کي ٻيٽائي ٻاهر نڪري جيل جي ديوار ٽپڻ ۾ ڪامياب ٿيس. انهن ڏينهن ۾ خيرپور جيل جون پٽيون نئديون هيون ۽ رياستي جيل جا سپاهي بہ ايڏا اورچ هئا جو رات تہ ڇڏ پر ڏينهن جو بہ ننڊون ڪندا رهندا هئا. ٻاهر اچي شڪرانو ادا ڪيم، آخر بہ تہ آئون بيگناه هيم ۽ الله منهنجي مدد ڪئي هئي.

ڪجهہ ڏينهن جي جهنگ جهر جهاڳڻ بعد درياه ٽپي مدئجي واري ٻيلي ۾ وارد ٿيس جو ان زماني ۾ گهٽن مون جهڙن گناهگارن جو پناه گاه هو. ڏاڙهي مڇون ڇيڪ ڇڏي ۽ نالو مٽائي سومر ڳوٺ جي پرئي مڙس حاجي موريو ابڙي وٽ سندس مينهون چارڻ لاءِ ملازم بڻس. حاجي موريو مينهن جو وڏو واپاري هيو. ٻيلي ۾ مينهون چاريندي ۽ کير مکڻ کائيندي مون کي سال ڏيڍ گذري ويو. حاجي موريو مون تي مهربان هيو. ڪيس پنهنجي اولاد ڪانہ هئي حالانڪ بہ شاديون ڪيون هوائين. مون کي پنهنجي اولاد جيان پائيندو هيو ۽ ننڍي وڏي ڏينهن تي پاڻ وٽ گهر ۾ ڪانڌ ڏيئي مهمان ڪري رهائيندو هيو.

آخر هڪ ڏينهن وري اهڙو آيو جو حاجيءَ جي اوطاق ۾ جتي آءٌ ترسيل هيس، صبح جو اک پٽيم تہ پنج ڇهہ ماڻهو ڪهاڙين ۽ لوڙهين سان منهنجي مٿن ڪان بيٺل هوا. مون کي سوگهو ٻڌي وجي ٿاڻي تي پيش ڪيائون. ان رات حاجي مورئي کي ڪو ماڻهو ننڊ ۾ ننڊ ڏيئي ويل هيو. مون تي الزام ڌريو ويو تہ آءٌ حاجي مورئي جي ننڍي گهر سان بدپيشہ هيم ۽ ساڻس سازش ۾ شريڪ ٿي پنهنجي محسن مالڪ کي قتل ڪيو هيم. تہ جئن سندس مال متاع ۽ گهر تي بہ قبضو ڪريان. حالانڪ حاجي موريو منهنجي پيءُ ۽ سندس اهليہ منهنجي ماءُ سمان هئي، ڇاڪاڻ تہ مون نہ فقط سندن نمڪ ڪاڌو هو پر هنن مون کي پناه ڏني هئي ۽ مون کي پنهنجي پٽ جيان پاليو هيو. بهرحال حاجي مورئي جي پائرن جو پلو ٿي پيو. هڪ ٿي ڏڪ سان سندن بہ شڪار ٿي پيا. آءٌ تہ گرفتار ٿي پيس ۽ حاجيءَ جي پوئين گهر واريءَ کي بہ سوير اُڪلائي سموري ملڪيت مال جا

نويڪلا مالڪ ٿي وينا. ڪيس هليو ۽ نتيجو ظاهر هو. حاجيءَ جي پهرين گهر واريءَ کي اکين ڏٺو شاهد ڪري صلاح ۾ ملايو ويو. شڪارپور جي سيشن ڪورٽ ۾ فتوا ڏني ويئي. وري اها ئي ڦاسي. لنگهو پڇي ڪاهيءَ کان اهائي ڪاهي! ارڙهن مهينا جيل جا ڏاڪڙا الڳ رونگ ۾. آءٌ سمجهي نہ ٿي سگهيس تہ يا الاهي ماجرا ڇا آهي؟ ليڪن ڪڪڙ بدستور منهنجي اکين آڏو حاضر ناظر بيٺي رهي!

فتوا ٻڌي سيشن ڪورٽ کي سلام ڪري پوليس پارٽي مون کي سکر جيل پهچائڻ لاءِ اسٽيشن طرف پيادل سفر شروع ڪيو. اسان جو قافلو ريلوي لائين پار ڪرڻ جي ارادي سان ترسي پيو ڇاڪاڻ تہ سامهون مال گاڏي اچي رهي هئي. ريل جي ويجهو ايندي مون پنهنجي زندگيءَ جو سودو هڪ سيڪنڊ ۾ سوچيو. ڦاسي تہ هونئن بہ ملڻي هئي، ڇو نہ هن هنڌ داءُ ڪيڏان؟ جڏهن انجڻ ويهارو قدم مفاصلہ تي پهچي چڪي هئي تہ مون پڙڪو ڪائي انجڻ اڳيان لائين ٽپڻ لاءِ رومڙ ڪئي. اوچتي سٽ سبب بيخبر پوليس واريہ هٿان رسو ڇڏائجي ويو. مان پهرين ڇلانگ ۾ ئي لائين پار مشڪل ڪئي هوندي تہ انجن بہ شوڪاٽ ڪندي منهنجي پاسي کان گوليءَ جيان گذري. پوءِ تہ پيرن تي زور ڏنم. مال گاڏي خاصي ڊگهي هئي. پوليس پارٽي پرين پر بي بس بيٺل هئي. اڳيان جوئر جي "مڙس تار" پوک پار ڪرڻي هئي. پوءِ جهنگ ئي جهنگ ۽ پوءِ آزادي هئي. هٿن ۾ هٿڪڙيون ۽ چيلهہ ۾ رسو هيو پر ڇوٽڪاري جي آس اميد منهنجي پيرن ۾ بجليءَ جا طاقت آڻي ڇڏي هئي. اونده اچي چڪي هئي، پنيان ڪوئي بہ ڪو ڪونہ هيو. رات پئجي ويئي هئي، پر منهنجي سوچ ۽ ڊوڙ جي رفتار ۾ ڪمي ڪانہ آئي. مون کي خبر هئي تہ ياڄ ڪهڙي رخ ۾ اٿم، ۽ اڳتي هلي ڇا ڪرڻو اٿم. اڌ رات ڌاري مدئجيءَ جي ڪاٺ مڏيءَ واري دوست چوڪيدار وٽ پهتس جنهن مترڪو ۽ ڇيٽيون ڪٺي سرڪاري ڪنگڻن کان منهنجون ٻانهون آزاد ڪيون. سندس اجرڪ ۽ پهرياڻ پهري پنهنجي پٽڻ واري پراڻي سائيءَ وٽ پناهہ ورتم. ٽي چار ڏينهن ٿڪاوٽ دور ڪرڻ ۾ لڳا. تازه دم ٿي وري اڳيرو الله توهار ڪيم. آخر بہ تہ آءٌ بيڏوهي هيس.

اڳين ٻن خونن جي واقعن وچ ۾ ڇهن سالن جي وڇوٽي هئي. ليڪن ٽئين خون جي الزام لاءِ مون کي وڏيڪ وقت ترسڻو نه پيو. آخر قدرت کي بهانه تلاش ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت؟ جڏهن انسان پاڻمرادو سموري عمر پنهنجي حياتيءَ جي حيلي وسيلي ۽ موت جي بهانه ڳولڻ ۾ پاڻ سرگردان رهي ٿو. جڏهن ڇهن سالن جي ڊگهي عرصه بعد آءٌ پنهنجي ڳوٺ پهچي گهر پهتس ته مون لاءِ ٽئين خون جو بهانو اڳواٽ ئي انتظار ڪري رهيو هو. حالي احوالي ٿيندي معلوم ٿيو ته منهنجي سڪيلڌو پُٽ ڪڪراڻين کان بدلي وٺڻ خاطر، سندن نوجوان اڳواڻ جانو ڪڪراڻيءَ کي خون ڪري روپوش ٿي ويل هو. جانو انهيءَ خانوءَ جوپٽ هو جنهن جي خون ۾ مون کي ڦهرين ڦاسي ڏني ويئي هئي ۽ پيءُ جي مرڻ بعد پاڻ پڳ ٻڌي قوم جو پڳدار ٿيو هو. خون جي واردات کي پورا ڇهه ڏينهن گذريا هئا. حساب ڪيم ته منهنجي ڀاڄ ۽ وڏيره جانوءَ جي خون جو ڏينهن ۽ وقت عين ساڳيو هو. سمجهي ويس ته قدرت جي مرضي ڪهڙي هئي؟ قدرت مون سان ٻلي ۽ ڪوئي واري راند ڪيڏي شايد پنهنجي دل وندرائي رهي هئي. ڪڏهن چنبي جي گرفت ۾ ڇو ڪنيو جڪڙي وري آزاد ڇڏي ٿـي ڏنائين. جڏهن پاڻ کي ڇڙواڳ ڀانئي بچاءَ لاءِ ڀاڄ ٿي ڪيم ته وي امالڪ مٿان ڪڙڪي پختو ٿي پڪڙيائين. پنهنجي نوجوان پٽ جي زندگيءَ بچائڻ جو هڪڙو ئي طريقو هو. گهر وارن گهڻي ڪوشش ڪئي پر آءٌ پنهنجي هوڏ تي قائم رهيس. تر جي پوليس ٿاڻي تي پهچي پاڻ کي گرفتاريءَ لاءِ آڇ ڪيم ۽ اقرار ڪيم ته اڳين ٻن خونن ۽ تازه ٽئين ڪڪراڻيءَ جي قتل جو فقط آءٌ اڪيلو جوابدار هيس. پوليس صوبيدار لاءِ عيد ٿي ويئي. ڇاڪاڻ ته منهنجي گرفتاريءَ لاءِ پنج هزار روپيا روڪ انعام آڇيل هيو. علاوه ان جي، ٽئين قتل جو اقراري قاتل پڻ هيس جنهن جوابدار کي هٿ ڪرڻ لاءِ مٿس پوليس ڪمانيءَ جو زوربار آندل هو. مون کي صوبيدار ڀاڪر پائي مليو ۽ پاڻ سان گڏ ماني کارايائين. ان گڏ شاباس پڻ ڪيائين ته آءٌ بهادر هيس جو خون جا جملي ڏوه قبولي پنهنجي آخرت آجي ڪئي هيم. ساڳئي ڏينهن مون کي خيرپور ٿاڻي تي آڻي قانوني ڪارروائي مڪمل ڪئي ويئي. منهنجي پٽ خلاف چارج ختم

ڪئي ويئي ۽ مون کي اڳين ۽ پوئين خون جي جرم ۾ نئين سر رجوع ڪيو ويو. عدالت کي ثابيتن ۽ شاهدين جي گهٽي ڪوجنا ڪرڻ نـ پيئي ڇاڪاڻ تـ آءٌ قبولدار هيس. گذريل مهيني فتوا ڏني ويئي هئي ۽ اڄ ٻڌو اٿم تـ رحم جي اپيل بـ رد ٿي آيل آهي. اڄ سياڻي سر ڏيئي سرهو ٿيندس.

هي برابر آهي تـ هن پيري ڦاسي چڙهڻ لاءِ مون پاڻهرتو اڱرائي ڪئي. ليڪن ان وقت، جڏهن مون کي هي سورنهن آنا خاطري ٿي چڪي هئي تـ منهنجي زندگيءَ جو فيصلو ان ڏينهن تي چڪو هو جڏهن هڪ معصوم ڪڪڙ جو بيرحميءَ سان انت آندو هيم. اهو فيصلو اٽٽر هو، جنُن وقت ثابت ڪري چڪو آهي. آءٌ اڻڄاڻ ۽ الهڙ هيس جو پاڻ کي بيگناه سمجهي پاڃ جي واٽ وٺندو رهيس. آءٌ ان غلط فهميءَ ۾ مبتلا رهيس تـ آءٌ اشرف المخلوقات، ۽ ڪٿي هڪ ڪسيري جي ٽرڙي ڪڪڙا مون کي اها سڌ ٻڌ بـ نـ رهي تـ ٻنهي جو خالق مالڪ ساڳيو آهي. هاڻ ستن سالن جي رولڙي ۽ خواريءَ بعد سمجهه آئي اٿم. مون پليءَ پت ڇاتو ٿي تـ ان وقت تائين قدرت جي اکيوٽ جاري رهندي، جيستائين پنهنجي اندر ۾ حقيقي ڏوهه جو اقرار نـ ڪيو اٿم. جيترا دفعا فرار ٿيندس اوترا خون جا الزام منهنجي گردن مٿان مڙهيا ويندا. هاڻ جڏهن قدرت جي قصي کي سمجهي رب جي رضا کي اکين تي رکيو اٿم تـ منهنجو جيءَ جان ۽ جسو سڀ قرار ۾ آهن. يقين ڪندين تـ ڪالهـ رات هڪ عجيب خواب ڏٺم. ڏسان ٿو تـ طبيلي ۾ بيٺو آهيان ۽ گهوڙيءَ جي آهر ۾ ساڳي ڪڪڙ جا هن ڪان اڳ زخميل ۽ سندس ٻـ اڌ ڦٿڪندا ڏسندو هيس، سا سڄين لڱن سان ڪوٺهڙن ۾ مشغول هئي ۽ آءٌ ڪيس هڪلڻ يا مارڻ بجاءِ نهايت پيار سان ڏسي رهيو هيس، سمجهان پيو تـ مون کي معافي ملي چڪي آهي. ٻيو مڙوئي خير . . . ."

# حاجي فقير حُر

قبرن ۽ قبرستانن سان خاصي دلچسپي اٿم. عمر جو ڪجھ حصو اهڙن آستانن جا چڪر ڪاٽيندي گذاريو اٿم. جڏهن به ڪا جهٽ گهڙي هن وٽ پڪڙ جي زندگيءَ ڪان فرصت حاصل ٿيندي اٿم ته ڪنهن نه ڪنهن ويجهڙي مقام ۾ وارد ٿي پناهه وٺندو آهيان. پلڪ پهر آجهاپو ڪري، ماڻهپي ۾ اچي، وري واپس گوڙ گهمسان طرف رخ رکندو آهيان. ائين به نه آهي ته ڪو دنيا وارن مون کي ڪو ڏک يا ڏجها ڏنا آهن، يا اهل مماتيءَ وارن سان اُنس اٿم يا ڪو موت سان اُڪير اٿم. هرگز نه، بلڪ موت جي ته نالي کان به دل گهبرائيندي اٿم. پر هي ٻي ڳالهه آهي ته ٻڪري جي ماءُ ڪيستائين خير گهرندي رهندي.

١٩٧٢ع ۾ سرڪاري نوڪري کان نيڪاليءَ بعد جڏهن حيدرآباد ۾ رهائش اختيار ڪيم ته منهنجو واندو وقت ڪچي قلعي لڳ واري "اُميدن ڀريو مقام" ۾ گذرندو رهيو. مقامي مماتيءَ وارن ماڻهن جي چاڻ سڃاڻ ٿيندي، مون کي هي گمان گذريو ته "اميدن ڀريو مقام" عام قبرستانن کان بلڪل هڪ نرالي نوعيت جو هيو ۽ هن مقام ۾ اڪثر تر اهڙا انسان مدفن ٿيل آهن جن جو موت غير فطري طور، ڪنهن اوچتي حادثي، هارٽ فيل، قتل يا ڦاسيءَ باعث ٿيو هجي. اهڙي انومان مدنظر مون هرقسم جي آرامي انسان جي زندگي ۽ موت بنسبت حال احوال قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن ڏس ۾ پائو اسماعيل قبرستاني، جو هن مقام جو پنجاهه سالن کان پانڌيڙو آهي، تنهن منهنجي ڪافي رهنمائي ڪئي.

حاجي فقير سان منهنجي پس غائبانه شناسائي پڻ پائو قبرستانيءَ ذريعي ٿي. سندس ڪچي قبر مقام جي دروازه کان ويهارو گز مفاصلي تي آهي. توڙي جو منهنجا ڪافي دوست يار هن مقام جي مختلف جڳهن تي آرامي آهن تڏهن به منهنجي بينڪ اڪثر تر سندس ويجهڙائي ۾ ٿيندي آهي.

حاجي فقير "حر" اڌ صدي اڳ، حرن جو ناليرو مهندار هيو.

شهدادپور لڳ، خيبر ميل واري هولناڪ ريلوائي حادثہ جي سازش ۾ ڪيس گرفتار ڪري جيل اُماڻيو ويو. سندس گرفتاري بعد مٿس درجن بہ ہيا بہ ڪيس داخل ڪيا ويا. خاص طور اهڙا ڏوهہ جن جا حقي ڏوهاري عدم پيدا هوا. ساڻس انڊين پينل ڪوڊ جا ڳر وارا ۽ وزندار جملي قلم لاڳو ڪيا ويا، جن ۾ ڏاڍا ڦريون ۽ خون سرفهرست هوا. ڪيسن جي نيڪال لاءِ هڪ اسپيشل ڪورٽ وجود ۾ آندي ويئي. اهڙي صورتحال مدنظر فتويٰ جو بہ اسپيشل هئڻ هڪ لازمي امر هيو.

حاجي فقير ڪي پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ ۽ بچاءُ لاءِ سرڪار طرفان چار عدد وڪيل مقرر ڪري ڏنا ويا. سندن وڪالت فصيح ۽ بليغ هئي ۽ هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ سندن مول مقصد حاجي جي بچاءُ بجاءِ ڪيس ڦاسيءَ جي اوڏو آڻڻ هيو. اسپيشل ڪورٽ، برک سرڪاري وڪيل ۽ حاجيءَ جا چار اڌارا سرڪاري وڪيل! ٻين لفظن ۾ ڪو اهڙو ڳڻو نہ ڇڏيو ويو جنهن ۾ حاجيءَ ڪي ڪنهن بہ قانوني رعايت ميسر ٿيڻ جو ڪو امڪان هجي. اسپيشل عدالت ڏينهن رات هڪ ڪري پنهنجي قانوني ڪارروائي پوري ڪئي. انگريزي دور حڪومت ۾ هي اولين مثال هيو جو عدالتي مشين بجليءَ جي رفتار تي هلي رهي هئي. ورنہ انگريزن جي قانون جو بنياد ئي "دير مدار" تي رکيل آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪوڙ لاءِ حافظو هئڻ ضروري آهي، ۽ حافظي جي مدت محدود آهي. وقت گذرڻ سان گڏ ڪوڙ وسريو وڃي ۽ باقي سچ بيٺو ٿو نچي.

اسپيشل عدالت پنهنجو فيصلو ڏنو. فتوا توقع مطابق هئي. پنج ڦاسيون ۽ ڏهہ سال سخت پورهئي سان سزا. حالانڪ فاضل ۽ عادل جج ڪي خبر هئي تہ حاجي فقير اڪيلو ۽ هڪ عدد انسان هو جنهن لاءِ پنج ڦاسيون تہ درڪنار پر اڌ ڦاسي بہ ڪافي هئي. انساني تاريخ ۾ هڪ انسان لاءِ هيءَ هڪ انوکي ۽ عجيب سزا هئي، خاص طور پنجن ڦاسين بعد ڏهہ سال جيل جي سزا!

اسپيشل عدالت جڏهن بہ هر ڪيس جي سلسلي ۾ پنهنجي فتويٰ صادر ٿي ڪئي تہ حاجيءَ ڪي سندس وڪيلن طرفان فيصلي جو سنڌي ترجمو نهايت شد مد سان ٻڌايو ۽ سمجهايو ٿي ويو. حاجيءَ جو ردعمل نهايت سادو ۽ بلڪل مختصر قسم جو هو. هر دفعي ڪنڌ ڌوڻيندي سزا ڪي تسليم ڪندي فقط هڪ ۽ ساڳيو لفظ ٿي اُچاريائين "جيءُ بسم الله". جڏهن سندس پنجين ڦاسيءَ جو اعلان ڪيو ويو تہ تعجب جو اظهار ڪندي چيائين تہ جڏهن آءٌ پهرين وار ۾ ئي پار وڃي پهچندس تہ باقي چار دفعا ڪنهن ڪي لڙڪايو ويندو؟ ڦاسي ڪا پينگهہ لڏڻ تہ نہ آهي جو

مرده لاش کي بہ مزو وٺرايو ويندو.
جڏهن اسپيشل عدالت پنهنجو آخرين فيصلو "ڏهہ سال سخت پورهئي سان سزا" سڻايو تہ حاجيءَ کان بي اختيار ٽهڪ نڪري ويو. کلندي سوال ڪيائين تہ "سائين سزا اڪين تي پر ڪاٽيندو ڪير؟ آءٌ يا منهنجو لاش". ڪورٽ جي برخواست ٿيڻ بعد جج صاحب سان بہ منٽ خانگي ملاقات لاءِ درخواست ڪيائين جا منظور ڪئي ويئي. هن شرط تي تہ حاجي جج جي چيمبر ۾ پيرين اگهاڙي پيش ٿيندو. انهن ڏينهين اهڙا ڪيئي واقعا رونما ٿي چڪا هوا، جو ڪورٽن ۾ ڏوهارين جج جي فتوا سان پنهنجي اختلاف راءِ جو اظهار پادرن اچلڻ سان ڪيو هيو.
جج صاحب اڳيان روبرو پيش ٿي حاجيءَ عرض ڪيو تہ پنجن ڦاسين مون هڪ ڦاسي ٻسندس انت آڻڻ لاءِ ڪافي هئي. گذارش ڪيائين تہ بقايا چار ڦاسيون سندس بچاءَ جي وڪيلن کي في وڪيل في ڦاسي حساب سان ڏنيون وڃن جن ايمانداريءَ سان بچاءَ ڪرڻ بجاءِ ڪيس ڦاسيءَ جي ڦندي ۾ چوڪنيو ڦاسايو هيو، حالانڪ حق انصاف روءِ هو ڦاهي کان ڪوهين ڏور هيو.
فاضل جج حاجيءَ کي فقط هي ٻڌايو تہ سندس ڦاسيءَ جي سزا مدنظر وڏيک ڏهہ سال سخت پورهئي واري سزا معاف ڪئي وئي آهي. اهڙي اعلان حاجيءَ کي ڪهڙو آٿت ڏنو هوندو چئي نہ ٿو سگهجي.
ڦاسيءَ کان هڪ ڏينهن اڳ حاجيءَ کي خبر پئي تہ سندس ٻيڙو پيءُ اچي چڪو هو ۽ جيل جي ٻاهران ترسيل هيو. ڪيس اهو ٻڌايو ويو تہ سندس پيءُ جيل اختياريءَ وارن کي هڪ عريضي پڻ پيش ڪئي هئي تہ سندس پٽ جو لاش ڦاسيءَ بعد ڪيس حوالي ڪيو وڃي. حاجيءَ وڏي جيلر صاحب کي لکت ۾ عرضداشت ڪئي تہ ڪيس ڦاسيءَ کان اڳ سندس پوڙهئي پيءُ سان ملاقات جو موقعو ڏنو وڃي ۽ جيڪڏهن ڳالهائڻ تي بندش هجي تہ ڪيس پري کان اکين ڏيکاريو وڃي. حاجيءَ جي هي درخواست بہ ٽڏي تي رد ڪئي ويئي.
ڦاسيءَ واري صبح جو جڏهن ڪيس ڪال ڪوٺڙي کان ڦاسي گهاٽ طرف نيو ٿي ويو تہ ڪائڻ پڇيائين تہ سندس پيءُ ڪٿي هيو. وارڏر ڪيس ٻڌايو سندس پيءُ جيل جي اولهہ واري ديوار کي ٽيڪ ڏيئي ليٽيل هيو. حاجيءَ وارڏر ۽ جيل پوليس وارن کي الله جو واسطو ڏيئي عرض ڪيو تہ ڪيس فقط ان ديوار جي رخ ۾ بہ منٽ وٺي هلن جنهن ٻاهران سندس پيءُ ترسيل هيو. سندس عرض اگهايو ويو ۽ ڪيس ديوار نزديڪ آندو ويو. پٽ جي ديوار کي سلام ڪري سندس اڳيان گوڏا کوڙي ڪيس مخاطب ٿيو

۽ چيائين:

"آئون تنهنجو بيحد شڪر گذار آهيان جو تو منهنجي ٻڍڙي ۽ اپاهڄ پيءُ کي سهارو ڏنو آهي جنهن جا ٽي پٽ اڳيئي هڪ هڪ ٿي ڦاسيءَ جي گهاٽ چاڙهيا ويا آهن. هن وقت آءٌ سندس اڪيلو ۽ باقي بچيل پٽ آهيان. سندس هن دنيا ۾ ڪوبه ٻيو آسرو ڏيندڙ نه آهي. منهنجي پيرمرد ۽ پير سن پيءُ کي پنهنجي پاڇي ۽ پشت ۾ پناهه ڏيڻ لاءِ تنهنجا لک لک احسان"

چند منٽن بعد ڪيس ٽڪنڪي ڏانهن وٺي وڃي آخرين مسافري لاءِ سنبرايو ويو. حاجيءَ اکين تي دستوري ڪاري ٽوپي پائڻ کان انڪار ڪيو. نه سندس پير وچڙيا ۽ نه سندس جسم ۾ ڏڪڻي نمودار ٿي، نه وري نڙگهٽ آلي ڪرڻ لاءِ پاڻي پيتائين. برعڪس ان جي ڦاسيءَ جي ڦندي ڏانهن ائين ٻرانگهون پريندي اڳيرو ٿيو جڻ گلن جي هار کي ڳچيءَ ڳل لائڻ لاءِ پيشقدمي ڪري رهيو هيو. ويجهو وڃي پنهنجي فرقہ جو نعره بلند ڪيائين "پيج پاڳارا" ۽ ڦاسيءَ جو ڦندو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌائين، "جيءُ بسم الله". هڪ ڇپي آئي. اک ڇنڀ ۾ هو اتي پهچي چڪو جتي پهچڻ لاءِ ماڻهو اڪثر پهرن جا پهر سڪرات سهندا آهن.

ڪجهه ڪلاڪن بعد حاجيءَ جي لاش کي سندس پيءُ حوالي ڪيو ويو. سندس پيءُ جو پنهنجي جملي پٽن جي تقدير اڳ ۾ ئي تسليم ڪري چڪو هيو، تنهن ڪو ڳوڙهو اکين کان نه ڳاڙيو. نه دانهن نه ڪوڪ نه پٽ نه پاراتو. ٿي سگهي ٿو ته سندس ڳوڙهن جي ڪوٺا اڳواٽ ئي خشڪ ۽ ختم ٿي چڪي هئي ۽ جنس خاطر ڪا بوند باقي بچي هجي. هن فقط لاش جي نراڙ تي پنهنجا عمر رسيده چپ رکيا. جڻ نراڙ تي تقدير جي لکئي کي آمنا صدقنا ڪندي پنهنجي رب جي رضا تي راضي رهڻ جي تصديقي مهر ٿي هنيائين. لاش کي پنهنجي جهولي ۾ جهلي پنهنجي ڇاتيءَ سان بغل گير ڪيائين. هو ان حالت ۾ ڪجهه دير تائين رهيو. جڏهن ڪنهن پيءُ کي پٽ کان يا هئن ڇٽجي جٽري کي مٽي کان جدا ڪرڻ جو ادم ڪيو ته اها هڪ بيسود ڪوشش هئي. سندس دم نڪري چڪو هيو. ماڻهن کي اها غلط فهمي دور ٿي ويئي ته هو پٽ جي لاش کٽي وٺڻ لاءِ وارد ٿيو هيو. هو ته پٽ سان سفر جو ساٿ ڏيڻ آيو هيو ۽ سندس ڪڍ هليو ويو. اها خبر نه آهي ته ٻنهي گڏ دفنايا ويا يا جدا جدا. پر ڪهڙو ٿو فرق پوي ته هيءَ ڪچي قبر پيءُ جي آهي يا پٽ جي؟ مٽي بعد ته اها به مشڪوڪ ڳالهه آهي ته حاجي ۽ سندس پيءُ جاوا به هئا يا نه.

# بابو جعفر پائي

انساني زندگيءَ جي اوج ۽ عروج لاءِ محنت توڪل ۽ بخت علاوه هڪ ٻي انوکي طاقت کي به پڻ دخل آهي جنهن کي "دعا" چيو وڃي ٿو. اولياءَ الله جا چون ٿا ته "دعا" تقدير سان پاڪرين پوي ٿي ۽ اڪثر تر تقدير جي لڪئي تي غالب ٿي پنهنجي مدعا ماڻي ٿي. خاص طور ماءُ جي دعا.

مون پنهنجي سانيڀ ۾ جن ماڻهن کي صحيح معنيٰ ۾ سڪيو ستابو مان مرتبي ۽ اوچي پدويءَ تي ڏٺو ته انهن ۾ اڪثريت اهڙن جي هئي جن جو سڪندري بخت سندن مائن جي دعائن بدولت هيو. ڪي ته اهڙا به خوش نصيب انسان آهن جن کي سندن والده پنهنجي ٿنج به هميشه باوضو ٿي پوءِ ڏني هئي. انهن کان اڃان به وڌيڪ اهڙا نيڪ بخت انسان ڏٺم جن ماءُ جي خدمت کي عبادت سمجهي پنهنجي زندگي سنواري. ضلع سکر جو هڪ هندو ڪليڪٽر اهڙو به ڏٺم جو سجاڳيءَ ۾ ماءُ جو خيال رکڻ ته پنهنجي جاءِ، پر رات جو ماءُ جي پيرن کي زور ڏيندي پوءِ سندس پيرانديءَ پيل کٽ تي اهڙي طرح آرامي ٿيندو هيو جو جيسين تائين امڙ جا پير سندس اکين ۽ منهن تي نه لڳندا هوا ته کيس ننڊ نه ايندي هئي. الله نه ڀُلائي ته هو ميرچندائي جي نالي سان مشهور هيو!

جنگشاهيءَ جي ريل گاڏيءَ واري هولناڪ حادثه ۾ هڪ تباه ٿيل ڏٻي جي ٢٣٩ مسافرن ۾ واحد زنده بچيل انسان کي جڏهن چيو ويو ته "سندس پير مرشد زور هوا جو بچي ويو هو"، ته کلي ڏنائين ۽ چيائين ته "منهنجو پير مرشد ته منهنجي ماءُ آهي جا اُٿندي ويهندي الله کي آزيون ڪندي رهندي آهي ته منهنجو موسڙو پرتو اٿيئي، سَن ١٩٣٥ع واري ڪوئيٽه جي زلزلي کان پوءِ زنده درگور ٿيل ماڻهن جي لاش ڪڍڻ لاءِ ڪوتائي ڪندي چوڏهن ڏينهن بعد هڪ اهڙي مرده ماءُ جو لاش ڏٺو ويو جنهن جو اڌ جسم سڙي پسر تي ويل هيو ۽ ٻئي طرف کان سندس زنده معصوم ٻار ٿنج ڌائي رهيو هيو. انساني تاريخ اهڙن "ماءُ ۽ پٽ" جي

معجزن سان ڀرپور آهي".

برعڪس ان جي دنيا اندر اهڙا بہ ڪي اڀاڳا انسان آهن جي ماءُ جي جس ڪٽڻ يا دعائون حاصل ڪرڻ بجاءِ سندن بددعائن يا ڳاراتن جو شڪار ٿين ٿا. اهڙن بدنصيبن جو ڳاٽاٽو اٿي ۾ لوڻ برابر بہ مشڪل آهي. ڇاڪاڻ تہ ماءُ پنهنجي اولاد کي هين جي بدنظرن کان بچائيندي رهندي آهي اها ڪين ڪهڙي دل سان پاڻ پٽيندي يا ڳاراتو ڏيندي؟ ان سلسلي ۾ بابو جعفر پائي جو واقعو اسان جي اکين اڳيان آهي جو انتهائي عبرتناڪ آهي. ٿي سگهي ٿو تہ اسين ان حقيقت کان سبق پرايون.

بابو جعفر پائي حيدرآباد سينٽر جيل جي انهن چئن خطرناڪ ڏوهارين ۾ هڪ هيو جي ١٩٥١ع واري صرافہ بزار جي ٽن لکن واري ڌاڙي ۾ ٻن ماڻهن کي قتل ڪرڻ جي ڏوہ ۾ رجوع ڪيا ويا هئا. ان کاعلاوہ مٿن هڪ ٽئڪسي ڊرائيور "بدر عالم" کي خون ڪرڻ ۽ سندس ٽئڪسي کي ڌاڙي لاءِ استعمال ڪرڻ جو الزام بہ مڙهيو ويو. خون ۽ ڌاڙي جا ٻيا جوابدار پهلوان شاہ، علي اڪبر ۽ اڪبر ڌوٻي هوا. ٻين جوابدارن ۽ بابو جعفر پائيءَ ۾ فرق فقط هي هيو، تہ جعفر بيگناہ هيو ۽ سندس ڪيس واري خون يا ڌاڙي جي ڪارروائيءَ ۾ ڪو هٿ نہ هيو. سندس قصور فقط اهو هيو جو ڌاڙي ۽ قتل جي واردات واري ڏينهن، رات جو حيدرآباد اچي سلطان هوٽل ۾ پهلوان شاہ سان ملاقات لاءِ ويو، جو ڪيس نوڪري ڏيارڻ جي دلاسي ڪيس پاڻ سان گڏ ڪوئيٽہ وٺي ويو جتي سيني جي گرفتاري عمل ۾ آئي. هن ڪيس جي جاچ ۽ جوابدارن جي گرفتاري سنڌ جي مشهور ۽ معروف پوليس عملدارن مسٽر چاچا غلام مرتضيٰ ۽ مرحوم محمد حسين طرفان عمل ۾ آئي هئي.

بابو جعفر اصل بمبئيءَ جو باشندہ هيو ۽ سندس تعلق هڪ غريب ليڪن نهايت معزز بوهري خاندان سان هيو. پيءُ جي سايہ کان محروم ٿي وڃڻ ڪري سندس تعليم تہ مڪمل ٿي پر سندس ترغيب ۾ ڪسر رهجي ويئي. ڇڙواڳ ۽ ڇيڪ رهڻ ڪري لچ لوفرن جي سنگت ۾ اچي "جوئا" جي عادت پرايائين. جو ڪجهہ گهر ۾ سندس پيءُ جي پونجي هئي اها دف ڪري ڇڏيائين. نقدي ناس ڪري پنهنجي ٻڍڙي ماءُ ۽ ننڍي ڀيڻ جي

زيور زڙي تي بہ هٿ صاف ڪيائين. سندن پرداخت ڪرڻ بجاءِ ڪين فاقہ ڪيڻ جي نوبت تي آڻي رسايائين. جڏهن پاڙي اوڙي ۽ ڀين مٽن مائٽن مٿس لعنت ملامت ڪئي تہ بمبئي ڇڏي اچي ڪراچيءَ جا وڻ وسايائين. ڪراچيءَ ۾ بابو جعفر "واٽر بري ڪمپائونڊ" ڪمپنيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪئي جتي ترقي ڪندي اسسٽنٽ مئنيجر جي عهدي تي سرفراز ٿيو. ليڪن سندس جوئا جي عادت ۽ عياشي بدستور جاري رهي. جو ڪجهہ ڪمائيندو رهيو اهو تہ نوسر بازن جي حوالي ٿيندو رهيو پر اٽلندو ڪمپني جي خزانچيءَ ڪان هڪ نہ ٻئي بهاني اوڌر وٺندو رهيو. آخر هڪ ڏينهن ڪمپنيءَ جو ڊئريڪٽر اوچتو اچي سهڙيو ۽ جاچ پڙتال ڪندي ڏٺائين تہ نقديءَ جو ڪجهہ حصو غائب هيو. فرياد داخل ڪري خزانچيءَ ڪي گهوٻين جي الزام ۾ گرفتار ڪرايائين. جعفر ڀائي عدالت ۾ حاضر ٿي اعتراف ڪيو تہ اهي گم ٿيل رقمون خزانچيءَ خرد برد نہ ڪيون هيون، پر هن پاڻ اوڌر بهاني وٺي جوئا ۾ هارايون هيون. خزانچيءَ جا بند خلاص ٿيا ۽ جعفر ڀائي ڪي ٻہ سال سخت پورهئيءَ سان سزا ڏيئي ڪيس ڪراچي جيل اماڻيو ويو. ان سزا دوران سندس واقفيت پهلوان شاه سان ٿي جو جعفر ڀائيءَ جي سزا پوري ٿيڻ ڪان هڪ مهينو اڳ پنهنجي مدت پوري ڪري آزاد ٿي ويل هو. جيل ڇڏڻ وقت پهلوان شاه جعفر ڀائيءَ ڪي پنهنجي حيدرآباد واري ائڊريس ڏني، ۽ ساڻس واعدو ڪيو تہ سندس نوڪريءَ جو جوڳو بندوبست ڪيو ويندو.

١٩٥١ع ڪان ١٩٥٤ع تائين ڪيس جي ڪارروائي جاري رهي. چارئي سال جعفر ڀائي پنهنجي ٻين ساٿين سان گڏ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ قيدي رهيو. سينٽرل جيل جي قيدين، سپاهين ۽ جيلرن جي جعفر ڀائي سان پوري پوري همدردي هئي ڇاڪاڻ تہ خود سندس ساٿين جي مطابق هي ويچارو بلڪل بيگناه هيو. ازانسواءِ جيل هڪ واحد جڳهہ آهي جتي ڏوهارين جي حقيقت سچ جيان صاف ظاهر هوندي آهي. آخر ڪو ڪورٽ ٿوروئي آهي جتي ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ ڪو فائدو حاصل ٿي سگهي. سندس بيڏوهي هئڻ علاوه بابو جعفر جي جيل اندر مشهوري ٻي سبب هئي. اهو هيءُ تہ ماءُ جي عزت ڪرڻ، خدمت ڪرڻ ۽ ڪيس ڏک نہ ڏيڻ لاءِ نصيحت

ڪندو رهندو هيو ۽ ان موضوع کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ دلچسپي نہ وٺندو هيو. سندس سموري گفتگو ٽن جملن تائين محدود هوندي هئي. "اري تيري مان جنده هي نا ، اس کي کدمت، اور اسکي عجت ڪرنا ، اس کو دک کبهي نهين دکهانا" آخرين جملي بعد سندس اکين ۾ آب جاري رهندو هيو ۽ سندس نڙي گهگهي ٿي ويندي هئي. سڏڪا ڀريندي چوڻ تہ ڪنهن کي غائبانہ مخاطب ٿيندو هيو، "ماري امان مجهي معاف جرور کرنا"

ڦاسي واري ڏينهن کان هڪ ڏينهن اڳ پنهنجي دل جو راز سلياڻين تہ کيس پنهنجي ڦاسي چڙهڻ جي خاطري گذريل انن سالن کان هئي ۽ دراصل هو ان سزا جو نہ فقط حقدار هيو پر ان لاءِ انتظار ڪندو ٿي رهيو. سندس آخري احوال ڪجهہ هن طرح هيو.

"آءُ جوا جي علت ۾ گهر جو ارڪو ترڪو لٽائي چڪو هيس. منهنجي ماءُ لک جتن ڪيا ، ۽ پنهنجي وس آهر نہ گهٽايو تہ منهنجي ان عادت جو خاتمون ٿئي. پر آءُ انڌ جي گهوڙي تي سوار هيس ۽ مون ماءُ جي منٿن ميڙين کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. آخر ۾ منهنجي ماءُ کي ڪنهن ڏس ڏنو تہ پٽ کي سڌاري راه تي آڻڻ جو ارادو رکي امام جعفر جو نياز ڪري. منهنجي ماءُ ان ڏينهن بعد پنهنجي هٿن جو سيبو ۽ ڀيو پورهيو ڪري "نياز" ڪرڻ لاءِ پنڊاري ۾ پئسا گڏ ڪرڻ شروع ڪيا. هڪ ڏينهن مون کي جوئا جي شدت ان حد تائين مجبور ڪيو جو لڪ چوريءَ پنڊارو ڀڃي امڙ جي ٻن مهينن جي نياز واري موڙي ڪٽي وڃي داءُ لڳايم. نتيجو ظاهر هيو. ارادو هيم تہ هميائي ڪٽي ٻيٽي رقم ڪري وڃي امڙ جي جهوليءَ ۾ وجهندس. دنيا اميد تي قائم هجي يا نہ پر جوئا ضرور اميد تي قائم آهي. ٻئي ڏينهن تي امڙ کي نياز ڪرڻو هيو. پاڙي اوڙي ۾ پڌرائي ڪري چڪي هئي. جڏهن پنڊاري ڏانهن پهتي تہ اتي فقط پڳل پتر ٺڪر پيل هئا. رڙ ڪري روڄ شروع ڪيائين. هرهڪ کي امامن جا واسطا ڏيئي پئسن جو پڇيائين مون ڪوڙ ڳالهايو ۽ هر ڪوڙي جي فطرت جيان قسم کڻڻ شروع ڪيا. امڙ پنهنجو رئو مٿي تان لاهي هٿ ۾ کڻي جهولي جهلي پڪاريو تہ "امام جعفر جي تون سچو آهين تہ پنڊاري

پيلڻ واري کي سوليءَ چاڙهه." ان ڏينهن کان وٺي آءٌ جڏهن بہ اکيون بند ڪندو آهيان تہ سولي آڏو ڏسندو آهيان."

١٨- فبروري ١٩٥٤ع صبح جو بابو جعفر پائي ۽ سندس ساٿين کي ڦاسي ڏني ويئي. بابو جعفر پنهنجو دستوري انٽرويو ڦاسر سان بہ ڪيو. "اري تيري مان جنده هي نا، اس کي عجت ڪرنا، اس ڪو ڪبهي دک نہ دينا."

بابو جعفر ماءُ جو ڏوهاري ضرور هيو پر جن ڏوهن جي الزام ۾ ڦاسي چڙهي رهيو هيو انهن کان معصوم هيو. سندس معصوميت جو ان کان وڏيڪ ڪهڙو ثبوت ٿي سگهي ٿو جو سندس ڦاسي چڙهڻ وقت کان وٺي بوندا بوندي شروع ٿي جا سندس لاش دفنائڻ تائين جاري رهي. سندس موت لاءِ پهلوان شاه چوندو هيو تہ "پائي جعفر بيگناه هي اور اسکي موت پر آسمان پي روئيگا" آسمان ضرور رنو. مونکي يقين آهي تہ بابوءَ کي سندس ماءُ ۽ خلقيندڙ پنهي معاف ڪيو هوندو. ورنہ رحمت جي بارش ڪا بي سبب تہ نہ ٿيندي آهي. بابوءَ جي آخرين وصيعت هي هئي تہ جيڪڏهن بوهري سندس لاش کي پنهنجي مقام ۾ دفن ڪرڻ کان انڪار ڪن تہ پوءِ ڪيس "اميدن پريو" مقام ۾ دفن ڪيو وڃي.

هي حقيقت آهي تہ مئا واعظ نہ ڪندا آهن. پر هڪواري اوهين سندس قبر وٽ ہ چار منٽ آجهاپو ڪندا تہ اوهان جي اندر ۾ جعفر پائيءَ وارا ہ چار جملا ضرور اُپرندا، "اري تيري مان تو جنده هي نا؟ ان ڪي خدمت ڪرنا، ان ڪو ڪبهي پي دک نہ دينا، هان جرور خيال ڪرنا-"

# ديوان ڏيارام شاهاڻي

زماني جي هر دور ۽ سماج ۾ اسان کي ڪي اهڙا به انسان ڏسڻ ۾ اچن ٿا جن عيش آرام ۽ آسائش واري زندگي ڇڏي، پنهنجي رضا خوشيءَ سان ڪشٽ ۽ ڪشالن واري ڪنن واٽ ورتي ۽ آخر دم تائين ان راه تي ثابت قدم رهيا. پوءِ نه ڄاڻ ته ڪين وقت جي سماجي نظام کان بيزاري ٿي، يا دين ڌرم جي دائرن کان سندن ويساه کڄي ويو يا وري هن دنيا ۾ دک درد جو راڄ ڏسي، سکي ستابي زندگي گهارڻ کي گناهه سمجهائون. اهڙن ساڌو بکشو ۽ صوفي منشن جي تياڳ ۽ تپسيا جو سلسلو ڪن ايامن کان هلندو ٿو اچي. ڪي سامي ۽ سنياسيءَ جو روپ ڌاري اڪيلائي ۽ ايڪانت جي تلاش ۾ بنواس وڃن. ڪي وري ونسڻ ۾ رهندي به تن تي ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو ۽ مٿو اگهاڙو ڪيو اها پيا تند تنوارين ته "منهنجو ڪچاڙو پينر هن پنيور ۾."

اهڙوئي ويراڳي هيو سنڌ جو هڪ سخي مرد ۽ ساڌو. ديوان ڏيارام شاهاڻي، جنهن اميريءَ ۾ فقيري ڪمائي ۽ پنهنجي شاهوڪار شاهيءَ کي انهن جي سهائتا ۾ سيڙائيو جن کي سهڪار ۽ سهاري جي لوڙ هئي. سندس جنم ١٨٥٧ع ڌاري ٿيو، جنهن سياڳي سال هندو ۽ مسلمان سپاهين پاڻ ۾ گڏجي انگريزي راڄ خلاف بغاوت جو پيڙ هاريو. جنهن تاريخي واقعي کي انگريزن "ڏيهي سپاهه جو بلوو" ۽ اسان آزاديءَ جي جنگ سڏيو. ڏيارام جو پيءُ منشي گدومل پنهنجي وقت جو نامر ڪنيو گياني داني ۽ پراپڪاري شخص هيو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته ڏيارام جي جنم جي ڏاه ڪيس اڏيره لعل وٽان ڏنل هئي جنهن درگاه جو گدو مل نڌيڻ کان پانڌيئڙو هيو. هونئن به اڏيره لعل هندو مسلم ايڪتا جو اوتار آهي جنهن جي آسڻ تي مزار مبارڪ گڏ اگنيءَ جي جوت به روز روشن رهي ٿي.

ڏيارام جا ابا ڏاڏا اصل ڪتري ڪل جا ٺاڪر هوا ۽ پوءِ نوڪري پيشو اختيار ڪرڻ ڪري عامل سڏيا ويا. پهريون ڪلهوڙن وٽ ۽ پوءِ ميرن جي صاحبيءَ ۾ ڊلون اوڳاڙيندڙ عملدار ۽ مالي سرشته جا ماهر مقرر

ٿيل هئا. ڏيارام جو ڏاڏو منشي ميگهراج چاندڪا جي هاڪاري حاڪم شاه بهارو وٽ مير منشي هيو. جنهن رتبي ماٺڻ ڪارڻ سندن گهراڻو شاهاڻي سڏجڻ لڳو. ڏيارام جو پيءُ منشي گدو مل حيدرآبادي ميرن جي آخرين چوياري وٽ مير منشي هيو. ميرن جي سج غروب ٿيڻ کان پوءِ پاڻ به ميراڻو لباس لاهي فقيراڻو گيڙو ويس ڌاري ڌرمائو ۽ خيراتي ڪمن ۾ باقي عمر بسر ڪيائين. ڏيارام جي شروعاتي تعليم فارسي پڙهڻ سان ٿي جنهن غرض لاءِ کيس آخوند نور محمد جي خطاب خاني ۾ داخل ڪيو ويو جو مڪتب ديوان گدو مل جي جاءِ ۾ کوليو ويو هو. هي اهو زمانو هيو جڏهن سنڌ ۾ ڪي به سنڌي اسڪول ڪونه هئا. ڇاڪاڻ ته مغلن، ڪلهوڙن توڙي ميرن جي دور حڪومت ۾ سرڪاري زبان فارسي هئي. ڏهن سالن جي ڄمار ۾ ڏيارام گلستان پندنامو ۽ بوستان پڙهي پڄايا جي ڪتاب فارسيءَ جي تحصيل لاءِ لازمي ڄاتا ويندا هوا. ١٨٦٧ع ڌاري ڏيارام کي انگريزي اسڪول ۾ ويهاريو ويو ۽ ١٨٧۴ع ۾ بمبئي وڃي مئٽرڪ پاس ڪيائين. ڇاڪاڻ ته مئٽرڪ جي امتحان لاءِ سنڌ ۾ ڪو انتظام ڪونه هيو. بمبئيءَ ۾ ڏيارام ايلفنسٽن ڪاليج ۾ بي- اي جو امتحان پاس ڪري وطن وريو ڇاڪاڻ ته امتحان هلندي کيس پنهنجي پتا جي بيماري ۽ ترت پوءِ موت جي خبر ملي هئي. سنڌ ۾ اچڻ بعد ڪجهه وقت لاءِ زميནداري ڪاروبار سنڀاليندو رهيو ۽ واندڪائيءَ ۾ قانون جي امتحان لاءِ تياري ڪندو رهيو.

١٩٧٩ع ڌاري ڏيارام صدر ڪورٽ جي جج صاحب وٽ سٺ روپيا پگهار تي سرڪاري ڪلارڪ مقرر ٿيو. ان زماني ۾ انگريزي حڪومت جو بول بالا هيو ۽ سنڌسن نوڪري ڪرڻ هڪ وڏي مان مرتبي ۽ عزت پري ڳالهه سمجهي ويندي هئي. سال ڪن سروس کان پوءِ کيس ترقي ڏيئي ڪورٽ جو سرشتيدار مقرر ڪيو ويو. ان عرصي ۾ ڏيارام وڪالت جو امتحان پڻ پاس ڪيو. پاڻس ميٺارام وڪيل جو خيال هيو ته ڪائونس نوڪري ڇڏائي کيس پاڻ سان گڏ وڪالت ۾ رنيائي. پر ان مدت ۾ ڏيارام کي سول سروس لاءِ آڇ ٿي. ڏيارام انهن ڇئن خوش قسمت اميدوارن ۾ هڪ هيو جن کي بمبئي جي گورنر لارڊ "ري" چونڊيو هيو. ڏيارام کي سول سروس ۾ ڪجهه ڪري سرشتيدار جي عهدي تان ترقي ڏيئي هڪدم سمال ڪازڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو جنهن پدويءَ تي هن کان اڳ فقط باريسٽرن کي ٿاڦيو ويندو هيو.

۱۸۸۱ع ۾ ڏيارام تي مهينا سرڪاري موڪل وٺي سنڌ جي سئر تي نڪتو ۽ سموري صوبي جي ڪنڊ ڪڙڇ گهمي ڏٺائين. ترت ئي پوءِ انگريزيءَ ۾ سنڌ بنسبت هڪ ڪتاب لکيائين جنهن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي، قلندر شهباز ۽ اڏيره لعل جي زندگيءَ جو احوال قلمبند ڪيائين. شاهه ڀٽائي متعلق هي پهريون ڪتاب هيو. انهن ڏينهين سنڌ جي دانشورن پنهنجي هڪ سنگت جو پايو وڌو جنهن کي "سنڌ سڀا" سڏيو ويو ۽ جنهن جو روح روان ڏيارام هيو. سنڌ سڀا پاران هڪ انگريزي اخبار "سنڌ ٽائمس" جاري ڪئي ويئي جنهن جو ايڊيٽر ساڌو هيرانند هيو. پر ليک لکڻ جو ذمون ڏيارام حوالي هيو. تعليم ڪاتي وارن پڻ "سنڌ سڌار" نالي سنڌيءَ ۾ اخبار شروع ڪئي جا هو هلائي نہ سگهيا ۽ ان اخبار ۾ ايڊيٽوريل لکڻ جو ذمون پڻ ڪيس سونپيو ويو.

سگهوئي پوءِ ڏيارام سنڌ ۾ ڪاليج کولڻ لاءِ تحريڪ شروع ڪئي. ڪاليجي سکيا عام ڪرڻ لاءِ هڪ ڪتاب لکيائين جنهن ۾ انهن اعتراضن کي رد ڪد ڏنائين تہ ڪو ڪاليج پڙهڻ سان، نوجوان، سرڪار يا مذهب سان بغاوت ڪرڻ جي سکيا پرائن ٿا. پنهنجي پاءُ مينارام تي زور پريائين تہ عاملن کان ڪاليج لاءِ هڪ لک رپيا چنده وٺي ڏئي. سندس جاکوڙ نتيجي ۾ ۱۸۸٦ع ڌاري ننئي ڪمپائونڊ ڪراچيءَ ۾ سنڌ آرٽس ڪاليج کوليو ويو جو بعد ۾ دولت رام ڄيٺمل جي ۲۵ هزار رپيہ چنده ڏيڻ ڪري سندس نالي پنيان ڊي جي سنڌ ڪاليج" سڏيو ويو.

۱۵ مئي ۱۸۸۵ع کان ۱۸۸٦ع تائين ڏيارام کي اسسٽنٽ ڪليڪٽر جو عهدو ڏيئي کيس سنڌ جي جاگيردارن ۽ پٽدارن جي رڪارڊ ٺاهڻ جو ڪم سونپيو ويو. ڏيارام رات ڏينهن محنت ڪري مغلن کان ميرن واري دور تائين ڊلن جي سرشتي جو اڀياس ڪري هڪ وڏو ڪتاب لکي تيار ڪيو جو جاگيردارن جي تاريخ ظعسکحظذسڻ" دظج رع ٭قعکسُ نالي سان مشهور آهي. ٿوري عرصي بعد ڏيارام کي ترقي ڏيئي شڪارپور سيشن عدالت جو جج مقرر ڪيو ويو. شڪارپور ۾ ٻہ دفعا سندس بدلي ٿي ۽ جملي ست سال جج ٿي رهيو ۽ ڪيئي مشهور مقدما فيصل ڪيائين. هڪ سيٺ ميولداس وارو مقدمو جنهن هڪ اپلا سان هٿو پائي ڪئي هئي ۽ ڪيس کي لئہ مٽي ڪرڻ لاءِ لک لٽايا هئائين. پر ديوان رهڙي رکيس ۽ کيس ست سال ٽيپ ڏيئي ڇڏيائين. ٻيو عجيب و غريب ڪيس هيو حضوري فقير وارو، جنهن هڪ ماڻهوءَ جو خون ڪري

بچاءَ ۾ هي بيان ڏنو هيو تہ ڪيس خون ڪرڻ لاءِ خواب ۾ بشارت ٿي هئي. ديوان ڪيس جنم ٽيپ ڏني.

۱۸۸۷ع کان ۱۹۰۰ع تائين تيرنهن سال ڏيارام پنهنجي سرڪاري نوڪريءَ سان گڏ سماجي ڀلائي وارن ڪمن لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. ۱۸۸۰ع ڌاري حيدرآباد ۾ "يونين ائڪيڊمي" اسڪول جو پايو وڌائين. عورتن مٿان سماج جي ٿيندڙ ظلمن خلاف آواز ڪڍو ڪيائين ۽ جنهن ڏس ۾ هڪ ڪتاب "عورتن خلاف ست گناهہ" جي عنوان سان لکيائين. عورتن جي عملي سهائتا لاءِ "پنڪتي ستار منڊلي" قائم ڪيائين جنهن جو مول متو هيو تہ ننڍپڻ جي شادي ۽ ڏيتي ليتيءَ تي بندش ۽ عورتن جي تعليم لازمي ۽ عام ڪئي وڃي.

۱۸۹٦ع ۾ عام مسڪين ماڻهن ۾ پئسي جي بچت واري شعور آڻڻ لاءِ هڪ بئنڪ کوليائين جنهن جو نالو "غريبڙي بئنڪ" رکيائين. شادي ۽ موت جي واقعن واري خرچ جي پورت لاءِ پراويڊنٽ ۽ موت فنڊ قائم ڪيائين. ۱۸۹۷ع ڌاري جڏهن حيدرآباد ۾ پليگ جي موذي مرض منهن ڪڍيو تہ ٿي مهينا سرڪاري موڪل وٺي اچي پليگ اسپتال کوليائين. اسپتال ۾ چار ڊاڪٽر ۽ سورنهن نرسون ڪم ڪندڙ هيون جن جي پگهار ڏيارام ڏيندو رهيو. روزانو پنج ڪلاڪ اسپتال ۾ ۽ باقي وقت بيماري خلاف اپاءَ وٺڻ ۾ صرف ڪندو رهيو. جڏهن ٿر ۾ ڏڪر پيو تہ پنهنجي سر وڃي سستي اناج جو دڪان کوليائين ۽ نوان کوهہ کوٽڻ لاءِ سهائتا ڏنائين.

۱۹۰۴ کان ۱۹۱۱ع تائين ڏيارام خانديش ۽ سورت ۾ احمد آباد جي عدالتن جو جج ٿي رهيو. ان مدت ۾ جتي بہ رهيو اتي سماجي ڀلائي لاءِ ادارا ۽ سوسائٽيون قائم ڪيائين. ۱۹۰۸ع ۾ "سيوا سدن" نالي سان عورتن جي سماجي ستار لاءِ اداري جو پايو وڌائين. هن اداري ۾ اسڪول، اسپتال، عبادت گاهہ، لئبرري ۽ هنري گهر سڀ هڪ ئي هنڌ ميسر ٿي ڪيا ويا ۽ جنهن ۾ سکيا لاءِ ڪنهن بہ ذات پات يا دين ڌرم جو فرق نہ رکيو ويو. هن تحريڪ جون شاخون پونا احمد آباد ۽ سورت ۾ کوليون ويون ۽ مرڪزي آفيس بمبئيءَ ۾ رکي ويئي جتي پاڻ بہ فرصت جي وقت ڪم ڪندو رهيو. "سيوا سدن" کان الڳ ڊوليا ۽ احمد آباد ۾ ڪيئي ڪنيا آشرم، پاٺ شالا، شيوا منڊليون ۽ هنري شالا قائم ڪيائين. سنڌ ۾ بنياد وڌل ادارن کي پڪي پايہ تي رسائڻ لاءِ ماهہ اپريل جي ۱۳ تاريخ

پنپهرن جو "مينا رام ڏرمائو ٽرسٽ" جو پڌرنامو رجسٽر ڪرايائين جنهن جو مهاڳ ٽرسٽ جي دستاويز ۾ هن طرح درج ٿيل آهي:-

"آءٌ غلامن جو غلام، ڏيارام گدو مل، عمر ٥٣ ورهيه کتري، رهندڙ حيدرآباد سنڌ، پنهنجي زندگي ۽ زندگيءَ جي ڪمايل موڙي ۽ ورثي ۾ آيل پونجيءَ کي، "امانت" ڄاڻي، ۽ پنهنجي حياتيءَ تي ڪو پروسو نه سمجهي، پنهنجي سموري ملڪيت کي خيراتي ٽرسٽ (وقف) پڌرو ڪيان ٿو. "ٽرسٽ جو نالو به پنهنجي بجاءِ سرڳواسي پاءُ ديوان مينا رام جي نالي ڪيائين. ڪروڙها رپين جي ملڪيت ۾ فقط به ڳالهيون ٽرسٽ جي دائره کان ٻاهر رهيون. هڪ سندس گهرو جاءِ جنهن ۾ سندس گهر ڀاتي رهندڙ هوا ۽ ٻيو پنهنجي ماهياني پينشن. ٽرسٽ جي مقصدن ۾ ڄاڻايو اٿس ته "علم عام ٿئي، ڏکي انسانيت جي ملم پٽي ٿئي، خلق خدمت جي ادارن ۽ اوتارن جي سنڀال ٿئي. علمي قحط ۽ سهائتا ڏس ۾ امداد جو هٿ ڊگهيڙيو وڃي. غريبن کي پڻ جابجاءِ پورهيو رسايو وڃي. محتاجن جي سار لڌي وڃي. شيواڌاري سوسائٽين جي دل کولي مدد ڪئي وڃي."

١٩١١ع ۾ سرڪاري نوڪريءَ کان رٽائر ٿيندي ئي ڏيارام پنهنجي ڀرپور وهڪري واري زندگيءَ ۾ اوچتو ڦيرو آڻي هڪ عجيب رنگ ۾ رنگجي ويو جنهن رخ رواج جو هن دنيا جي وهنوار سان ڪو واسطو نه هيو. هن پڇاڙيءَ واري پهر ۾ ذاتي ساک ۽ ننگ ناموس جي قيمت تي ڏيارام ڪجهه عظيم قربانيون پڻ ڏنيون جن لاءِ آس هيس ته اهي ڳالهيون راز ۾ رکيون وڃن. شايد اهوئي سبب هيو جو پنهنجي پالڻهار کي هميشه "پڙدي پوش" چئي پڪاريندو هيو.

ديوان ڏيارام ستر سال جي سڦلي زندگي ۾ ٧ ڊسمبر ١٩٤٧ع جي ڏينهن ڌاري پران تياڳيا. حياتيءَ جا آخري چوڏهن سال اڪيلائي ۾ گهاريائين. ماڻهن سان ملاقات ۽ ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيائين. مهاتما گانڌي، مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ سرلا ديوي جڏهن ساڻس ملاقات لاءِ سندس گهر آيا ته ڪين لکت ۾ جواب ڏنائين ته ماڻ ۾ رهڻ جو وچن ڪيو اٿم جي آڱيا هجي ته ختم ڪريان. مرڻ کان اڳ ۾ هڪ دوست کي خط لکيائين ته "اندر ۾ ڏاڍو آنند ۽ آرام اٿم. پالڻهار جو نالو وٺڻ ۾ مشغول آهيان. ننڊ ۾ به سندس نالو چپن تي آهي."

پنهنجي پٽ ديوان ڪيولرام شاهاڻي جنهن سان دلي لڳاءُ هيس ۽

ساڻس خط و ڪتابت ڪندو رهندو هيو تنهن کي لکيائين تہ "منهنجي ڳڻتي نہ ڪريو. آءٌ سچي سائينءَ جي هٿن ۾ آهيان ۽ ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي سلامتي ٿي سگهندي؟"

ديوان ڏيارام هر رنگ ۾ پاڻ موڪيو. اڍائي سون کان مٿي علمي سماجي ۽ خيراتي ادارا اڏيائين. پنهنجي پونجي ۽ وڏن جو ورثو خيراتي ٽرسٽ ۾ ڏيئي ڇڏيائين. سندس قائم ڪيل ڪاليج اسڪول هاسٽلون اسپتالون ڌرم شالائون ۽ آشرم هند ۽ سنڌ ۾ اڄان سوڌو پيا هلندا اچن. ستر کن کان مٿي سنڌي فارسي انگريزي ۽ عربي ڪتاب لکيائين. ٽيهارو جلدن ۾ سندس هٿ جي لکيل روزاني ڊائري موجود آهي. درجن کن ٻوليون لکي پڙهي ۽ ڳالهائي سگهندو هيو، جن ۾ عربي فارسي سنسڪرت انگريزي فرينچ کان سواءِ گرمکي گجراتي آرمينن ۽ هيبرو زبانون بہ شامل هيون. ١٩٣٢ع ۾ شاعري بہ شروع ڪيائين. سنڌيءَ ۾ سندس تخلص "نماڻو" ۽ انگريزيءَ ۾ "زيرو" يعني "ٻڙي" هوندو هيو. سندس پراپڪاري ادارا ۽ پيڙهي قائم آهي. سندس پٽ ديوان ڪيولرام ڇهاسي سال ڄمار ۾ هوندي بہ اسان کان گهڻو اڳرو آهي ۽ سندس جهڙو حافظو مون ڪنهن کي ڪونہ ڏٺو. سندس پوٽا ديوان پريم ۽ نارائڻ شاهاڻي پنهنجي ڏاڏاڻي ٽرسٽ سان گڏ پنهنجون الڳ ڪيئي ڪمپنيون ڪاميابيءَ سان هلائي رهيا آهن، پريم شاهاڻي سنڌ جو چاتل سڃاتل دانشور، اديب، صحافي، زراعت جو ماهر ۽ سماجي سڌارڪ ۽ اسان جي ديس جو ذهين ترين دماغ آهي. ديوان ڏيارام جو نالو پيڙهي ۽ خير زنده آهي. جنهن جو خير هلندو رهي اهو ڪڏهن بہ مئو نہ سڏبو. سندس ٻيو ننڍو پوٽو ديوان نارائڻ شاهاڻي چارٽرڊ اڪائونٽنٽ آهي ۽ ڪيترين سماجي نمائندن ۾ برک ميمبر آهي. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ ڏيارام جي جتيءَ جو سندس اولاد پير وجهي نہ سگهي آهي ۽ نہ وري منجهن اهڙي اميد ئي رکي ٿي سگهجي.

# مامو حاجي ٻڪرار

مامو حاجي منهنجو سڳو مامو ٿوروئي هيو. توڙي جو مون کي پنهنجن ٻنهي مامن، شمن ۽ شاهن کان ٻه وڌيڪ پيائيندو هيو. نه وري کو ان کري "حاجي" هيو جو کو حج کيو هوائين. حاجي ته سندس نالو هيو. اسان جو ويجهي ۾ ويجهو پاڙيسري هيو. سندس گهر ۽ اسان جي جي اڱڻ واري ديوار ساڃي هئي. البت سندس ڏڻ واري واڙ اسان جي گهرن جي پٺ ۾ هئي. واڙ جي چوڌاري ڍينگهرن جو مڙس تار پيهر ڏنل هيو. پيهر جي اولهه واري ڪنڊ ۾ هڪ ڊگهو پنجر اُيو ڪتل هيو. پنجر جي چوٽيءَ تي هڪ اُبتي ڪينگري لڙڪيل هئي. لوٽيءَ مٿان اڇو رنگ چڙهيل هيو. اهو بندوبست بگهڙن کي ڊيڄارڻ لاءِ سٽيل هيو، جو دستور قديمي زمانه کان هلندو ٿو اچي.

ڏڻ ۾ سوا سؤ کن ٻڪريون هيون جن ۾ ويهارو کن مامي حاجيءَ جون پنهنجون هيون. جن لاءِ چيو ٿو وڃي ته هڪ ٻڪري کان وڌي ويهه ٿيون هيون. باقي ٻڪريون پاڙي ۽ شهر وارن جون هيون. جهنگ چري اچڻ کان پوءِ سانجهيءَ ٽاڻي پنهنجن گهرن ڏانهن ڏيڄڻ ويندڀون هيون. صبح سويل اسڪولي ٻارن جيان واپس ڏڻ ۾ اچي شامل ٿينديون هيون. ڪتابن جي ٿيلهن بجاءِ سندن ٿڻن تي ڳوٿريون چڙهيل هونديون. شايد هن لاءِ ته جئن سندن ڇيلڙا سڄو کير نه چڱڙي وڃن. جڻ قدرت ٻڪرين کي کير سندن مالڪن جي ڏهڻ ۽ ڳڙڪائڻ لاءِ ڏنو هيو ۽ نه پنهنجن ڦرن جي واپرائڻ لاءِ!

مامو حاجي جهور ڪراڙو هوندي به بدن ۾ پريل ۽ ڪڙو تڙو هيو. باقي پريا ڪريا آهن. مٿو مڇون ۽ ڏاڙهيءَ گڏ سندس اکين جون پرون ۽ پنبڻيون به سفيد ٿي چڪيون هيون. سيني ڏندن جي پڇي پري وڃڻ ڪري سندس ڏاڻن بنان مهارون، ڪلڻ مهل، هڪ کير پياڪ ٻار جي منهن واري ڏک ڏينديون هيون. البت مامي ڏياٽيءَ سان وقت ڏاڍا هاڃان هنيا هوا. عمر جي ٻوجهه سندس ڪمر ڪبي ۽ ڇبي ڪري ڇڏي هئي. سندس موڪري منهن تي ايترا ته اڪيچار ور وڪڙ ۽ گهنج پيل هوا جڻ ته عمر جي هر سال ور ور ڪري سندس صورتختيءَ تي هَرَ هلايا هئا. مٿو مينديءَ

رتو جهڙو تاهريءَ جو پاٽرو، منهن تي مڇن جي گهاٽي سانول، جنهن مٿان لڙڪندڙ سوني نٿ ڪجهه عجيب لڳندي هئي. سندس شاديءَ کي اڌ صديءَ کن جيترو عرصو گذري چڪو هو. اولاد نه هئڻ ڪري ڏهاڪو سال اڳ مامي حاجيءَ کي پنهنجي هٿن سان پرڻائي آئي هئي. مومل جا مامي حاجيءَ جي مٿي ۾ لڳي هئي، ان جي ڪل به ڪافي ڪجهه ٽڙيل ٽي ڏني. سڄي پاڙي ۾ مامي ملڪان "ملڪي چريءَ" جي نالي سان مشهور هئي. ٻوڙ جو لوڻ چکندي اڌ کان گهٽيون ٻوٽيون ڳڙڪائي اڪثر اڌ ڪنو خالي ڪري ڇڏيندي هئي. شڪل صورت به ڪا خاص نه هيس. ماٺهن جهڙو ماٺهو هئي. سندس ڳچن، پروون ۽ ڪاڏيءَ تي ڏينيوڙيون ڏنل هيس. ڪاڏيءَ واري اڪيلي ڏينيوڙي ائين لڳندي هئي جڻ "ب" هينان هڪ ٽبڪو ڏنل هيو.

مامي حاجيءَ ۽ مامي ذياٽيءَ جي پاڻ ۾ ڏاڍي ڳوڙهي پريت هئي. لانڍيءَ جي مهاڙيءَ ۾ ويٺي مون کي هڪ ڳيرن جو جوڙو ڏسڻ ۾ ايندو هيو. ٻئي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي آمهون سامهون روح رهاڻ ڪندي ائين وسهندو هيس جڻ ته "گهگهو گهو" ٿا وينا ٻولين. ڪڏهن ڪڏهن مون کي به سڏي وچ ۾ وهاريندا هئا. ٻنهي جي گفتگو هڪ طرفي هئي يعني مامي ذياٽي ڳالهائيندي هئي ۽ مامو حاجي يا ته ڪنڌ ڌوٽيندو هيو يا هان هون ڪندو رهندو هيو. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته ڳالهه ٻولهه گلا ۽ غيبت کان خالي هوندي هئي. ماما توکي مامي ذياٽي ڪٿان ملي؟ "پاٽيجا درياه ۾ ڪنڊي وجهي شڪار جي تاڙ ۾ ويهي رهيس. پوءِ ذياٽي ڦاسي پيئي. پيار جي ڏوريءَ سان ٻوهي پاٽي کان ٻاهر ڪڍي آٽي گهر ويهاريومانس. هاڻ ويٺي ٿي ڪرم ڪٽي ته مون سان ڇو ڦاٽي." "خير گهر. مان ڇو ڪرم ڪٽيان؟" پوءِ ماميءَ جو مهاڏو شروع ٿيندو. مون سان مامي ذياٽيءَ جو بي پناه پيار هيو. مون کي پنهنجي اٿاهه سيني سان لائي ٿڌو ساهه کٽي ڪنهن ٽبي ۾ پئجي ويندي هئي. توڙي جو آءٌ اٺ ڏهه سالن جو ڏگهه تي چڪو هيس. مون کي به مامي ڏاڍي وڻندي هئي. گهر ۾ جا شئي ايندي ته منهنجي لاءِ حصو ضرور ٽاري رکندي هئي. پوءِ ڪڏهن ڪڙ، ڪڏهن ڪارڪون ۽ ڪڏهن ڪنڌ پڪڙا. ائين سمجهندو هيس ته ماميءَ کي الله پاڪ منهنجي لاءِ گهڙي ٺاهي تيار ڪيو هيو. منهنجو قصور فقط ايترو هيو جو آءٌ مارڪيٽ ۾ دير سان پهتو هيس. تيستائين مامو حاجي جهپڙ ڏيئي ماميءَ کي اڳوات پنهنجي چنبن ۾ ڪنيي ڪٽي ويو هيو.

مامو حاجي کو ڪورو چٽ ڪونہ هيو. چڱو چوکو پڙهيل ڳڙهيل هيو. پرئي مڙس منشي الهداد جي چوڻ مطابق، عربي فارسي پڙهڻ لاءِ ڪيس مدرسي ۾ ويهاريو ويو هيو. پر "گلستان يا زليخا" جي پڙهڻ کان پوءِ سندس ذهن جو ڦرڪو ڦري ويو. پڙهڻ ڇڏي جهنگ منهن ڪيائين. ڪيترا سال پنهنجي پاڙيءَ ۾ نہ هيو. ڳچ زماني تائين تہ جهنگ جهر جهاڳيندو رهيو. جڏهن ڪجهہ هوش ۾ آيو ۽ ماڻهو ٿيو تہ پوءِ پنهنجي گهر ڏانهن وريو. مائٽن وٽ ونان ڪري ڪيس شاديءَ ۾ چوڪنيو جڪڙي ڇڏيو. اسان وٽ نوجوان جي هر بيماري جو علاج شادي سمجهيو ويندو آهي. حاجيءَ جي حق ۾ تہ اهو ڏس صحيح بہ ثابت ٿيو. شادي کان پوءِ سندس عقل بہ ٺڪاڻي آيو. پنهنجي رضا خوشيءَ سان پاٺهرتو ڪار ڪرت ڪرڻ لاءِ ارادو ظاهر ڪيائين. پر ضد هن ڳالهہ تي ڪيائين تہ "ڪورڪو ڪم ڪندو يا وري ٻڪريون چاريندو." باقي سڀ ڪم ڪوڙو. هاڻ ٻروچ ماڻهو ڪوري ڪيئن ٿئي؟ باقي ٻڪريون چارڻ تہ اسان جي آباڻي اُڄ هئي.
هڪ ڏينهن ڪاڻونس پڇي وينس. ماما ٻڌو اٿم تہ تون پڙهيل آهين پوءِ ٻڪريون ڇو ٿو چارين؟ پاڻيجا پڙهڻ ۾ دڳ مليو تہ "ٻڪريون چار." پوءِ ڪم لٿو ڊڪڻ وسريو. پڙهڻ ڇڏي اچي چارڻ ٿيس." ماما چون ٿا تہ تون چريو ٿي پيو هئين؟ هائو، ابا تون بہ جڏهن علم پڙهي ٻڪريون چاريندي تہ توکي بہ ماڻهو چريو چوندا. جي چريو نہ بہ ٿئين تہ بہ ماڻهو ضرور "لوي لوي ڪندءِ." اصلي چريا ڪير آهن؟ اها خبر تڏهن پوندءِ جڏهن ڏڻ ڪاهي جهنگ وچڻ شروع ڪندين. ۱۹۷۲ع ۾ جڏهن ازغيبي نوڪريءَ کان لوڏجي نڪتس تہ گذران لاءِ ٻڪريون چارڻ جو پڪو ارادو ڪيم. ان غرض سان حيدرآباد اچي گدوءَ ۾ درياه ڪناري واڙ لاءِ جڳهہ بہ تاڙيم. منهنجي گهر ڀاتين ۾ بغاوت ڦهلجي وئي. مون کي چتاءُ ڏنو ويو تہ سموري عمر تنهنجون ارڏايون سنيون ويون آهن. هر شئي جي حد ٿيندي آهي. مون گهٽوئي ڪين سمجهايو تہ ٻڪريون چارڻ دنيا جو بهترين ڌنڌو هيو. ننڍي لاڪر مون مامي حاجيءَ کان اهڙي تربيت پڻ حاصل ڪئي هئي. ٻارن تہ ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. پر گهر واريءَ کي پريشانيءَ ورايو. ڪيس پڪ ٿي تہ اوچتي نوڪري وڃڻ ڪري منهنجو اسڪرو ڍلو ٿي ويل هيو. ٻہ ٽي پيرا سهڻي صلاح پڻ ڏنائين تہ ڇو نہ ڊاڪٽر قاضيءَ کي پاڻ ڏيکاريان. قاضي صاحب گدوءَ جو ڊاڪٽر هيو. ڏنم تہ هاڻ وڌيڪ ضد ڪندس تہ ضرور مون کي چرين جي اسپتال ۾ داخل ڪندا جا ڪا اڄرج

جهڙي ڳالهه نه هئي. چاڪاڻ ته سنڌ ۾ اسان جيان درجن ڀيا به اهڙا خاندان وَسندڙ آهن جن جي چريو ٿيڻ تي ڪنهن کي به عجب نه ٿيندو آهي. جيئن پاٽ جا قاضي، سکر جا منشي، مٽيارين جا انصاري ۽ ٺٽي جا عقيلي وغيره.

جڏهن به مامي حاجيءَ سان گڏ ٻڪريون ڪاهي جهنگ وڃڻ جو موقعو نصيب ٿيندو هيو ته مون لاءِ ڄڻ ته عيد ٿيندي هئي. بابي مرحوم جي ميرپور بدلي ٿيڻ ڪري جڏهن سواءِ منهنجي سڀ گهر جا ڀاتي ساڻس گڏ اُسهيل هوا، ته مون لاءِ اهڙيون عيدون هڪ و ٻئي ڏينهن ٿينديون رهيون. صبح سويري مامو، آءُ ۽ مانگر ٽيئي ساٿي سنبري پنهنجي چوپائي فوج ساڻ الله توهار ڪندا هئاسون. "پارپيو پير" پهچي ٻڪريون پنهنجي نيرن ڪرڻ ۾ محو ٿي وينديون هيون ۽ اسين مامي ڏياٽيءَ جا ڏنل ستون ٿاهي پنهنجي پيٽ پوڄا شروع ڪندا هئاسون. پاڻ ڪان وڌيڪ خوش ته مانگر کي ڏسندو هيس جو مامي جو ٽاڪرو ڪتو هيو. حق تي چوندا آهن ته ٻار ۽ ڪتو لڏ ۾ خوش. جڏهن مامو حاجي نڙ تي پنهنجي ياري ڦوڪ ڏيندو هيو ۽ آءُ ڪاڏيءَ کي هٿ سان جهلي ٻاگهي هٽڻ "بڪلابب" شروع ڪندو هيس ته مانگر پنهنجو لُنڊو بوجرو پڇ وڄٽيءَ جيان ائين لهرائيندو هيو ڄڻ سموري سنگيت جو ٻڌندڙ ماستر ئي پاڻ هيو. ڪڏهن ڪڏهن ڏاس جو ڦورو اُٽندي مامو حاجي عجيب و غريب ڳالهيون ڪندو هيو. جڻن ڪو سخت بخار جي غشيءَ ۾ دبرندو هجي. سندس ٻاراٿو چهرو هڪدم گنڀير ٿي ويندو هيو. معلوم ائين ٿيندو هيو ڄڻ ڪنهن غئبي طاقت سان گفتگو ڪري رهيو هيو. ٿي سگهي ٿو ته پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندو هجي. يا وري اڳوٽي چريائيءَ جو لڙهو ايندو هجيس. "ماما ڪنهن سان وينو احوال اورين؟" "ڀاٽيجا ڳالهه ئي نه پُڇ. حياتي آهي چوپڙ راند. ڪيڏڻ واري جي ته خبر ئي آهي ڪانه. ماٺهو ته آهي مهرو يا ڳوٽ. ڪو وينو ٿو نچائي. اسان خواه مخواه پيا سيٽجون. چري پوندي ۾ ئي خوش."

مامي حاجيءَ جون اهي اڌ اڪري ڳالهيون بروقت ته مون کي به سمجهه ۾ اصل ڪين آيون. پر سمنڊ جيان سمجهه جون به لهريون ۽ ويريون پيون سدائين ايرن ۽ لهن. ڪڏهن ته پاڻهرتو سڀ پراٽيون پروليون پاهي سوڌيون دل تي تريو اچن. ڪيئي سال پوءِ جڏهن گذريل مهاڀاري لڙائيءَ ۾ پرتي ٿي برما واري لڙائي جي ميدان ۾ پهتس. ڏٺم ته عجيب ماجرا

هئي. جن کي اسان دشمن سڏي توبون هٽي تباه ٿي ڪيو، انهن سان نہ اسان جي ڪا واقفيت هئي ۽ نہ ڪا شخصي يا خانداني دشمني. مورڳو اسان جا ڏٺل ئي ڪونہ هئا. ڪنهن سان ويڙهہ لاءِ اڳلي جو ڪو ڏوهہ گناهہ تہ هئڻ گهرجي. ڪوہ قصور ڪونہ، چاڪاڻ تہ انگريز سرڪار اسان کي سٺ رپيا درماهو هڏي ڏئي ٻچ ٿي ڪئي، ان ڪري اسان هنن جي خون جا پياسي ۽ هنن وري اسان جي قتلام لاءِ ڪمر ٿي ٻڌي. معلوم ائين پئي ٿيو تہ جڻ ڪنهن چوپڙ کيڏندي ڳوٽون پئي ماريون. سموري انساني رتوڇاڻ بي معنيٰ بي مقصد ۽ بينسود هئي. پر اسان، ماڻهو مارڻ تي لاٿون ۽ لٻاڙون ٿي هنيون! جنگ جا پنج ئي سال مون کان مامو حاجي نہ وسريو. ساڳيو حال هيو حياتيءَ جي جملي ڪارنامن جو. هڪ ڏينهن ويٺي ريچڪ پيم. حياتيءَ ۾ جي بہ واقعا ٿي گذريا هئا سي سڀ ويهي وچوروار لکيم. پوءِ ويهي ليکو ڪيم تہ انهن وارداتن ۾ منهنجي دلي ارادن کي ڪيترو دخل هيو؟ سواءِ ڪو هڪ اڌ جي، باقي سڀ فيصلا يا تہ ڪنهن حادثہ جو نتيجو هئا يا ڪنهن غئبي طاقت طرفان ٿيل هئا! پاڻ تہ خالي پئي تماشو ٿي ڏٺم. منهنجو تہ نہ هيو سٽ نہ ڪپهہ. آءٌ تہ هيس اهو ٻانيڻ جو واٽ ويندي ڦاٿو هيو. حياتي تہ نہ هئي پر هڪ گورک ڌنڌو هيو.!

جهنگ ۾ پير پائڻ سان مامو هي وصيعت ضرور ڪندو هيو تہ "پاٺيجا جي مون کي ڍرڪندو ڏسين تہ مڙهہ کي ڪنهن کڏ کوهي ۾ گهلي وجهي پوءِ لوڙهہ لٽي ڇڏجانءِ. پوءِ وڃي پنهنجي ماميءَ کي سڏ ڪجانءِ تہ مامو وڃي ماڳ پهتو." ماما پر جي مان بہ نہ هجان تہ پوءِ؟ پوءِ اهو ڪم آهي مانگر جو. وينو پاڻ ڳن ڏيندو، ڌڻ بہ ڌياڻيءَ کي وڃي ثابت پهچائيندو. ماما پوءِ مامي ڌياڻيءَ جو ڇا ٿيندو؟ پاٺيجا ڌياڻيءَ کي آهي تڏا ويڙهہ تائين اتي ترسڻو. ڏٺو ڪونہ اٿيئي، سڄو ڏينهن ويٺي پنهنجي پڳل پٽ کي ٽيڪان ڏئي. ماما، ڪهڙي پڳل پٽ؟ ابا پاڻ ڌياڻي. ڏٺو ڪونہ اٿيئي سڄي اڏاوت آئٽيل اٿس تڏهن بہ سدائين مرمت ۾ مشغول.

پڙهيل ڳڙهيل هوندي بہ مامو پڙهڻ جي حق ۾ نہ هوندو هيو. چوندو هيو تہ پاٺيجا علم پرائڻ آهي ماني کائڻ آچار. ايترو کاءُ جو هضم ڪري سگهين. پلا "الله جو ڪلام؟" اهو بہ ايترو پڙهہ جو هنڌائي سگهين. نہ تہ سياڻي حساب ڏيڻو پوندءِ تہ خبر هوندي تو عمل ڇو نہ ڪيو؟ باقي پورهيو جيترو وٺيئي اوترو ڪر. پر پورهئي سان گڏ عاجزي ضرور ڪج." مامو مسلمانيءَ کي دين يا مذهب بجاءِ "عاجزي" يا

مسڪيني سڏيندو هيو. بنان عاجزيءَ پورهيو هيو جيئن گڏهه لاءِ بار ڍوئڻ. "مالڪ کي بنده جي خالي عاجزي پسند هئي ڇو ته مالڪ وٽ سڀ ڪجهه هيو پر عاجزي نه هئي. جي تنهنجي تر جيتري مسڪيني به اگهي ويئي ته پوءِ پئون ٻارهن." ماما ڀلا شيطان ڪان ٽارو ڪيئن ڪجي؟ "ڀاٽيجا تون ڪهڙي خفي ۾ پيو آهين؟ شيطان غريب ته آهي الله جو دربان. جيئن اسان جو "مانگر" جو ڪنهن اوپري کي واڙ ويجهوئي نه ڇڏي. ابا الله آهي ڏاڍو مڙس. ڪنهن جي مجال جو سندس حڪم اورانگهي. پر سمجهه ڪٽي ته اڄ ڪلهه پاڻ ۾ ٺهيل نه آهن. پر پاڻ ۾ پرچندا ته تو ۽ مون ڪان پڇندا ڇا؟ اسان ڇو ويٺا پنهنجي پرچهه وڃايون؟"

ڇوٿون سنڌي پاس ڪري، ڳڙهي ڇڏي، وڃي ميرپور ماٿيلو وسايم جتي سڀ گهر ڀاتي اڳيئي سهڙيل هئا. مهيني ٻن کن ڪان پوءِ مامو حاجي گذاري ويو. سندس لاڏاٿو ڪوئيٽه واري زلزلي ڪان سال کن پوءِ ٿي گذريو. ٻڍم ته ننڊ ۾ ننڊ اچي ويس. مامي ڏياٽي به سگهوئي پوءِ وڃي پنهنجي ڏٽيءَ سان پرتي. چوندا آهن ته "ڏڻ ته ڏٽي نه ته وڪڻ ڪٽي." ٻڪريون وڃي ڪنهن ٻئي ٻڪرار حوالي ٿيون. باقي رهي "ملڪي چري" ان سو ويهارو کن سال هن جڳ ۾ جتاءَ ڪيو. پرائي گهرن جا پورهيا ڪندي آخر اها به ٽڪجي پيئي. ان کي به اونت ته سمجهه آئي ۽ وڃي ساٿيهه ۾ سکي ٿي. اڄ اسان جي پاڙي ۾ نه مامو حاجي نه سندس ڏڻ ۽ ڏياٽي. نه وري ڪي آهن سندس گهر يا واڙ جا نشان. ڇڻ هڪ ڪهاڻي هئي جا ختم ٿي ويئي. البت مون سان مامو ياري برابر نباهيندو ٿو اچي. بهشت جون ٻڪريون اڪيليون ڇڏي ڪڏهن ڪڏهن پيو ليئو پائي. ڪيس نه غم نه ڳڻتي ۽ نه ڏڻ جو اونو. جنت ۾ ڪي بگهڙ ٿوروئي آهن!

# خسرو خان چرڪس

ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي ننڍن خواه وڏن شهرن جي عام رستن، چونڪ، يا ڳلي ڪوچن ۾، عام ماڻهن ۽ مسافرن کان علاوه، چوپائي مال ۽ بارگير جانورن جي پاڻيءَ پيئڻ لاءِ ناهوڪو انتظام ٿيل هوندو هو. مون ڪي ڪو اهڙو ڪوهه يا ڪوهي نه سُجهي، جنهن تي جانورن لاءِ ڪي هوديون يا حوض نهيل نه هجن. جانورن جي ٽهل ٽڪور ۽ مفت دوا درمل لاءِ خيراتي ادارن ۽ گئوشالائن علاوه بيون ڪيتريون ئي پراپڪاري تنظيمون ۽ سوسائٽيون وجود ۾ هونديون هيون. خود ڪراچي شهر جي ميئر جمشيد مهتا لاءِ مشهور آهي ته رستي ويندي جي سندس نگاه ڪنهن نڌڪي، ڇُٽي واري گهوڙي يا گڏهه تي پئجي ويندي هئي ته ان وقت تائين آرام نه ايندو هيس جيسين زخمي جانور جي جوڳي علاج لاءِ بندوبست نه ڪري.

انهيءَ دور جا اسان جا ديسي دوست پنهنجي پيٽ پوڄا گڏ الله جي بي زبان ۽ گونگي مخلوق جي جياپي جو پڻ گهڻو خيال رکندا هوا. هي سنڌن روزمره جي زندگيءَ جو ڪجهه نيم هو. جيئن ڪوٺن جي بادگير تي چڙهي ڪانون کي پاروٽي روٽيءَ جا ڀِڳا ڪارائڻ، ڪبوترن، ڳيرن ۽ جهرڪين لاءِ ٻاجهري، جوئر ۽ پاڻيءَ جا پاتڙا ڀري وڻن ۾ ٽنگڻ. درياه يا واهن جي ڪناري مڇين ۽ ڪڇن لاءِ ڳوهيل اٽي جون ڳوڙهيون اُڇلڻ. ماڪوڙين ۽ ڪولين جي ٻرن لڳ مٺائي ۽ مستي جون پڙيون رکڻ وغيره.

ليڪن اهڙا انساني سخا ۽ خدا ترسيءَ جا ڪم ڪندڙ اڪثر تر هندو، پارسي، ٻوڌي يا جين ڌرم جا پوئلڳ هوندا هوا. باقي اسان مسلمانن تي ان ڏس ۾ شايد ڪا به اخلاقي، انساني يا ديني ذميواري عائد نه آهي. ڇاڪاڻ ته اسين خدا جي خاص معشوق قوم آهيون ۽ اسان کي ٻڌو ليسن مليل هيو ته اسين نه فقط پنهنجي رزق جي وسيلن گهوڙن،

گڏهن ۽ ڏاندن تي لانئي چارج ڪريون پر تترن، ٻٽيرن، ڪڪڙن ۽ ڪتن جون ويڙهيون ڪرايون يا گليل، گز ڪمان، چار ۽ ڪوڙڪين ذريعي پکي ۽ جانور ڦاسايون ۽ ڦٽڪايون. بلڪ پنهنجي وندر ۽ شوق شڪار لاءِ ٻرچين ۽ بندوقن سان گگدامن جو قتل عام به ڪيون.

اسان جي واعظ ڪندڙ مذهبي ٺيڪيدارن عام ماڻهن کي قبر جي عذابن، قيامت جي سختين ۽ دوزخ جي دڙڪن ڏيڻ سان ته سندن سمورو خون خشڪ ڪري ڇڏيو آهي. پر ڪين هي ٻڌائڻ هميشه وسري پئي ويو آهي ته الله جي رحمت ۽ بخشش جو سمورو دارومدار انسان جي پنهنجي اعمال ۽ هلت چلت تي آهي. ته هو پاڻ ۾ ساهوارن تي ڪيترو رحم ڪري ٿو، يا ٻين جون خطائون درگذر ڪري ٿو يا ٻي زندگيءَ جو احترام ڪيترو ٿو رکي. جو انسان پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪنهن کي به ٽڪو نه ٿو بخشي ۽ الله کان پنهنجي تمام زندگيءَ جي گناهن لاءِ بخشش جي اُميد ٿو رکي، ته ظاهر آهي ته سندس بخشش ڇا ٿيندي؟

اسين مسلمان اڪثر هن عظيم غلط فهميءَ جو شڪار آهيون ته جانورن ۽ ساهوارن تي ترس کائڻ ۽ ڪين نه ڏکوئڻ ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم جا ڌرمي اصول آهن. حالانڪ ازروءِ اسلام، جيتري قدر جانورن تي ڪهل کائڻ ۽ ساڻن رحمدليءَ جي سلوڪ ڪرڻ لاءِ هدايت ڪيل آهي اوترو شايد ئي ڪنهن مذهب ۾ هجي. جانور ته درڪنار پر فتح مڪه وقت رحمت اللعالمين جن اعلان ڪيو ته "مڪه معظمه رحمان الرحيم جي رحمت جو مرڪز آهي. هن هنڌ پکين ۽ جانورن جو شڪار ڪرڻ، وڻن کي وڍڻ ۽ ساوڪ کي ڪپڻ حرام ۽ گناهه آهي." جڏهن حضرت عباس حضور جن جو ڌيان هڪ گاهه "انضر" ڏانهن ڇڪايو جو مڪه ۾ باهه ٻارڻ لاءِ ڪتب ايندو هيو. ته فرمايائون ته "خشڪ ۽ سڪل ٻوٽي کي فقط هٿ سان اُکيڙيو وڃي." ان مان ظاهر آهي ته جو مذهب سبز وڻ ۽ سائي گاهه لاءِ ايترو احترام رکي ٿو اهو ساهوارن جي خون خرابي ۽ رتوڇاڻ کي ڪيئن روا رکندو؟ دوران حج ۾ ته حاجين کي مٽي ڪنهڻ لاءِ به منع ٿيل آهي ته مبادا ڪا جوءِ يا ليک جي هتيا ٿئي.

ٻي زبان ۽ گگدام جانورن جي پرگهور لهڻ، سندن پرداخت ڪرڻ

۽ ساڻن رحمدلي واري ورتاءُ ڪرڻ سبب لکين ماڻهن تي قدرت جون بيشمار نوازشون عطا ٿيون آهن اهڙن مثالن سان انساني تاريخ ڀرپور آهي. احسان جو بدلو احسان ضرور آهي. پر جڏهن احسان جو بدلو قدرت طرفان ادا ڪيو وڃي ٿو ته پوءِ انعام ۽ اڪرام جو ڪو حساب ئي ڪونه ٿو رهي. سبڪتگين کي فقط هرڻيءَ جي وڇڙيل ٻچڙي جي واپسيءَ تي پنهنجي ملڪ جو تخت عطا ڪيو ويو. بني اسرائيل جي هڪ فاحش عورت کي فقط هن سبب بخشش الاهي نصيب ٿي جو هن هڪ پياسي ڪتي کي کوھ کان پاڻي ڇڪي سندس اُڄ اُجهائي هئي. هن سلسلي ۾ سنڌ جي تواريخ جو هڪ واقعو قابل ذڪر آهي، جو نهايت عبرتناڪ آهي.

١٩٦٧ع ڌاري مغربي پاڪستان جي ڊائريڪٽر "پريس ۽ پبليڪيشن" جي حيثيت ۾ لاهور ۾ مقيم هيس. هڪ ڏينهن گورنر صاحب طرفان سرڪاري سڏ ٿيو ته سنڌ جي تواريخ ۾ خسرو خان چرڪس متعلق جو حال احوال موجود آهي سو هٿ ڪري لاٽ صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيان. وائڙو ٿي ويس ته آخر ماجرا ڇا آهي. پڇا ڳاڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته آمريڪا جي هڪ پبلشنگ ڪمپنيءَ طرفان گورنر صاحب کي هڪ خط موصول ٿيل هو، جنهن ۾ سنڌ جي اڳوڻي گورنر خسرو خان متعلق هڪ واقعي جي تصديق لاءِ عرضداشت ڪيل هئي. جو هڪ ڪتاب "يقين ڪريو يا نه" ۽ڪءظ قع ڪس ذلذسڻذ ]۽ ۾ درج ٿيل هو. ان ڪتاب ۾ دنيا جا عجيب و غريب واقعا ذڪرڪيل هوا ۽ سنڌ متعلق جو واقعو بيان ڪيل هو، اهو هن طور آهي:-

"هڪ دفعي سنڌ جو گورنر خسرو خان چرڪس عيد جي چنڊ ڏسڻ لاءِ شام ٽاڻي پنهنجي ڪوٺي جي ڏاڪڻ چڙهي رهيو هو ته پاڙيسري گهر ڏانهن سندس نظر پئجي ويئي جتي هڪ عورت غسل ڪري رهي هئي. هڪ غير محرم عورت جي اوگهڙ ڏسڻ، خسرو خان جهڙي متقي ۽ پرهيزگار انسان لاءِ، جو محض هن مقصد لاءِ سدائين ڪنڌ هيٺ ڪري گهمندو هيو ته ڪنهن عورت جي شڪل تي اک نه پوي، هڪ عجيب مسئلو هيو. هڪدم هيٺ اچي پنهنجين اکين ۾ آڱريون وجهي پاڻ کي انڌي ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. آخر گهر ڀاتين جي دانهن ڪوڪ ڪرڻ

تي پاڻ تي ضبط ڪري علماءِ دين کي گهرائي ڪانئن شرعي فتوا وٺڻ جي لاءِ فيصلو ڪيائين. علمائن ڪائونس سوال پڇيا، هڪ هي تہ هن ڇاڻي ٻجهي پاڙي واري گهر ڏانهن نظر ڪئي هئي يا نہ؟ ٻيو هي تہ نظر يا ڏسڻ جي مدت ڪيتري هئي؟ خسرو خان وراڻيو تہ ڪيس اها بہ خبر ڪانہ هئي تہ سندس گهر لڳ ٻيو ڪو گهر بہ هيو، يا نہ. ۽ سندس نظر فقط اک ڇنڀ جي عرصي تائين محدود رهي هئي. هڪ سيڪنڊ واري اک جي گناهہ عيوض علمائن پنهنجو هي شرعي فيصلو صادر ڪيو تہ خسرو خان ٽي سؤ سٺ نيڪيءَ جا ڪم سرانجام ڏئي. ان بعد خسرو خان ٣٦٠ عوامي ڀلائي ۽ بهبودگيءَ جا ڪم ڪيا جهڙوڪ کوهہ کوٽائڻ، رستا، پليون، مسافر خانہ ۽ مسجدون ٺهرائڻ وغيره، جن ۾ گهڻيون عمارتون اڄ ڏينهن سوڌو قائم آهن جيئن ٺٽي واري دبگيري مسجد.

هن واقعي بيان ڪرڻ جو، مضمون جي اصلي موضوع سان ڪو واسطو نہ آهي. حالانڪ هڪ سنڌ جي حاڪم هئڻ جي حيثيت ۾ خسرو خان جو ڪردار اسان سنڌين لاءِ فخر جو باعث آهي، خاص طور جڏهن اسين سنڌ جي حاڪمن جي اڪثريت اهڙن سائين جي سنوارين جي ڏسون ٿا جن جا افعال اعمال ڏسي ٻڌي ۽ پڙهي شرم کان گردن جهُڪي وڃي ٿي. جيئن تہ راءِ جندرٿ، راءِ ڏاهر يا وري دلوراءِ وغيره.

خسرو خان چرڪس سان جو عجيب و غريب واقعو منسوب ڪيو وڃي ٿو ۽ جنهن جو ذڪر سنڌ جي تواريخ ۾ موجود آهي ۽ سنڌي تاريخ نويسن طرفان بيان ڪيو ويو آهي اُهو هن طور آهي:

"خسرو خان جي وصال ڪرڻ بعد ٺٽي جي هڪ بزرگ جنهن سندس زيارت ڪرڻ لاءِ وظيفو ڪيو هيو تنهن کي خواب ۾ خسرو خان جو ديدار ٿيو. خسرو خان کي نهايت نوراني شڪل شبيه ۾ خوش خورم ڏسي بزرگ ڪائونس سوال ڪيو تہ اوهان تي قدرت جون بيشمار نوازشون ڪهڙي سبب عطا ٿيون آهن؟ خسرو خان وراڻيو تہ "مون جي بہ دنيا ۾ نيڪيءَ جا ڪم ڪيا انهن جو ڪو عيوضو مون کي ڪونہ مليو. ڇاڪاڻ تہ ماڻهن ۾ نيڪنامي ٿيڻ ڪري منهنجي سيني ڇڳن ڪمن کي منسوخ ڪيو ويو. جنهن ڪارڻ مون تي قدرت مهربان ٿي آهي. اهو هڪ معمولي

واقعو آهي جو يقين ڪرڻ جهڙوئي نہ آهي. هڪ ڏينهن مون خط لکندي ڏٺو. تہ هڪ مک منهنجي قلم جي مس چهڻ لاءِ اچي ڪلڪ جي نوڪ تي ويٺي، مون قلم لکڻ بجاءِ هٽ ڪي روڪيو. جيئن پل مک پنهنجي اُڃ اُجهائي وٺي. مک جي اُڏامي وڃڻ بعد آءٌ خط لکڻ ۾ مصروف ٿي ويس. هڪ مردار مک سان اکيچنيءِ جي پلائي ڪرڻ عيوض مون تي قدرت نہ فقط گناهن جي بخشش ڪئي آهي پر بي حساب ۽ اڻ ڳڻيا احسان پڻ ڪيا آهن."

ٿي سگهي ٿو تہ سنڌي تاريخ نويسن جي خسرو خان سان انتهائي عقيدت هئڻ ڪري، سنڌن اهڙي بيان کي خوش فهمي سمجهيو وڃي. ليڪن جيسين منهنجي عقل ۽ سمجهہ جو تعلق آهي تہ آءٌ ان واقعي کي سورنهن آنا سچي حقيقت سمجهان ٿو. هي ايمان اٿم تہ رحمان کي پنهنجي رحمت لاءِ فقط بهانو گهرجي. هيءُ ئي ڳالهہ آهي تہ اسين اهڙي خسيس بهاني ڏيڻ کان بہ گوتنات ڪندا ٿا رهون.

# جي ايم سيّد

اوهان ڪڏهن ڪنهن سنڌيءَ جي اندر ۾ ليئو پاتو آهي؟ جي نه، ته الله لڳ جهاتي پائي ڪجھ چتائي ته ڏسو. پوءِ سانگي سان ٿي سهي. هڪوار سنڌيءَ جي روح جو رني ڪوٽ ته پسو. اهڙي پڙ پانگ هنڌ تي ڍهڪائيندڙ ڏونگرن، ور وڪڙ پيچرن ۽ انڌيري غارن تي نگاه ته ڊريو. ڇاڻو ٿا ته پوءِ اهڙي سنسان ۽ ويران روح جي ڪيفيت ۽ ڪشش ڪهڙي هوندي؟ ظاهر آهي ته ناميدي ۽ نراسائيءَ واري. پوءِ اهڙن مايوس ۽ اداس اهڃاڻن هوندي، سنڌيءَ ڪي جياپي جي ڪهڙي خوشي هوندي؟ جي اندر جو روپ اهڙو اپاٽڪو آهي ته ٻاهر جو ٻهروپ ڪهڙو ٿيندو؟ جڏهن هانديءَ ۾ ئي ڪاريءَ وارا ڪک آهن ته پاٽ ۾ ڇا پوندو؟ اهڙي اڻ هوند ڪارڻ ته هر سنڌي پاڻ ڪي گهلي ٿي هليو. جيئن بيل گاڏيءَ ڪي ڏاندن ٿي ڇڪيو. هن هر ڪم ڪار ڪي ائين اڌو گابرو ۽ ٻي دليو ڇڪي تاڻي پورو ٿي ڪيو. پانئن ته بيڪر، وانڪار يا قرض ۾ ٿي وهيو. جيئن ڏيو ڏاند گهاڻي ۾.

صدين جي غلاميءَ واري ڳٽ سندس ڳچي جي ڳانهڙين ڪي ٽڙڪائي وڌو هيو. ائين به نه هيو ته هو ڪو ڳڻن کان خالي هو. بلڪل نه. منجهس شرافت، مهمان نوازي، حياءُ ۽ چڱ مڙسيءَ جا سڀ انگ موجود هوا. پر هو اوچي ڳاٽ هلڻ کان لاچار هيو. هن پلڪ ڀهر گوڏو ڪوڙي وهڻ لاءِ به ڪاميو ٿي ٻڌو. هن جي سوچ سُبتي هئي يا ابتي، پر سڌي رخ ۾ هرگز نه هئي. هو هر قانون جو جاني دشمن هيو. دل جو دل ۾ هن قانون کي پاڻ تي رڪاوٽ ٿي سمجهيو. هن واهڻ ۽ واندي ۾ به ان سبب رهڻ پسند ٿي ڪيو، ڇاڪاڻ ته ڳوٺن ۾ گورنمينٽ ڪانه هئي يا گهٽ هئي. هن حڪومت جي هر قدم کي رستي روڪ ٿي پانيو. ان ڪري هن هر پيهر ٽپي پار ڪرڻ ٿي چاهيو. ان ڪارڻ هو سفارش ۽ چٽني ونڻ جو ڪوڏيو هيو. پراوا ته ٺهيو پر هن پنهنجن ڪي به نه ٿي سنو. ٿي سگهي ٿو ته هو دين مذهب کي به انساني سياءَ تي بندش ڄاڻندو هجي. وڏي ڳالهه

تہ ھن گھٽو ٿي ڳالھايو. اھو بہ وڏي واڪي ۽ ٻوڪڙ ڪري. سندس سموري گفتگو شڪايت ھئي. ڄڻ وٽس پيو ڪو پيغام ۽ نينھن نياپو ھيوئي ڪونہ! الله اڪبر.

اھڙي ھيٺي حال، روئندي رڙندي سنڌيءَ ڪي صديون گذري ويون. ڪي انڌا اونڌا ويچ وچ ۾ آيا ضرور. پر سندن ڦڪين فرق نہ ڪيو. آخر الله جي ذات کي رحم آيو. ھڪ اھڙو انسان آيو. جنھن جھاتي پائي دل جي ڏڙڪڻ ڏسي ڪين ڏس ڏنائين. چيائين تہ اوھان جي گھر جي ماني ٻھريون پنھنجن پاتين لاءِ. باقي سڀ قربان جڳ تان. اول سڪر سٺائي سنڌ ۾ ٿئي. پوءِ عالم پلي آباد ٿئي، سخاوت جيان، قوميت گھر ڪان شروع ٿيڻ گھرجي. دوا ڪان پوءِ دعا گڏ آئت پڻ ڏنائين. "تہ ماندي نہ ٿي مارئي تنھنجو الله پي آھي، سون ورھين جا ڏڪڙا ھڪ لحظي ۾ لاھي" پٽائي گھوٽ جي دعا قبول پئي. سڪر سٺائي ٿيو ۽ صدين جو ساٿو مس مس سامت ۾ آيو. وري جڏھن سيد اڪ ٻوٽي تہ سنڌي انڌي ۽ جنڊ جيان اھوئي آڪيڙن وچ ۾. اجا سوڏو اتي ئي آھن جتي سيد ڇڏيون. پر ھاڻ سھارو برابر ساڻ آھي. جڏھن بہ ڪنھن ھيڪڙ ۾ اڃي ستا سور ٽا جاڳن تہ الوميان ڪري لطيف کي ٽا ڳايون ۽ ٻاڏايون، تہ ڪجھہ مڙوئي غم غلط ٿيو وڃي. وري نئين سئين ٿي "سسئي ۽ سور پيا پٽيون پاڻ ۾."

پلاري پٽائي وئي، وري ورھين جا ورھيہ اھڙو ورہام ڪونہ آيو، جو اچي اسان اپاڳن جي اپل ٿئي. دلاسو دلداري ڏئي ۽ ڪا دستگيري ڪري. اسان بہ وسؤن ڪين گھٽايو. گھٽا ٻانڌا ٻڌاسون. پير فقير پيٽياسون، سڳا ڏاڳا ڪياسون، پر ڪو ٻانھن ٻيلي نہ ٿيو. لانڙيا گانڙيا گھٽيئي آيا. پر ڪنھن ٻوٽو نہ ٻاريو. مون تہ پنھنجي سانير ۾ سڀ سڏڙيا ڏنا. سواءِ ھڪ جي. جنھن کي ساٿيھ جي ساڃھ بہ ھئي ۽ سڪ بہ سبيل ھئي. آھي بہ سيد. جي ايم سيد. جنھن کي جڳ چوي جئيم سيد. ڏسجي ائين پيو تہ سنڌ ازل ڪان سيدن پناري پيل آھي. ھنڌڪار ۾ بہ سنڌ برھمڻ ۽ ٻانيڻ حوالي ھئي. جي ان زماني جا "شاھہ" ھوا. اسان لاءِ تہ ڪيئين ڪاڏو ۽ ڪينئرو سيد بہ اڪين تي. يار جو پار جو آھي. اڳين جھان جو توشو تہ ھونئن بہ آھي سچي سيد سان ھوليل. پر جي ھتي بہ سيد ساٿي ٿئي تہ اسان کي ڪھڙو پئو پولو. جنھن جي چيچ سيد ھٿ ۾ تنھن کي لھر نہ لوڏو- انشاءَ الله.

سائين پنھنجي ساٿيھ سان اھي پرت جا پيچ وڏا جي سسئي جا

ڪيچ سان هوا. سيد سنڌ جي سرزمين کي پنهنجي سجده گاهہ بڻايو. جڏهن ڪنهن اوپري يا اوڻتو ماڻهوءَ ان عبادتگاهہ ۾ پير ٽي پاتو تہ سندس اکين رت ٽي چڙيو. ظاهر آهي تہ ڪوبہ پوڄاري پنهنجي مندر ۾ ڪنهن غير جي قدم کي ڪيئن برداشت ڪندو. سائين تہ هن مٽيءَ جو مهنت هيو. اهوئي سبب هيو جو اڄ ڪلهہ وارو لڏي پلاڻي آيل آدم تہ پنهنجي جاءِ، پر صديون اڳ جي ڌاريا سيد جو اڳڻ اورانگهي آيا هوا، تن کي بہ لٽيرو ۽ ڦورو سڏي، دل جي خار ماري، پنهنجو اندر ٺي ناريائين. ان ڏس ۾ سن جو سائين ڪنهن بہ بني بشر کي بخشڻ يا سندن اڳين اڱراين کي درگذر ڪرڻ لاءِ هرگز تيار نہ آهي.

سيد جي ملڪ ۽ ماڻهن سان جا محبت هئي اها ان ڪان دمڙي بہ گهٽ نہ آهي جا مارئيءَ کي ملير ۽ ماروئڙن سان هئي. جي وس پڄيس تہ جيڪر سنڌ جي مٽيءَ کي خاڪ شفا ۽ سنڌوءَ جي لڙاٽيل پاڻيءَ کي "آب زم زم" اڄان بہ آب حيات جي درجي تي رسائي. اهڙي فيصلي کي عملي جامون پهرائڻ لاءِ ڪيس ڪنهن ملان قاضيءَ جي فتوا جي لوڙ ئي نہ آهي. هو سواءِ پنهنجي ضمير جي ڪنهن ٻئي کي ٻڌڻ لاءِ تيار ئي نہ آهي. هن ڳالهہ جي ساک سندس دشمن بہ ڏيندا تہ سندس اندر آئيني جيان اوجل ۽ شفاف آهي. هاڻ تہ سندس جيءُ جسم ۽ جان سنڌ سان ايتري حد تائين وحدت الوجود ٽي ويل آهي. جو اڄ جيڪر "جي، ايم، سيد" کي "جيئيم سنڌ" سڏيو وڃي تہ وڌيڪ صحيح ٿيندو.

ڪي چون ٿا تہ سيد اهو ڪجهہ نہ آهي جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مون کي تہ هڪ سنڌي سليمي ۽ مومن ماڻهو ٿو ڏسجي. پر شايد ڪنهن ٽيڏي کي ٽرنگو يا انڊلٺ جيان سترنگو ٿو پسڻ ۾ اچي. ڪهڙي خبر سندن اهو انومان صحيح هجي. انهن ستن انڊن جيان جي هاٿي ڏسڻ لاءِ هندستان ويل هوا. پوءِ ڪنهن پڇ کي هٿ لائي چيو تہ نوڙي آهي، تہ ڪنهن سونڊ کي ڇهي چيو تہ نانگ. جيترا منهن اوتريون ڳالهيون. سيد جو اصلي روپ ۽ رخ هڪ ئي آهي جا سنڌ جي صحيح تواريخ آهي. جنهن کي سنڌين ساهہ سان سوگهو پئي سانديو آهي. ٻيو آهي سرخ رخ. جو سرڪاري دفتر داخل آهي. جو فدوين جي اونڌي سوچ جي نپوڙ آهي. جنهن کي سرڪاري زبان ۾ چون هسٽري شيٽ. ٽيون رخ اٿس شطرنج وارو شه رخ. جنهن کي پسي هئبت کان پاڙيسرين جو پگهر ٽمندو ٿو رهي. پر پاڻ جوئي آهي سوئي

آهي. سيد يلجي بہ نہ ڪڏهن پاڻ کي پڏايو آهي ۽ نہ ڪڏهن پاڻ کي سير يا سوا سير سڏايو آهي.

پاڪستان کان اڳ واري سيد جي سياست تہ هئي ٻاراٽي ڪيڏ. جهڙي "هاسيل ڦوسيل" واري ڪينهونءَ راند. سمورو وقت ڌاڙ ڌاڙ پيئي پوندي هيس. بيلچو ۽ ٽيڪر سدائين ڪلهي تي تيار، جا وزارت ٺهي ڇڻ غزنويءَ سومنات ڏنو. راتو رات ڌاهي پٽ ڪندس جيئن سندس نالي پائيءَ خٿبر واري ڪوٽ جو حشر ڪيو هو. اهو سندس زمانو هو ارڏائيءَ وارو. نہ ڏسندو هو پنهنجو يا پرايو. ڪرٽ ڪٽي ڪڍ ڪاهي پوندو هو. پنهنجي تہ ڪا وزارت ناهيائين ڪانہ. آخر تہ سيد هو. اهو بہ تخت ۽ تختہ وارو. ڪو اوڏ ٽوروئي هو جو وينو پڳل پٽيون سنواري!

انهن ڏينهن ۾ سائينءَ سياسي ليٽ ڪبوتر ڪيڏندي خاصيون گولاٽيون ڏنيون، جي اڳتي هلي سنڌ کي مهانگيون پڻ پيون. سياست جي شروعات ڪانگريس سان ڪيائين. پوءِ هندو مسلمان سک عيسائي سڀ پائي پائي، ڪير نہ رهيو غير بابا. وري الاجي کهڙو ريچڪ پيس. ٽڪاءِ ڏيئي مسلم ليگ ۾ آيو. پوءِ تہ سيد جو مذهبي تعصب ملن کان بہ ليڪو لنگهي ويو. هندو مسلم نفاق جو ٻج برابر مهاسيائن ڇٽيو. پر سلو سائو خير سان سائينءَ ڪيو. هي ٻي ڳالهہ آهي تہ هندن جي هنبوشيءَ بہ تڏهن چوٽ تي چڙهيل هئي. پوءِ سنڌ جي سنگها بنديءَ لاءِ اسيمبليءَ ۾ آڃ ڪئي ويئي. جڏهن پاڪستان جي ڇڄ لاٿون لهڻ لاءِ ڪراچيءَ اچي پهتي. گهڙو پکو منڌ مئي ۽ وسيلا ويا. ڪراچي سنڌ کان ڇڪي. مرحوم کهڙو جيل ۾ واڙيو ويو. تڏهن سيد کي اچي لڇ پڇ ٿي تہ مارا هي ڇا ٿي ويو. پر پوءِ پڇتائڻ اجايو هيو. سندس هٿ جي وڍي هئي يا لڪئي جون ڳالهيون؟ اها خبر الله کي.

سائينءَ کي الله پنهنجي گنج کان سڀ ڪجهہ ڏنو. سچائي، ايمانداري ۽ درياہ دلي. پر جڏهن عقل ۽ عشق تي ورهايو ويو تہ شرط هيءَ هيو تہ سائين کي جو وڻي سو ڪٽي. پر ڪوبہ هڪ وکر. ڇا لاءِ تہ پنيوران ٻہ ٽوڪ ڪنهن نہ نيا پاڻ سين. سائين سنڌ جي سک ڪٽي چمي اکين تي رکي. عشق عقل جو جهيڙو تہ ازل کان هلندو اچي. پوءِ عقل سائين جو دشمن ٿي بيٺو ۽ اڄ ڏينهن سوڌو سائس ساٿ نہ ڏنائين. وري سائين سنيريو تہ اجهو انقلاب ٿو آڻيان. اڙي سائين منهنجا- لولو ويچارو

ڪٿان هلندو حج تي. ڪانوَ ڪي مري تہ نہ ويا آهن. تہ وٽ آهي فقط عشق. اهو بہ نپٽ انڌو، نہ جيجل موڙي، نہ رت ڏيڻ وارا مجنون. پوءِ قصو ڪيئن هلندو؟ انقلاب ڪو وچڙندڙ بيماري تہ نہ هئي جو توڪي ٽيڻ سان سيني ڪي وڪوڙي ويندي. جن دنيا ۾ انقلاب آندا آهن ۽ پاپڙ پيليا آهن تن جي تواريخ تہ پڙهو. سائين هڏ گڏ پنجائي وجهندين. ڪو پاٽي پيارڻ وارو بہ ڪونہ ملندو. هتي اوهان وٽ آهي ڇا؟ اوهان پاڻ، هڪ اڌ خليفو باقي ڇوڪرا! سائين ڪجهہ صبر ڪر. هر گل جي ٽڙڻ لاءِ مند موسم ٿيندي آهي. انقلاب تڏهن ٿاڏيون ڪندو ايندو جڏهن "برڻ باڪاس" هاري ۽ ڪمي ڪاسبي بوتلن ڪان ٻاهر نڪرندا.

اسان جي وڏي ۾ وڏي وڏَهي آهي جو نہ تواريخ ٿا پڙهون ۽ نہ وري اوڙي پاڙي ڪان پرپرو ڏسون وائسوَن ٿا. تہ ٻاهر ڇا پيو وهي واپري. اسين پاڇن پنيان ڦرندا ٿا رهون. وري اسان وارا اڪابر اسان ڪان وڌيڪ اڪين سچا. ڪو ٿو چوي تہ انڌي واري لٺ ڦيرايون تہ پاٿهي مومل ملي ويندي. اهي آهن وات جا چسڪا. هڪ تہ وينا آهيون چٽ پٽر تي. نہ ٻجڻ جي پيٽي نہ مٿو لڪائڻ لاءِ اجهو. گوريلا ٿي وٽن تي ويهي رهون؟ يا وري پنهنجو گهر ساڙي حقا ويهي ڇڪيون؟ ڪي وري انهيءَ تاڪ ۾ وينا آهن تہ ڪٿان نہ ڪٿان آرياٽي ايندو پوءِ اچي اسان ڪي سيج تي ويهاريندو. اها ڳڻ تہ هر سدا سهاڳڻ ڪي هوندي آهي. ٻُچيءَ ڪي قبر تائين آسرو. ڪي وري گرهوڙي واري اڳڪتيءَ جي انتظار ۾ وينا آهن. تہ "نيرا گهوڙا ڏهرا اتر ڪان ايندا. تينهان پوءِ ٿيندا طبل تاجاڻين جا." فرض ڪريو تہ ائين بہ ٿئي. تہ ڪو نيري گهوڙي سوار ٿي اسان ڪي ٻيلهہ وهارڻ جي لاءِ بہ ڪٿي اچي. پر ان لاءِ ڪهڙي گارنٽي آهي تہ هو اسان جي ٻڳچيءَ ڪان هاٿوڪي پاڃاري ڪڍي ٻي ڪا سرڪڻ ڦاهي نہ وجهندو؟

هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ اڄ جا ساٺيهہ ۾ سجاڳي آهي. جا ديس جي ماٺهن ۾ مامتا اُڀري آهي. ان جو سمورو سهرو سيد جي سر تي آهي. جڏهن سنڌ ڪي ون يونٽ جو ٽوڙهو وجهي، ڪيس ڇوڪنيو جڪڙي مورڳو سندس مڙهہ ٿي روليو ويو، تڏهن پنهنجن پراون "انا الله" پڙهي اسان ڪي عذر خواهي ڏني هئي. پر سيد اڪيلو انسان هيو جنهن الله ۾ نہ لاٿي آس نہ اميد. ڦتيل شير جيان "آدم بوڻءِ" ڪندو رهيو. مر ويسون پر سنڌ نہ

ڏيسون اڳ الاجي ڪنهن چيو هيو. پر مون پهريون دفعو سائينءَ جي مک کان ٻڌو. آخر جڏهن اهو ڳٽ ڳچيءَ کان نڪتو تڏهن وڃي مس سيد سامت آيو.

سنڌ ۾ قوميت جو تصور آڻڻ پنهنجي سر هڪ ٽڪر ٽاڪڻو هيو جو اڪيلي سر سيد سَرِ ڪيو. ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ هئا ئي سڀ قبيلا آباد. جي پيڙهين کان پاڻ ۾ هئا چانديہ منگسي. يا وري هيون ذاتيون. ڪي سيد ڪي پناڻ ڪي بروچ. سڀ رئيس. هاڻ قوميت جي ڪچڻي پچي ته ڪيئن؟ پر ڪچي يا پڪي سيد اها پچائي ڏيکاري. اهو سيد جو وڏو معجزو آهي. پوءِ ڪير مڃي نہ مڃي. ڳالهہ حق جي ڪبي.

سيد سونهاري سنڌوءَ ڪناري، سن جي وَنسَوَ ۾، ١٩٠۴ع ڌاري جنم ورتو. سندس زندگيءَ جي بسم الله هڪ معتبر ۽ وڏ گهراڻي گهر ۾ ٿي. ننڍپڻ توڙي جواني خاصي خوشحاليءَ ۾ گذريس. حسب نسب ۽ شڪل شبيه تہ ڪيس آبائي ورثي ۾ حاصل ٿي. اهڙي سرمايہ ڪي علم ۽ اخلاق جي زيور سان پاڻ سينگاريائين. وري ڀاڳ بخت بہ ساڻس سدائين ساٿ ٿي ڏنو، ان خوش بختيءَ سندس عادتن ڪي ڪجھ ڦٽائي بہ ڇڏيو. سيد جو ستارو اڪثر ان بلنديءَ تي قائم دائم رهيو. پر جيئن چوڻي آهي تہ "ڀڳي سان ئي پير جيسين رتو راس ٿئي" تنهن سليقي ۽ سکيا کان ئي نراس رهجي ويو. جڏهن سانگي سان ڪنهن سياسي ڪيڏ جو نتيجو سندس مرضي جي ابتڙ ٿي نڪتو تہ سيد هوش بجاءِ جوش ۾ ٿي آيو. ڇاڪاڻ تہ سندس دل دماغ ۽ وجود ڪنهن بہ غلطي يا هار مڃڻ جا عادي هئا ئي ڪونہ. ان ڪري سيد پنهنجي اٽل ارادہ تي اڏول بيٺو ٿي رهيو. ان ڪري نہ تہ ڪو سيد سدائين ۽ هرويرو سچ تي هيو. پر فقط هن لاءِ تہ ضد سائين جي سوچ ۽ سمجھ ۾ سمائجي سندس فطرت ٿي چڪو هئو.

جيئيم جي هوڏ سنڌ کي ڏاڍي ڏکي پئي جو هڪ لازمي امر هيو. ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۽ سيد ٻئي هڪ الڳ وستو نہ پر ساڳي وٿ هوا. جيئن حضرت سليمان جي زماني ۾ ديون ۽ پرين جو ساہ پکين ۾ سمايل هوندو هيو. تيئن سنڌ جي قسمت بہ سيد جي نصيب ۾ شامل هئي. جڏهن بہ سيد کي لوڏو ٿي آيو تہ سڄي سنڌ ٿرٿلي ۾ ٿي آئي. جنهن دم کان وني

سيد تي سور سختيون مڙهيون ويون تہ ان ويرم ڪان اڄ سوڏو سنڌ جو سَنڌ سَنڌ نسوري ناحق ۽ آزار ۾ پئي رهيو آهي. سيد کي بانديءَ ۽ نظربند ٿئي ٻاويهہ سال گذريا آهن. اها ساڳي مدت اسلام جي تواريخ ۾ فقط هڪ امام قيد ۾ ڪاٽي. اهو هيو امام علي نقي. ڪيس امام عسڪري بہ چوندا هوا. ڇا لاءِ تہ ٻاويهہ سال ملٽري قلعي ۾ قيد ڪاٽيو هوائين.

سنڌ جي حاڪم همير سومره جڏهن ڏٺو تہ راڻو مهريءَ چڙهي، هر رات ڪاڪ تي پهتو مومل ماڻڻ. تہ ڏاچيءَ کي گوڏن ۾ ميخون هٽائي وڌائينس ڏِڪ ۾. اسان تہ ٻڌو هيو عورتن لاءِ، تہ ڪين عقل ٿيندو آهي ڪڙين ۾. پر حاڪمن کي تہ شايد عقل ڪڙين بجاءِ ڇاڪڙين ۾ ڊيپازٽ ٿيل هيو. همير کي اها خبر ئي نہ هئي تہ ڏاچيءَ جا هاڻ توڏا بہ ساماڻا هوا. جي ڏاچيءَ ڏهہ ٿي هنيا تہ توڏن تيرنهن! پوءِ ڏاچيءَ کي ڏِڪ ۾ وجهڻ ۾ فائدو؟ سائين ڪو اڪيلو ٿوروئي هيو. هاڻ تہ ملڪ ئي منصور هيو. پوءِ ڪهي ڪهندا ڪيترا؟ ان ڪان سواءِ سياسي مونجهاري کي جيل جي دڙڪن سان نبيرڻ هڪ نئين انوکي ڳالهہ هئي جا افسوسناڪ ۽ شرمناڪ هئي. جنهن حقيقت سان عقل ۽ سمجهہ ڪان وڌيڪ ڏاڍي جي لٺ جو واسطو هيو.

جيئيم سيد، جيل ۾ يا نظربندي واري وقت ۾، ويني ڪان ورتڻ پلي ڇاٽي، قلم هٿ ۾ ڪنيو. آخر هڪ پڙهيل ڳڙهيل انسان بانديءَ ٿيڻ بعد ڪتاب نہ لکندو، تہ اڳٽ ٿوروئي ويهي اُٽندو. هيل سوڏو درجن بہ ڪتاب رهڙيا اٿائين. پر کهاڻي اڃان ختم نہ ٿي آهي. ڪتاب لکڻ سائينءَ لاءِ سندس نظربنديءَ جيان هڪ مجبوري آهي. منهنجو هي ايمان آهي تہ سائين سنڌ جو سچو عاشق آهي ۽ بس. عشق جو نہ عقل سان ڪو وهنوار آهي ۽ نہ عشق شرا سان شامل آهي. سيد جي ذات، عشق ۽ بزرگي، عزت ۽ حرمت جي قابل آهن. ان ڪري سائين جي لکڻين تي ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ بي ادبي ۽ گستاخي ٿيندي. اسان جا سنڌي ڳوٺاڻا سادا سودا ۽ ڪير پياڪ ٻارن جيان معصوم آهن. هنن لاءِ دين ايمان هڪ تسڪين يا آٿت آهن. جيئن ٻار لاءِ رانديڪو يا انڌي لاءِ لٺ. پوءِ ٻارن ڪان ڪيڏاڻا ۽ انڌن ڪان لنيون ڦرڻ ڏاڙو نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي؟ جي اوهان

ڪانئن اهي سهارا ڦر ڪرڻ ضروري ٿا سمجهو تہ گهڻ ۾ گهڻ ايترو تہ ڏسو تہ وٽن باقي بچي ڇا ٿو؟ پر سيد، اهو تہ ٻڌاءِ. پاڻ ۾ وينا آهيون. پاڻ نمازون بہ برابر پڙهين ۽ عمرا بہ ڪرين. باقي ٻين ڪي وينو ڪهڙا ڏس ٿو ڏين؟

سيد جي صبر ڪي هر حڪومت پئي آزمايو آهي. پورا ٻاويهہ سال اها آزمائش جاري رهي آهي. جي اڃان بہ ڪو ڪيس آزمائڻ ٿو چاهي تہ هو گوءِ ۽ هو ميدان. اسان وٽ پهاڪو آهي تہ "آزمائي ڪي آزمائي ڏوڙ منهن ۾ پائي." سيد خير سان اڃا نوجوان آهي. اٺهتر سال عمر اڃان مس ٿي اٿس. پر جي ڪيس سو سال ٻيا بہ قيد ۾ رکندا تہ منجهس ڪو فرق ڦير نہ ايندو. جيئيم سيد پاڻ تہ اندر ٻاهر آهي هڪ جهڙو، پر "سيد" جي اکر اکر ڪي بہ الٽو ڪندا تڏهن بہ وچي "ديس" ٿيندو. پوءِ پهاڙ سان متو هڻڻ ۾ فائدو؟

هاڻ تہ زندگيءَ جي سانجهي اچي سهڙي آهي. اچو تہ سڀ گڏجي سائين ڪي سلام ڪريون. پنهنجي شڪر گذاريءَ جو ثبوت ڏيون. متان سيد ڪو ڏوراپو نہ ڏئي يا ائين سمجهي تہ جن لاءِ سور سٺم سي نہ ساٿي ٿيا نہ سيڻ. ان سان گڏ دعا لاءِ بہ هٿ کڻون. قبلي رو ٿي. اوير ڏانهن نہ. متان ڪو سمجهي تہ اسان چڙهندي سج جي پوڄا ٿي ڪئي. الله جي سرڪار تہ آهي ڏاڍي. اسانجي اتي هلندي پڄندي ۽ پهچ بہ گهڻ آهي. ان ڪري دعا گهرون "مهابي رسول پاڪ" جي، تہ سائين ڪي صحت ڏئي ۽ وڏي عمر ڏئي تہ جيئيم سدا جيئندو رهي. آمين.

# سخي ڄام صادق علي

"سخا" ياڻرن لاءِ پيار محبت يا ياڻپيءَ واري پريت نباهڻ جو نالو آهي. هي غلط آهي جيئن عام طور سمجهيو ويندو آهي تہ ڪنهن محتاج کي چار پئسا ڏيڻ يا مهمان کي ماني کارائڻ کو سخا آهي. "دان پنج ۽ خيرات" سخاوت جا اهڃاڻ ضرور آهن پر سخانہ آهن. سخي تہ اهو بہ ماڻهو ٿي سگهي ٿو جنهن وٽ ڪنهن کي ڏيڻ لاءِ ڪجهہ هجي ئي ڪونہ. سخا، انساني روح واري اڪير ۽ الفت آهي جنهن ميل ميلاپ ۾ ڪيس سموري انسان ذات هڪ ڪٽنب جي ڏک ڏئي ٿي. هوندئن بہ سخا نہ فقط هرقسم جي بندش يا پابندي، ذاتي مطلب ۽ مقصد کان آجي آهي، پر سندس ڪنهن بني بشر جي رنگ روپ، ذات پات ۽ دين ڌرم سان لڳ لاڳاپو آهي ئي ڪونہ. سخا جو مول مقصد آهي ماڻهوءَ جي اهنج ايذاءَ ۽ محتاجيءَ کي دفع ڪرڻ ۽ انساني خوشيءَ ۾ اضافہ ڪرڻ .خدا جي جهان ۾ سخي سهسين، پر مون پنهنجي سانيڀ ۾ هڪڙو ڏٺو! اهو بہ ننڍپڻ ۾. ياڻي ڀڳت ڪنور. جنهن وٽ پنهنجي روڪڙ تہ ٽڪو بہ ڪانہ هئي، البت ناڻو سندس ڪڏ گهمندو رهندو هيو. جڏهن سندس هٿ ايندو هيو تہ انکي ونڊي ورهائي وري سگهين هٿ واپس ورندو هيو. جي سائل وڏي رقم لاءِ وات وڌس تہ پوءِ ڀڳت هلندي جهولي جهليندو ۽ پني بہ سندس پورت ڪندو. وڏي ڳالهہ تہ دان جو ڌن انهن هٿان ئي ڏياريندو هيو جئن ڏيندڙ بہ ڏيڻ جي خوشيءَ ۾ شامل ٿئي، جا ونندڙ کي وٺڻ ۾ حاصل ٿيندي هئي. باقي پاٽڪي مليل موڙي ورهائيندي هي هوڪو ڏيندو تہ "ياڻي ڀڳوان ڏياريا آهن اوهان لاءِ، وٺو پنهنجي پونجي تہ آءُ وچوارو پرائي امانت کان آجو ٿيان." سندس وجود سراپا سخا ڏٺم. وٽس راڳ جي رسيلي دولت جام هئي. اها سنگيت جي سخا ڪندي بہ خوشيءَ ۾ نچندو رهندو. هي پهريون واٽيو ڏٺم جنهن وٽ نہ ليکو هيو نہ وچور واري واٽکي وهي ۽ نہ جنهن جي انگرکي کي کو کيسو ئي هيو. واه واٽيا تنهن جو وٽج واپارا جنت جا سوداگر "ڏه دنيا ستر آخرت" واري ليکي ۾ ئي محو رهيا. مهتو

پڇاڙيءَ ۾ پنهنجو خالي مٿو به ڪٽائي بوڇڻ ڇنڊي رمندو رهيو. لهڻي وارا وينا رهيا، ساعت وارو گوءِ ڪٽي هليو ويو. سبحان الله!

ڪنور ڪانپوءِ ڪيئي سال ڪنهن سخيءَ جي ڏسڻ لاءِ دل سڪندي ۽ سُرڪندي رهي. نه سوالي هيم ۽ نه سٽن هڻن جو ارادو هيم. البت پڌو هيم ته جي الله جو اولڙو پسڻو اٿيئي ته ڪنهن سخيءَ اوڏڙو ٿي ڏس. ڇو ته سخا ۾ الله جون اڪثر وصفون سمايل هيون. سڌڙيا سخي ته سوين هئا ته ڪي هٽ جا ڇوٽ. ڪي ڇورن جو ڇپر هئا ۽ ڪي بيڪسن جا پرجهلو. ڪي وري مانيءَ جا ملهه هئا ته ڪن فقط مٺن جي نيت خيرات ٿي ڪئي. سخا سان ماپن ۽ ڪسوٽين جو واسطو ڪهڙو؟ انڌي منڊي جي مدد لاءِ هرهڪ ٿي هٿ ڍگهيريو پر ڏنڊي مشٽنڊي تي مون ڪنهن کي ڪهل ڪائيندي نه ڏٺو. لچ ۽ اشراف ۾ اخلاقي سنڌو ته برابر هيو. پر جيئڻ جو حق ته هرهڪ کي هڪجهڙو حاصل هيو؟ سخاوت لاءِ ڪنهن جو هرو پرو لولو لنگڙو هئڻ ڪو شرط تورو ئي هيو؟ اڪيون ڀوني سخا ڪندي مون ڪنور ڪان پوءِ ڪنهن کي ڏٺو ته اهو هيو، هڪ سنڌ جو وڏيرو. چام صادق علي. هيو به عيبدار ۽ گنهگار. تو ۽ مون جهڙو. پر تفاوت رڳو اهو ته اسين طالبو ۽ گهرجائو ۽ هو سخي. جو زمين آسمان جي وچونيءَ ڪان به وڏو فرق هيو.

الله واري سخا ته آهي بي مثال ۽ لازوال. اڻ ڪٽ ۽ بي انت. هو اڪيلو انداتا آهي جو بنان پڇڻ جي ڏئي ۽ جي ڪائونس نه گهر ته ڏمرجي. وري مزو اهو جو ڏمرجي تڏهن به ڏئي. ان ڪري ماڻهن جي پرچاءَ ڪان ته الله جي ڏمر پلي. ڪنور ته ويچارو هيو منگتو فقير. سندس سخا هئي جهولي جهلي پنڻ ۽ جو ڪجهه وٽس هيو سو سر سوڌو ڏيڻ تائين. پر چام جي سخا به سي اصولي ليڪا لنگهيل هئي. نه فقط اهو ڪجهه قربان ڪندو جو پاڻ وٽ هيس پر جنهن جي گريبان تي هٿ ڦهيس ته اهي ڪيسا به خالي ڪري ٻين جي گهرج پوري ڪندو. پنهنجي زمين ته هيس ٻارهوئي گروي. پنجن سالن جو فصل اڳوات وڪاڻل. پڇاڙيءَ ٻئنڪن جا ڪنڌا ڪٽي به ٻين جي ڪوٽ پريندو. پر ڪنهن کي نراس ڪري نه موٽائيندو. جڏهن وزير ٿئي وسوارو ٿيو ته پوءِ آئي وئي لاءِ ونسو ٿيندي رهي. هر غريب غربي ڪان ويندي ڇورن ڦورن ۽ وڏيرن تائين سي لاءِ ديگ چڙهيل هئي. پلاٽن جي بارش ٿيندي رهي. جنهن ڇيو ته قرض لاهڻو هيو ته ان کي چار سئو گز.

جنهن کي نياڻي اٿارٽي هئي ته هڪ هزار وال. جنهن فرياد ڪئي ته رن زال آهيان ته پوءِ به هزار گز زمين الاٽ. پنهنجي ان دور ۾ حالت اها هيس جو مون ڪيئي پيرا مارڪي کي انهيءَ اوسيئڙي ۾ ڏٺو ته ڪو يار اچي ته چار پئسا اڌارا وٺي رات جي ماني ٻاهران گهرائي کائي!

هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته ڄام جي عام جام ۽ انڌاڌند سخا ۾ ڪيئي لوپي ۽ لالچي به لکاپتي ٿي ويا. ڪن ڪالونيون وڪڻي ڪروڙ ڪمايا، پر ڪي اهڙا به هزارين مسڪين هئا جي اٿاڻ ۽ اٿهوند کان آجا ٿيا. سنڌ جي شهرن ۾ جايون راتو رات ائين اپرڻ ۽ اُسرڻ لڳيون ڄڻ شاهجهاني اڏاوت وارو دور وري واپس آيل هيو. وقت جي حاڪم شڪايت ڪيس ته "ڄام سرڪاري زِمين پڳڙن مُٺ تي پيو ورهائين؟" چي ڄاجي سرڪاري زمين؟ زمين آهي الله جي! اصل الاٽ ٿيل آهي آدم ۽ سندس اولاد لاءِ، هر انسان کي ڌرتيءَ تي مٿي لڪائڻ لاءِ اجهو ته گهرجي. سرڪار جو ته وس پڄي ته جيڪر سج چنڊ جي روشنيءَ تي به ڍل وجهي اوڳڙ ڪري. مون نه پنهنجي لاءِ ڪو گهر ٺاهيو ۽ نه ڪو پنهنجن جا ٿو پيٽ ڀريان. شهر وڌندا ۽ وسندا ۽ ماڻهو آباد ٿيندا." ۽ ٿيو به ائين. صوبي جا سيئي شهر سندس دور ۾ وڌيا. ڪراچيءَ کي ته چار چنڊ لڳي ويا. هئي ته اصلي مهاڻن جائي. نپائي واڻين، سامائي پارسين ۽ انگريزن جي اوٽ ۾. واڻين وٺي ڏتڙجي مهاجرن پناري پيئي، پوءِ به سرڪار نه سنواري. اها ته لڏي وڃي اسلام آباد سکي ٿي. پلو ٽٽي سمگلرن جو جن ڪيس ڏاج ڏيوڻ ڏيئي سندس مٿي تي هٿ رکيو. پر ڪيس سچي سونهن بخشي سخي ڄام صادق عليءَ! جنهن صدقي هاڻ گهونگهٽ کولي پيئي مور جيان ٽلي. هي برابر آهي ته ڄام ڪو پنهنجي هڙان سخا ڪانه ڪئي. پر ماڻهو ته پرائي خرچ تي وڏيڪ بخيل ٿيندا آهن. هاڻ ته ڪو ڪنهن کي نوازي؟ ڪنهن جا هٿ ڪنهن ڪپيا ته نه آهن. ڏئي ته برابر ڏاتار ٿو. پر الاجي چو، پيلو منهن هوندو آهي هميشه پنڌاريءَ جو!

سخا سنڌ جي ڄامن جو مَرڪ آهي، پر صادق عليءَ کي سخا ورثي ۾ آئي. ڄام منا خان سندس ڇاڇو، تنهنجي سخا سنڌ جي لوڪ ادب ۾ حاتم واري حيثيت رکندڙ آهي. سنڌ جي واحد وڏيرو هيو جو خرزينون ناٽي جون گهوڙي تي ڌري گهر کان ٻاهر نڪرندو هيو. ڪڏهن ته ائين به ٿيو جو گهوڙي سنجن سوڌي سائل کي ڏيئي پاڻ پيرين پنڌ وٿاڻ تي

پهچندو هيو. چون ٿا تہ ڪو سوالي وٽائنس خالي نہ ويو. ڪيس ڇاڻ سچاڻ هوندي هئي تہ ڪيترا سڪر ماڻهو لاچاريءَ جو بهانو بڻائي وٽس اچي هٿ ٽنگيندا هئا، پر مٺي ڇام ڪڏهن منهن ڪوڙو نہ ڪيو ۽ نہ ڪنهن کي سڪڻين هٿين واپس موٽايائين. ڇام مٺا خان ڪان پوءِ وري ڇام ڪانيو خان، ڇام صادق عليءَ جو پيءُ، پنهنجي وقت جو ناميارو ۽ نواب سخي هيو، سندس خير خيرات وارو طريقو ئي نرالو هيو. ماڻهو ڪائنس خيرات وٺڻ اهڙي يقين سان ويندا هئا ڄڻ پنهنجي اوڌر اوڳاڙڻ ٿا وڃن. سندس پٽ کي بہ اهو ئي چوڻ هيو تہ "جي آس رکين تہ الله توکان حساب نہ وٺي تہ تون پاڻ بہ ڪنهن سان ليکو نہ ڪر، جي ڪنهن کي ڏين تہ وڏي دل ڪري ڏي نہ تہ بس پلي. ياد رک ڏنو هنو آهي. ڏيڻ ڪانپوءِ ڏنو وسار. نہ تہ ڏنو ڪنو ٿيندءِ." جيسين جيئرو هيو صادق عليءَ تي اها ڊيوٽي رکيل هئي تہ جي ماڻهو ڳوٺ ۾ اوطاق تي اچن تہ انهن جي گهوڙن جون واڳون وٺي سندن آدر ڀاءُ ڪري، مهمانن جا هٿ ڌوئاري، ۽ وڃڻ وقت ساڻن گڏجي ٻاهر وڃي خدا حافظ ڪري. هڪ دفعي پڇيو مانس تہ آجيان ڪرڻ يا الوداع ڪرڻ لاءِ پيرين اگهاڙي ڇا لاءِ ٿو وڃين؟ چي "ڪانيو خان جو پٽ آهيان. بابي مرحوم کي بہ ماڻهن جي آءُ ڀڳت ڪرڻ لاءِ جتي هٿ نہ ايندي هئي."

ڀاڳ بہ عجيب چيز آهي. جنهن کي لڳي تہ اڏي چڙي، پر شل نہ ڦٽي. پوءِ اڳيون نور بہ ڇٽ. وري جي موٽ ٿو ڪائي تہ اهو بہ چوٽ تي چڙهي پوءِ. چوٽيءَ تي بہ ٽڪاءُ اصل ڪونہ اچيس. ڇو تہ وقت وانگر بخت کي بہ هڪ جاءِ تي ويهڪ آهي ئي ڪا نہ. هڪ مشهور انگريز ليکڪ آسڪر وائلڊ، جنهن کي بہ ڀاڳ سندرو ٻڌي مٿي عرش تي چاڙهي گهمائي وري آڻي فرش تي ڦهڪايو هيو، تنهنجو چوڻ آهي تہ "جڏهن ڏسو تہ اوهان جون مڙوئي دعائون اگهايون ويون آهن تہ پڪ ڄاڻو تہ اوهان جي سزا پڻ شروع ٿي چڪي آهي." ڇام جي بہ من جون سڀ مرادون اچي پوريون ٿيون هيون. ڇام تہ ڇمندي ڇام ئي هيو. مال متاع جي بہ ڪمي ڪانہ هيس. دل گهري ديوي ۽ آل اولاد بہ عطا ٿيل هيس. سنگت ساٿ ۾ بہ سرخرو هيو. وڏيري مون وزير بڻجي هاڻ سرڪار بہ سڏيو ٿي ويو. سونهري موقعو ڏسي قسمت ڪلٽي ڪائڻ لاءِ ڪر موڙيا!

پهرين ئي لوڏي ڇام کي جهوري وڌو. سندس جاني ۽ جگري

دوست علي بخش جوڻيجو خون ٿي ويو. قتل جو ڪارڻ تہ تلاش ڪرڻ آهي ئي بي سود ۽ بي معنيٰ. ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي مارائڻ لاءِ بہ ڪو دليل ٿيندو آهي ڇا؟ موت جو معاملو تہ آهي تقدير جي ذمي، جو خفو هوءَ اڳي پوءِ يا واري وٽيءَ تي هر حالت ۾ پاڻهرتو نباهيندي رهندي آهي. پارت جي بلبل، لتامنگيشڪر کان ڪنهن سوال پڇيو تہ تو اڃان شاديءَ جو فيصلو نہ ڪيو آهي سو ڇو؟ تہ ڪلي ڏنائين. چي، "مورک! جيون، سنجوڳ داڻو پاڻي ۽ موت جا فيصلا آڪاش تي ٿيندا آهن ۽ وري بجا آوري ٿيندي آهي ڌرتيءَ تي." پنهنجي پياري دوست جي قتل ڇام جون وايون بتال ڪري ڇڏيون. هوش عقل وڃائي پنهنجي پاڻيءَ ۾ نہ رهيو. ڪيس اها سمڪ نہ رهي تہ هو ڇا ڪري رهيو هيو ۽ ڇا ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين. لاهي پاهي انڌ جي گهوڙي تي چڙهي بيٺو ۽ گهاٽي وارن ڪمن ۾ ڪاهي پيو. جو پڇتاءَ جان جيئندو سندس پچر نہ ڇڏيندو.

ڏاهن جو چوڻ آهي تہ هيءَ دنيا هڪ دائمي ناٽڪ آهي جنهن ۾ اسين سڀ ائڪٽر آهيون ۽ ويس ڌاري پنهنجو پارٽ پيا ادا ڪريون. هي جهان کيل تماشو برابر هوندو، پر انسان جي ائڪٽر هئڻ ۽ کيل ۾ سندس پرپور بهرو وٺڻ بنسبت البت مونکي شڪ آهي. مونکي پنهنجو تجربو هي ٿو سيکاري تہ هي سنسار هڪ پتلين وارو تماشو آهي جنهن ۾ انسان بي جان پتلين سمان آهن. پتلين جي حرڪت وارا سڳا ڏاڍا وري ڪنهن ڌرتيءَ جي بازيگر وٽ نہ پر آسماني ڪاريگر هٿ وس آهن، جو پيو جڳ جو چرخو هلائي. حقيقت جي حال واري پوري خبرچار نہ هوندي اسين ائين پيا سمجهون، تہ مالڪ پاڻ پتلين کي نچائي، پيو پنهنجي دل وندرائي. اسين "ڄج پرائي احمق نچي" وانگر پنهنجي پرائي وڃت ۽ جهمر تي خواه مخواه ڪڏهن خوش ڪڏهن خفي پيا ٿيون. اها سوچ بہ نہ اٿئون تہ جو ڪجهہ ڪري رهيا آهيون ان ۾ اسانجي مرضيءَ کي ڪو وزن يا دخل بہ آهي يا نہ. پوءِ ڪڏهن خوشيءَ ۾ ڪڇيون ٿا هڻون تہ اسان کهڙي نہ ڪيپ ڪٽي. ڪڏهن وري ويٺا تہ هٿ هڻون، تہ، اوهو! خطا ٿي ويئي، کهڙو نہ ڪڏو ڪم ڪيوسين. انساني عمل، قسمت جو ليکو يا لوح محفوظ ساڳي شيءِ آهن يا الڳ؟ اها خبر الله کي. پر آخرين نتيجي ۾ انسان هن

فيصلي تي پهچي ٿو تہ "آخر ائين ٿيڻو هيو" منهنجي خيال ۾ هڪ ماڻهوءَ کي ٻي ماڻهوءَ جي زندگي يا موت تي اختيار آهي ئي ڪونہ. ڄام صاحب بہ تقدير جو هڻيو تہ بڻجي سگهيو ٿي پر خود ڪنهن جي تقدير هڻڻ؟ هرگز نہ.

چوندا آهن تہ بدبختي اڪيلي سر ڪڏهن نہ ڪنهن وٽ آئي. جي ايندي تہ سڄي ٽبر ساڻ اچي سهڙندي. اڃان پنهنجي محبوب ۽ مربي دوست جو لرزو ۽ لحظو سهسائي مس ساهي پٽي هئائين تہ سندس امڙ لاڏاڻي لاءِ سانباها ڪيا. ڄام دعا ۽ دوا وارن حيلن وسيلن ۾ وسان نہ گهٽايو. پر الاهي امر اڻ ٽر ٿي ڏٺو. نہ فقط ماءُ سان والهانہ محبت هيس، پر هي ايمان ۽ عقيدو هيس تہ سندس ڀاڳ بخت سڀ ماءُ جي سر تائين سلامت هيو. پاڻ فخر سان چوندو هيو تہ "امڙ جي دعائن جي مٿان چوڪندي اڏيل اٿم جنهن ڍال ٿي هر آندي ۽ ڳڙي کان پناه ٿي ڏني." جڏهن امڙ پاسو ڪوڙيو تہ ڄام بيحال ٿي ڍرڪي پيو. روح راڙي ڳڏ نشي جو سهارو ورتائين تہ من جي مونجهہ شايد ميسارجي وڃي. شايد اها ڄاڻ نہ هيس تہ نشي واپرائڻ سان غم غلط نہ پر اڃان وڌيڪ ٿيندو آهي. اڳتي هلي اذرنگي جي لپيٽ ۾ بہ آيو. پر ڪو ڏنو ڀنو ٿيس. مس مس ڪري پيڙا کان پار ٿي اٿي ڪڙو ٿيو.

دلي دوست جو قتل ۽ امڙ جو لاڏاڻو، اهي اهڙا سخت صدما هوا جن سبب سڄين لنگهين سالم رهڻ جيڪڏهن ناممڪن نہ تڏهن بہ مشڪل ضرور هيو. ڄام ويڳاڻو ۽ اباڻڪو ٿي پيو. ياڻپي ويو تہ سندس قسمت جو رخ ڀاڳ جي ابتڙ هيو. هوئڻ بہ اوج ۽ عروج واري ڏاڪڻ ڏاڍي ترڪڻي ٿيندي آهي، سٽيپي جو آهي. ڪو مهمير هوندو جو گهڻي دير تائين پير ڄمائي بيهي سگهي. ڄام پاڻ بہ هاڻ پيرن بجاءِ پٺن تي بيٺو هيو. ٻن ڏوڏن ئي ڪيس لوڏي ڇڏيو هيو. ويتر ان حڪومت جي بہ جڙ اکڙندي ڏٺائين جنهن جو پاڻ بہ چوٽون پائو هيو. ڪيس پلي‌ءَ پٽ پروڙ هئي تہ هر حڪومت جو ٻاهريون تهہ فولاد جو هوندو آهي. پر اندرين اڏاوت عاج جي. جنهن ڪري سندس جٺاءُ بي پروسي ٿيندو آهي. ٿوري لوڏي اچڻ تي ائين پرزا پرزا ٿي پوندي آهي، ڇڻ چيني‌ءَ جي ٿانون وارو ڍيش هٽ

ڪان ڪسڪي هيٺ ڪريو. ڇاڪاڻ ويو تہ ڪاري ڏاند جا مالڪ اڄهو آيا ڪي آيا. جنهن سان روح جو پرڇو هيس اهو الوداع ڪري چڪو هيو. امڙ وٽي دعا جا در هٺا اڳي ئي ٻيڪڙيل. هاڻ سندس لاءِ هتي ڪهڙي ايل هئي؟ ڇو نہ ڪي ٻيا وڻ وسائجن. اهو سوچي اڏامڻ لاءِ پر سهيڙيائين. ڪو پڳو ٽوروئي ٽي ويو. چنگ چنگيرا ڪيس هوائي اڏي تي خدا حافظ ڪرڻ آيا. هتي سندس زندگيءَ جو هڪ باب پورو ۽ ٻيو موڙ شروع ٿيو.

منهنجي ڄام صاحب سان پهرين ملاقات اڄ کان ٽيويھ سال اڳ لاهور ۾ ٿي. جڏهن پاڻ فقط هڪ وڏيرڪو ٻار هيو ۽ اڃان مڇن جي سانول مس نسري هيس. مونکي منجهس ڪا خاص لياقت ڏسڻ ۾ ڪانہ آئي هئي، سواءِ ان جي تہ ڪوڙ سهڻو ۽ ايمانداري سان ٽي ڳالهايائين. ڏاڪو سال پوءِ ڪيس بلڪل نرالي رنگ ۾ ڏٺم. بت ۾ سگهارو. موڪري منهن تي ڇاپئين ڏاڙهي. رحمدل اڪيون ۽ سلوٽي زبان، پر بي لغام. دماغ بہ بلا جو هيس. پر سوچ جو انداز جڳ کان الٽو. ڇٻي ڇٽي ڳالهائڻ بجاءِ ڦاٽوڙي دهل جيان ٽي وڳو ۽ هرهڪ کي منهن تي ڦهڪائي ٽي ڏنائين. ذهن ۾ ظرف بہ تيز تر پر واڇوڙي جيان نہ منزل نہ مقصد. گنيير گهٽ ۾ تتي تاءِ نتيجي تي پهچڻ لاءِ آتو ٽي ڏٺو. مونکي تہ ائين ٽي معلوم ٿيو تہ ڄڻ سندس وجود ۾ هڪ کان وڌيڪ شخصيتون سمايل هيون جي هڪ ٻئي جي ضد ۾ ۽ تڪراري ٽي ڏٺيون. ڪنهن زماني ۾ حيدرآباد جي بازارحسن ۾ ٻہ ڳائٽيون مشهور هيون جي پاڻ ۾ سڳيون ڀينر پڻ هيون. ٻنهي جو ناچ گانو، قد ڪاٺ ۽ ناز نخرو سندن نالن جيان هڪ ٻئي جي ابتڙ هيو. هڪ هئي نوابي ۽ ٻي گولي. ڄام صاحب جي مزاج ۾ بہ ٻيئي رخ تارازيءَ جي پُڙن جيان ساڳئي وقت پسبا هٺا. هو لاپرواهي ۽ سخا ۾ نوابن جو نواب هيو، نوڙت نياز ۽ نهٺائيءَ ۾ گولن جو گولو!

شروعاتي دور ۾ هر وڏيري جي معراج جيان ڪيس سرڪاري عملدارن جي ٽهل ٽڪور ۾ مشغول ڏٺم. پر پوءِ هي ڇاڪاڻ حيران ٽي ويس تہ انهن جي پرگهور ٽي لڏائين جي سروس کان موقوف ٿيل هٺا يا جن جي نوڪري خطره ۾ هئي. عجب اهو جو سالن جا سال ڪيترن ڪامورن کي سندس "روٽي ڪپڙي ۽ مڪان" جي سهاري تڳندو ڏٺم. جڏهن ۱۹۷۲ع ڌاري سرڪاري نوڪرن ۾ تاڪوڙو وڌو ويو تہ ڄام اڪيلو انسان هيو جو

پارٽي جو ذميوار رڪن هوندي به لڪي ڇپي انهن جي هڙان ۽ وڙان مدد ڪندو رهيو جو راتو رات روزگار ڪان نره ڪيا ويا هئا. ٻه ٽي درجن ماڻهن کي ته آءُ شخصي طور سڃاڻان جن کي پلاٽ ڏيڻ گڏ ٻي پٽ سٽ ڪري سندن مالي مشڪل ڪشائي ڪيائين. جيتوڻيڪ انهيءَ زماني ۾ منهنجي ساٿس فقط رسمي ڏيٽ ويٽ هئي تڏهن به عيد رات جي انڌيري ۾، پاڻ پنهنجي گهر واريءَ سوڌو منهنجي گهر اچي همدردي ڪيائين. ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ هڪ آفيسر هٽ، جو اڄ ڪلهه وڏي عهدي تي سرفراز آهي، مونکي دڪانن ۽ جاين جي الاٽمينٽ موڪلي ڏنائين جن جي پڳڙي ان وقت جي اگهه تي ساڍا ٽي لک رپيا هئي. هيءَ منهنجي مجبوري هئي جو مون در آيل لڪشمي موٽائي ڇڏي. پر چام جي احسان جو ٿپو منهنجي پنيءَ تي برابر لڳي چڪو. هي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو هيو جو ماءُ پيءُ ۽ استاد کانپوءِ مون تي ڪنهن اهڙو ٿورو ڪيو هيو. الله پاڪ ڪيس ڀرا ڏئي. جي منهنجو اچو ۽ ڏڪندڙ مٿو ڪڏهن به سندس پيرن جي پٺي تي ڪتب اچي ته آءُ جيڪر پاڻکي ڀاڳوارو ڀانيان!

جتي لڏي وڃي آڏاڻو اڏيو اٿس. اتي به ٻڌو اٿم ته اوطاق کوليو ويٺو آهي. ٻارهوئي لنگر پيو هليس. لنڊن جهڙي مهانگي ملڪ ۾ جتي قيمتون پيون آسمان سان ڳالهيون ڪن، جتي چانهه پيارڻ تتو سيڻ سڄڻ پاڻ ۾ پٽ برادري پنجيو ڇڏين. اتي ست ڏارين کي سڏي ست رڇيون ڪارائڻ ڪو چرچو ته نه آهي. اهو ڏينهن ڪو ڇنڊو هوندو جو وٽس پنج ست مهمان ٽڪيل نه آهن. ماني ٻوڙ ته الله ٿو ڏئي پر پرديسن ۾ چامن واري مهمان نوازي بدستور جاري رکڻ تمام وڏي ڳالهه آه. وري پنهنجي سن جا پائونڊ ڪنيو هڪ هڪ اڳيان آڇ ڪري ته ادا پرائي ملڪ ۾ آيا آهيو اوهان کي ضرورت هوندي. هاڻي وٺو هيءُ، صبح سوايو ڏيانو. سندس ڪلها ڳنل آهن. ويٺو ٿو ڳن ڏئي. اها خبر اٿم ته نه هتان ڪا ڪاري پاڻي ڪٽي ويو هيو ۽ نه وري اتي ڪو ڪارخانا تا هلنس. اتي نوڪري ضرور ٿو ڪري پر ايتري پگهار دنيا جي ڪنهن ڪاتي ۾ آهي ئي ڪونه جو چام جي خرچ ۽ خيرات جي پورت ٿئي. پوءِ الاجي سون ٿو ناهي. ڏاڙا هٽي همياڻيون ٿو هٽ ڪري. يا وري تڏي هيٺان ٿو روز ڪٽي. اها خبر خداءِ کي.

چام صادق ذاتي طور هڪ سدا بهار ۽ شاهاڻي شخصيت جو

مالڪ آهي. گهڻ ۾ گهڻ مونکي سندس جهڙو هٹ جو سخي درياه دل ۽ سرويچ ساٿي سنڌ ۾ ٻيو ڪونہ سجهي. خاص ڪري ماڻهپي جي هن ڏيوالہ واري دور ۾، جڏهن ويا مور مري ۽ هنج نہ رهيو هيڪڙو. ساڻس پلڪ پهر ڪچهري ڪرڻ آهي، هڪ غمٽار وندر ۽ وروندهہ. مهمان نوازيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ. دل جا دروازا هميشہ هرهڪ لاءِ کليل. طبع جا ڪجهہ رخ انوکا ۽ عجيب. هڪ تہ پئسي کي نہ هٿ لائيندو ۽ نہ جان ساڻ رکندو. ناڻو سدائين نوڪرن حوالي. ٻيو شڪار بہ عمرڀر ڪونہ ڪيائين. نہ وري وڏيرن جيان عملدارن يا حاڪمن کي پلجي بہ شڪار ڪرايائين. ٽيون دهماني ۽ ڪوڙو هوندي بہ مون جهڙس ڪو صاف گو ۽ ڦاٽوڙو دهل ڪونہ ڏٺو. هڪ عجيب ۽ انوکي شخصيت. هي اوهان جي وس ۾ آهي تہ کيس پسند ڪريو يا ناپسند، پر کيس نظرانداز ڪرڻ؟ ناممڪن. جي کيس ڄاڻن سڃاڻن انهن لاءِ ڪوٺو يا ڪرو ڳالهہ ساڳي. پر جي سندس ساک جو صحيح ڪاٿو ڪرڻو آهي تہ پوءِ اها پڇا غريبن، مسڪينن ۽ محتاجن کان ڪريو تہ بهتر.

ڄام کي پرديس وئي پنج سال ٿيا آهن. ٻڌو اٿم تہ وطن لاءِ اباڻڪو آهي. اداس ڪيئن نہ هوندو. آخر بہ تہ ڪونج قطارن کان وڇڙي آهي. هوندا بہ هن ملڪ جي ميري مٽيءَ جو ڪڪرالي ريت ۽ بجريءَ سان ڪهڙو واسطو؟ ڪجهہ ڏينهن ٿيا تہ سندس اوچتو ٽيليفون جو سڏ اچي سهڙيو. پڇيو مانس تہ منهنجي لائق ڪا ڪار خدمت؟ دل پرجي آيس. سندس آواز اُمالڪ گهگهو ٿي ويو. چيائين تہ هائو. "ڄام ڳوٺ وڃ. منهنجي اباڻي مقام پهچي منهنجي امڙ جي بنيءَ پيرانديءَ بيهي فاتح پڙهہ. امڙ سان منهنجو احوال بہ اور ۽ دعا لاءِ بہ ٻاڏاءِ".

# سڪندر ثاني

خون خرابيءَ جو دستور سڀ کان اول حضرت آدم جي پهريئي پٽ هابيل قائم ڪيو. هن پنهنجي ڀاءُ قابيل جو خون وهائي انساني خونريزيءَ جي الله توهار ڪئي. پوءِ رتوڇاڻ جي خوني ريت شروع ٿي. هيءَ روائت اڄ ڏينهن سوڌو برابر هلندي ٿي اچي. ڏسجي ائين پيو ته ڇڻ قتل غارت به انسان جو هڪ ثقافتي ورثو ۽ وروثه آهي. جنهن وسيلي هو وقت بوقت پنهنجي دل وندرائيندو ٿو رهي. جيڪڏهن ڪنهن عام رواجي چارڻ به ڪڏهن ڪو سريلو ساز وڄائڻ سکيو آهي، ته پهرين فرصت ۾ سرندو ساڻ ڪري سر سوالي ٿي، وڃي ڪنهن نه ڪنهن ڏياچ جو ڪنڌ ضرور ڪپيو اٿائين، عزرائيل ته اچي ٿو لڪ ڇپ ۾ ۽ سانگي سان. جي وار به ڪندو ته بيماريءَ بهاني، يا ڪنهن حادثي جي اوٽ ۾. پر حضرت انسان ڪي ته هٿ ۾ ڪٽاري ۽ ڪلهي تي دونالي دمبوق آهي ئي آهي. ڪوس ڪرڻ ڪان اڳ. ڪنهن به قاتل، ڪڏهن هي نه سوچيو ته جنهن ڪي هو ماري رهيو هو، اهو ته هونئن به اوس هڪ نه هڪ ڏينهن مرڻو هيو. پر پاڻ ڪي به ته آخر هي جهان ڇڏڻو هيس!

ڏٺو وڃي ته حضرت انسان جي هر دور جي تواريخ، رت ۾ رنگيل هڪ خوني داستان آهي. تواريخ جو سڀ کان وڏيڪ ڀيانڪ باب آهي "انسان جو ناحق خون". يا جنهن فعل کي تسڪين خاطر "شهادت" سڏيو ٿو وڃي. هونئن ته انساني قتل ڪنهن نه ڪنهن قانون، رواج يا مصلحت جي آڙ ۾ ڪيو ٿو وڃي. جيئن ڪو ٻڪرو قربانيءَ جي نالي ۾ ڪٺو وڃي. پر بي گناه خون هڪ اهڙو انساني عمل آهي جنهن لاءِ ڪو عقلي اخلاقي يا مذهبي دليل آهي ئي ڪونه. سواءِ هن سبب جي، ته بني آدم اهو ساڳيو ئي ٻه پيرو حيوان آهي، جهڙو خالق ڪيس ازل کان خلقيو هيو. هن ٻپيري جانور، انسان هئڻ جي دعوا ته ضرور ٿي ڪئي، پر منجهس انسانيت دز برابر به ڪانه هئي.

قديم زماني کان وٺي هيل تائين جن انسانن کي بي ڏوهه ۽ بي قصور موت جي ٽڪنڊيءَ تي چاڙهيو ويو آهي انهن جو شمار ڳاڻاٽي کان ٻاهر آهي. پر انسان جي سموري تواريخ ۾ جي به خوني واقعا قلمبند ٿيل

آهن، تن سيني ۾ ، ان معصوم جي قسمت کان وڌيڪ افسوسناڪ مثال ملڻ مشڪل آهي، جنهن ٻار جي عمر تيرنهن ورهيہ هئي ۽ جنهن ٻار جي جوان ٿيڻ لاءِ سموري دنيا جا ماڻهو منتظر هئا. هن نينگر ۾ روءِ زمين جي ماڻهن جون اميدون هيون. هن جي سار سنڀال ۽ پرگهور لهڻ لاءِ پيءُ هيو ئي ڪونہ. ڇاڪاڻ تہ سندس پيءُ تڏهن ئي فوت ٿي چڪو هيو جڏهن هي معصوم اڃان ماءُ جي پيٽ ۾ هيو. اڃان ٻنڊڻن ۾ هيو تہ سندس رولڙي جي زندگي شروع ٿي. هڪ جنگي ڪئمپ کان پوءِ ٻي ڇانوڻي جي رخ ۾ ، هڪ علائقي کان ٻئي پرڳڻي ڏانهن، لڳاتار ڌڪن ۽ ٿاٻن ۾ گهلبو رهيو. عالمگير حڪومتن جون عقابي اکيون هن معصوم جي تاڙ ۾ رهيون. هر هاڪارو حاڪم ڪيس حاصل ڪرڻ ۽ سندس ورثہ جي قبائڻ لاءِ جدوجهد ۾ رهيو. سموري مشرقي دنيا جي تخت جو حقي والي وارث هوندي بہ هي ٻهريون نظربند ۽ پوءِ قيد ۾ باندي ٿي رهيو. جڏهن هن ابهم جي انت آڻن لاءِ ترار اُڀي ٿي تہ اها بہ خبر خير ڪي هيس تہ ڪيس ڪنهن ڇا لاءِ ٿي ويو. اهو اڀاڳو ٻار هيو دنيا جي عظيم فاتح ۽ روءِ زمين جي والي، سڪندر اعظم جو پٽ ۽ وليعهد "سڪندر ثاني".

سڪندر اعظم سن ٣٢٣ قبل مسيح، ماه جون جي آخري ڏينهن سانجهيءَ ٽائي، بابل شهر ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. مرڻ وقت سندس عمر ٻٽيهہ سال اٺ مهينا هئي. ويهن سالن جي عمر ۾ تخت ماڻيو هئائين. حڪومت ڪئي ٻارهن سال اٺ مهينا ٿيا هيس. ڦوه جوانيءَ جو موت. اهو بہ اوچتو. مضبوط دليون بہ ٿرٿلي ۾ اچي ويون. جوش ۽ جولان واري اٿاه زندگي، جنهن جي اجهامڻ لاءِ ڪي آثار هئا ئي ڪين. ڪنهن کي يقين ئي نہ ٿي آيو تہ اهڙي هستيءَ جي حياتي بہ ڪا بي پروسي ٿي سگهي ٿي. آخر ڪو رواجي ماڻهو تہ نہ هيو. جهڙس عظيم فاتح دنيا اڃ تائين پيدا نہ ڪري سگهي آهي. هڪ غيرمعمولي انسان ۽ جنگي جوڌو. ۽ روءِ زمين جو حاڪم! سندس مٺي اهڙي مايوسي ڦهلي جڻ سموري دنيا ڇوري ڇني ٿي چڪي هئي. جڏهن آخري هڏڪي ڏئي جسم بي جان ٿيو تہ سندس ڀاتي ۽ ساٿي موت جي هيبت ۾ اچي ڪيس ڇڏي هليا ويا. سڪندر جو لاش اڪيلو سرد ٿيندو رهيو. سندس عزيزن ۽ رفيقن کي هي سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو تہ هاڻ ڪيو ڇا وڃي؟ شاهي ڪئمپ جي اڱڻ ۾ البت ڪي ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن تڪڙيون ٻرانگهون ڀريندي ڏٺا ويا. ڪي تہ فقط هراس ۾ ڊوڙندا ٿي رهيا. شايد

ان سوچ ۽ پريشانيءَ ۾ تہ سياڻي الاجي ڇا ٿيڻو هيو؟ ڪي هيڪڙ ٻيڪڙ روچ راڙي جا بہ آلاپ ٻڌڻ ۾ آيا. ماتم سڪندر لاءِ نہ هيو. جي سندس لاءِ هجي ها تہ هوند سندس لاش چوگرد چوٻولو هجي ها. پر هتي تہ هرڪو پنهنجا پٽڙا پٽي رهيو هيو تہ هاڻ سندس پنهنجو حشر ڪهڙو ٿيڻو هيو!

سڪندر اعظم جي موت ايشيائي ماڻهن کي سخت صدمو رسايو. ڇاڪاڻ تہ سڪندر اعظم سندن مهربان ۽ محسن حاڪم هيو. يوناني توڙي مقدوني سپاهين جي ظلم خلاف ڍال هيو. خود مقدوني سپاهين کي پڻ اهو احساس ضرور ٿيو، تہ ڪين دنيا جي ٻين قومن تي جا فوقيت حاصل هئي، ان جو بنياد اکڙي چڪو هيو. وڏي ڏکوئيندڙ ڳالهہ هيءَ هئي تہ سڪندري تخت جو ڪو والي وارث هيو ئي ڪونہ. البتہ سڪندر جي گهر واري ملڪہ رخسانہ اُميد سان هئي. ان ڪري باقي مٿن مائٽن ۽ تخت جي دعويدارن لاءِ هن سواءِ ٻيو ڪو چارو هيو ئي ڪونہ، تہ هو رخسانہ جي ويم تائين انتظار ڪن. سڪندر اعظم جا جي ويجها عزيز قريب هئا، انهن ۾ هڪ هيو فلپ آريدس. جو سڪندر جو ماٽيلو ڀاءُ هئڻ گڏ هڪ ڪمزور ۽ بزدل انسان پڻ هيو. سڪندر اعظم جي اڌ مغزي ماءُ اولمپيا ۽ سڳي ڀيڻ ڪلوپيٽرا جا ايپيرس جي راڻي هئي. سندس ٽي زالون هيون. هڪ "برسني" جنهن ڪان ڪيس پٽ "هيراڪلس" جي اولاد هئي، پر جيئن تہ برسنيءَ سان سندس رسمي شادي ٿيل نہ هئي، ان ڪري غيرقانوني ليکي ٿي وئي. ٻي زال رخسانہ هئي، جا اُميد سان هئي. ٽين "ستي تارا" جا ايران جي مرحوم شهنشاه دارا جي ڌيءَ هئي، جا سڪندر اعظم جي موت کان ٿورو عرصو اڳ سندس نڪاح ۾ آئي هئي.

سڪندر اعظم جو لاش اڃا ڪفن ڪان ٻاهر ئي هيو تہ محلاتي سازشون شروع ٿي ويون. گهوڙي سوار فوج جي ڪپتان "پرديڪاس" جو رايو هيو تہ هڪ اميرن جي مجلس قائم ڪئي وڃي جا ان وقت تائين ملڪي انتظام سنڀالي جيسين سڪندراعظم جي وارث جو مسئلو فيصل ٿئي. پياده فوج جي مهندار "مالمگير" وري "فلپ آريدس" کي شاهي جاءِ نشين ٿاڦڻ لاءِ پنهنجو فيصلو ڏنو جو سڪندر اعظم جو ماٽيلو ڀاءُ هيو. آخر نوبت لڙائيءَ تي اچي رسي. ڪافي رتوڇاڻ بعد ٻنهي ڌرين پاڻ ۾ هن شرط تي ناهہ ڪيو تہ فلپ آريدس، قائم مقام بادشاه ٿي رهي جيسين تخت جو والي وارث پيدا ٿئي ۽ بلوغت کي پهچي. پرديڪاس کي سموري فوج جو مهندار مقرر ڪيو ويو ۽ شاهي خاندان جي حفاظت ۽ نگهباني پڻ ڪيس سونپي وئي. سڪندر اعظم جي باقي فوجي مهندارن

ڪي دور دراز علائقن جي حڪومت سنڀالڻ لاءِ ٻاهر اماڻيو ويو ۽ ڪين مڪمل فوجي طاقت جو اختيار حوالي ڪيو ويو. مقصد هي هيو تہ جيئن اهي باٿر ۽ طاقتور فوجي مهندار مرڪز ڪان پري ۽ پاسيرو رهن.

"مقدونيا" ائنٽي پيٽر جي حصي ۾ آئي. هي اڪيلو جرنيل هيو جنهن آخر وقت تائين شاهي خاندان سان وفا ڪئي. ان حد تائين جو پنهنجي پٽ "ڪسندر" کي بہ ان سبب تخت جي حق ڪان لا دعوا ڪري ڇڏيائين. چاڪاڻ جو هو سڪندر اعظم جي خاندان جو جاني دشمن هيو. سئليوڪس کي پرديڪاس پاڻ وٽ نائب ڪري رکيو ۽ پوءِ ڪيس بابل جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. ڪرٽيورس ۽ لونيٽس ٻنهي کي چاڻي ٻجهي اهڙين جنگين جوٽڻ لاءِ روانو ڪيو ويو جنهن لاءِ خاطري هئي تہ هو ماريا ويندا. ۽ ٿيو بہ ائين. ڪين راه ڪان شايد ان لاءِ هٽايو ويو چاڪاڻ تہ ماڻهن ۾ سندن وڏي ساک پت هئي. ليسيماڪس کي ٽريسيا ڏانهن اُماڻيو ويو جتي هو پنهنجي بقايا عمر خانہ بدوش قبيلن سان جنگيون جوٽيندو رهيو. ائنٽي گونس کي يومينس جي مدد لاءِ "ڦاپل گونيہ" روانو ڪيو ويو. ٽوليميءَ کي مصر جي حڪومت ملي جا هن پاڻ گهري ورتي. سواءِ هڪ اڌ عملدار جي، جن شاهي خاندان سان وفا ڪئي، باقي جملي مهندارن پنهنجون آزاد رياستون قائم ڪرڻ جو ارادو ڪيو. انهن ۾ ڪن تہ سڪندر اعظم جي سموري سلطنت کي ڦٻائڻ لاءِ بہ وسان ڪين گهٽايو.

رخسانہ، باختر جي هڪ قبائلي سردار "اختيار تيز" جي ڌيءَ هئي. سندس خوبصورتيءَ جي ملڪان ملڪ هاڪ هئي. "ستين" قبيلن سان جنگ جوٽڻ واري زماني ۾ سڪندر اعظم رخسانہ جي سڱ لاءِ گهر ڪئي. اهو خاطريءَ سان چئي نہ ٿو سگهجي تہ شاديءَ لاءِ آڇ ۾ رخسانہ جي سونهن سوڀيا کي وڌيڪ دخل هيو يا سڪندر اعظم جي سياسي حڪمت عمليءَ کي. ڪن تواريخن ۾ هي بہ چاڻيل آهي تہ رخسانہ، سڪندراعظم کي هڪ پهاڙي قلعي جي فتح جي موقعي تي مال غنيمت طور هٿ آئي هئي. خير. ٣٢٥ قبل مسيح ڌاري سڪندر اعظم جي رخسانہ سان باختر جي شهر ۾ شادي ٿي گذري، ۽ پورن ٻن سالن بعد (٣٢٣ قبل مسيح) سڪندر اعظم جو جڏهن اوچتو موت ٿيو تہ رخسانہ کي اميدواري هئي. پنجن مهينن مدت پڄاڻان رخسانہ جي گود سائي ٿي، شهزاده جو نالو سندس پيءَ جي نالي پٺيان "سڪندر ثاني" رکيو ويو. رخسانہ ۽ سڪندر اعظم جي ماءُ اولمپيا ٻنهي کي ٻار جي پالنا ۽ پرداخت جي ذميواري سونپي وئي. سڪندر

ثانيءَ جو نالو، قائم مقام حاڪم آريدس جي نالي سان ڳڻ شاهي سڪي تي پڻ آندو ويو. هيءَ ٻي ڳالهه آهي تہ شهزادو پاڻ هڪ ”ڪوٽي سڪي“ جيان ڏرم جا ڌڪا کائيندو ۽ دربدر رهيو.

سڪندر اعظم جي ماءُ مهاراڻي ”اولمپيا“ شاهي تخت جي حقي وارث سڪندر ثانيءَ جي حفاظت لاءِ گهڻو ئي پاڻ پتوڙيو. پر قسمت گهڻي وقت لاءِ سندس ساٿ نہ ڏنو. جڏهن ٿورڙي عرصہ لاءِ مقدونيا جي حڪومت سندس هٿ ۾ آئي تہ شاهي فرمان جاري ڪري، قائم مقام گادي نشين فلپ آريدس ۽ سڪندر جي ٻہ سئو ساٿين کي ٻارين ٻچين قتل ڪرائي ڇڏيائين. سن ٣١٦ ۾ ڪسندر مقدونيا تي قبضو ڪري، ۽ پوءِ اسيمبليءَ ۾ ٺهراءُ پاس ڪرائي ”اولمپيا“ کي موت جي سزا ڏياري. سڪندر اعظم جي سڳي ڀيڻ راڻي ”ڪلوپيٽرا“ کي جنگي مهندار ”ائنٽي گونس“ ان موقعي تي مارائي ڇڏيو جڏهن هوءَ ”ٽولميءَ“ سان شادي رچائڻ خاطر مصر وڃڻ جا سانباها ڪري رهي هئي. سڪندر اعظم جي ٻئي پٽ ”هيراڪس“ کي سترنهن سال عمر ۾ ڪسندر جي چرچ تي هڪ صوبائي گورنر ”پولي سپرڪان“ قتل ڪرائي ڇڏيو. سڪندراعظم جي ٽين زال ”ستي تارا“ جا ايران جي اڳوڻي شاهہ دارا جي ڌيءَ هئي تنهن کي راڻي رخسانہ سازش سٽي ڳجهہ ڳوهہ ۾ اُڪلائي ڇڏيو.

سن ٣١١ ڌاري، گهرو لڙائي ۾ ٻهرو ونندڙ سيئي ڌريون پاڻ ۾ ٺاهہ لاءِ رضامند ٿيون. فيصلو هي ٿيو تہ مقدونيا جي حڪومت ڪسندر وٽ بطور امانت جي رهي جيستائين سڪندر ثاني تخت ماڻڻ جي عمر کي رسي. ان مقصد لاءِ راڻي رخسانہ ۽ سڪندر ثاني، جي اڳيئي ڪسندر جي قيد ۾ باندي هئا، تن جي سار سنڀال بہ ڪسندر کي سونپي وئي. جو فيصلو نهايت عجيب هيو. ڇاڪاڻ تہ ڪسندر شاهي خاندان جو جاني دشمن هيو ۽ سڪندر جي ماءُ، ڀيڻ ۽ هڪ پٽ کي اڳيئي مارائي چڪو هيو. ”ڪسندر“ راڻي رخسانہ ۽ سڪندر ثانيءَ کي ”ائمفي پولس“ جي قلعي ۾ سخت پهري هيٺ قيد ۾ رکيو. جڏهن ڏنائين تہ ماڻهن ۾ سڪندر ثانيءَ لاءِ همدرديءَ ۾ روزبروز اضافو ٿي رهيو هيو ۽ اهو چوٻولو چوڏس چوڏار ڦهلندو ٿي رهيو تہ ڪيس آخري فيصلي تي پهچڻ ۾ ڪا گهڻي دير نہ لڳي. سنہ ٣٠٩ ۾ ڪسندر، راڻي رخسانہ ۽ سندس تيرنهن ورهيہ تاجدار کي ائمفي پولس جي گورنر گلاڪيس هٿان قتل ڪرائي ڇڏيو. اهڙي طرح سڪندر اعظم جي تخت جي والي وارث ۽ سندس سموري خاندان جو آخرين ڏيئو بہ اجهامي ويو.

سڪندر اعظم جي مئي پڄاڻان سندس ماءُ پائر پينر، زالون، ۽ اولاد کي کهائي شاهي گهراڻي کي ٻهارڻ، تخت کي تاراج ڪرڻ ۽ خانداني نسل کي نابود ڪرڻ هي سڀ عام رواجي ڳالهيون آهن. جي روائتون اڄ ڏينهن سوڏو هلنديون ٽيون اچن. افسوس فقط هن ڳالهه جو آهي ته سموري خوني ڊرامي ۾ جن ٻهرو ورتو سي سڀ سڪندر اعظم جي ننڍپڻ جا ساٿي، پيالہ پائي ۽ پڳ مٽو دوست، ۽ سندس هٿن جا پاليل ۽ نپايل ملٽري مهندار هئا. وڏيڪ ارمان شايد هن لاءِ به ٿئي، ته سڪندر اعظم ڪو تاتارين جيان ظالم خونخوار يا وحشي حاڪم نہ هيو. پر هڪ مهربان، بهادر ۽ مدبر. جنهن سڀ کان اول، روءِ زمين جي "هڪ مرڪزي حڪومت" جو تصور پيش ڪيو. جنهن اصول تي عمل کان سواءِ هن ڌرتيءَ تي امن امان ٿيڻ ئي ناممڪن آهي. ان کانسواءِ سڪندر اعظم اڪيلو ملٽري مهندار هيو جنهن هرهڪ تباه ٿيل شهر جي بدلي ڏهوڻا نوان شهر اڏايا هئا. شايد تواريخ ۾ پهريون حاڪم هيو جنهن انساني وهنوار يا ملڪي ڪاروبار ۾ دنيا جي سيني ماڻهن کي هڪ اک ڪري ڏٺو ۽ ڪڏهن پلجي به قوم، مذهب يا علائقي جي فرق ڦير کي ڪا هوا يا هٽي نہ ڏني.

سڪندر ثاني اسان لاءِ خالص هڪ نالو آهي جنهن جي ڪهاڻي نصيب ۽ قسمت جي لحاظ کان عجيب آهي ۽ المناڪ پڻ. جن به انسانن هيل تائين سور سختيون سهي شهادت جو پيالو پيتو آهي انهن سيني ۾ سندس نالو جي سرفهرست نہ آهي ته به سڀ کان اڳاٽو ضرور آهي. اسان واري هاڻوڪي زماني ۾ سڪندر اعظم جهڙي افسوسناڪ ۽ عبرتناڪ ڪهاڻي آهي،طائوسي تخت ۽ تاج جي. هي قصو ڪالهوڪي ڪهاڻي آهي جا هنريت آهي تہ:-

ايران جي شهنشاهه آريہ مهر پنهنجي راڻي ملڪ سوريا کي طلاق ڏيئي پاڻ کان الڳ ڪري ڇڏيو. هن ڪارڻ تہ هوءَ طائوسي تخت لاءِ والي وارث ميسر ڪرڻ ۾ ناڪام رهي هئي. ڇڻ اهو هر عورت جي هٿ وس هيو تہ جڏهن وٽيس تہ ٻار ڄڻي! ۽ اهو بہ نر!

شاهه پوءِ هڪ ٻي وڏ گهراڻي حسين عورت "فرح ديبا" (شهربانو) سان شادي رچائي. ساڳئي سبب. ڇاڪاڻ جو ڪيس "جاءِ نشين" جي لوڙ هئي، جيئن شاهي سلسلو جاري رهي. شهربانو جو پير سدورو ۽ پاڻ بختاور ثابت ٿي! وليعهد ڄڻي شاه جي جهوليءَ ۾ وڌائين. شاهي شادمانا

شروع ٿيا. جڏهن تخت جمشيد جي جاءِ نشين جو جشن ملهايو ٿي ويو تہ بخت ڀٽارو ٺهڪ ڏيئي کلي رهيو هيو!

وارث اڃ ننڍو سيان وڏو. جيسين جوان جماڻ ٿي تخت ماٺي. الله جي قدرت. تيسين تخت جو تختو نڪري ويو. جو عجيب هيو. اڳ تخت هيو پر لاوارث. هاڻ وارث موجود هيو پر تخت غائب! پر ڇڙو تخت اونڌو ٿورو ئي ٿيو هيو. بخت جا بہ تہ بخيا اڌڙي چڪا هئا.

آخر ايران جي سرزمين ايتري تہ اچي سوڙهي ۽ تنگ ٿي، جو شهنشاه کي دفن ٿيڻ لاءِ ہ گز زمين بہ نصيب نہ ٿي. "جڏهن ايران جي رضا شاه پهلوي قديم ايران جي مجوسي شهنشاهيت جو ڏه هزار سالہ جشن ملهائي رهيو هيو، تہ قدرت وري اسلامي دور، جنهن بدولت ساسانين جي سلطنت پرزا پرزا ٿي خاڪ ۾ ملي ويئي هئي، تنهن دور کي وارو ڏيڻ لاءِ کنهن مجاهد مڙس کي جنم ڏيئي رهي هئي. ايران جي شهر "قم" جو هڪ رهاڪو ملان خميني، جنهن خالص اسلامي عمل لاءِ آواز بلند ڪيو، تنهن کي سزا طور ملڪ نيڪالي ڏني ويئي. هي الله جو نيڪ بنده، فرانس ۾ جلاوطنيءَ جي زندگي گهاريندي بہ اسلامي تحريڪ جي بدستور تبليغ ڪندو رهيو. آخرڪار ايران جي انقلاب جو باني بڻجي اُسريو ۽ اڀريو. جڏهن وطن ورڻ جو سعيو ڪيائين تہ رضا شاه پهلوي تخت تاج ۽ گادي ڇڏي پنهنجي تخت جي والي وارث، راڻي شهربانو، شاهي عملي ۽ اثالي سوڌو، هوائي جهاز وسيلي ڏکڻ آمريڪا ڏانهن فرار ٿي ويو.

قدرت منهنجي مالڪ جي! انسان جي سوچ ئي الٽ پلٽ ٿي ويئي. جو جلاوطن هيو، تنهن اچي قديم سلطنت جي واڳ سنڀالي. جو تاجدار تخت نشين هيو، سو آمريڪا ۾ پناه وٺڻ لاءِ دربدر ٿيندو رهيو! قدرت جو قهر وري اهڙو جو هڪ تہ ڪو حڪمران، ڪيس پاڻوٽ پناه ڏيڻ لاءِ تيار نہ هيو ۽ ٻيو وري، ڪئنسر جي موذي مرض اچي منجهس واسو ڪيو. پوءِ تہ ٻانهو ۽ ڏٺي! ناڻي جا ڍڳ ڪٽي هرهڪ کي آڇ ڪندو رهيو. پر ڪا ڇوٽڪاري جي راه هٿ نہ آئي. ٻاهر يا اندر، سڀيئي واٽون بند ٿي چڪيون هيون. آخر ڪيهون ۽ ڪوڪون ڪندي شاه پساه پورا ڪيا. رضا شاه تہ رضا ڪري ويو، جا رب جي رضا! پر سندس جنازه کي ڪا زمين پنهنجو ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي. گهڻي رولڙي پڄاڻان تابوت کي مصر جي هڪ قديمي مقام ۾ دفن ڪيو ويو. قدرت جي بہ شايد اهڙي مرضي هئي. مصر جي سرزمين هوندي بہ ايامن کان فرعونن کي پنهنجي آغوش ۾ آرامي پٽي ڪندي رهي آهي!

# وتايو فقير

قديم سنڌ جي سنڌي ٻولي ڪهڙي قسم جي هئي؟ ڪو پتو نہ آهي، توڙي جو تحقيق جاري آهي. پر هي ڄاڻ اٿئون تہ ڀٽائيءَ جي زماني کان اڳ واري سنڌي هئي "ڏيھِ ڀِرِ نڪريون". بيحد ٻاڙي، الف اگھاڙي ۽ ٻي سري. البت "شاهہ" آئي صحت بہ سڌريس ۽ رنگ بہ مٽايائين. سهڻي لطيف جي رنگ رنگي وڌس. سونهن بہ اُپريس، سريلي بہ ٿي ۽ سينگار بہ سڪي، پوءِ اجرڪ اوڙهي اڇي اجري ٿي اڳيرو هلي. واٽ ويندي وٽائي سان واقفيت ٿيس جنهن ڪيس مرڪڻ جي مام سيکاري. سوني تي سهاڳو. لاڪيٽي ۽ لطيف اڳيئي ٿي چڪي هئي وري مليس لطيفو. پوءِ تہ رچي راس ٿي پارس ٿي پيئي. جن جي منهن پيئي ۽ جن سان پنارو پيل هيس تن کي بہ اڏي ڇڏيائين. هو بہ هاڻ، مارُهوءَ، ڪون ماٺهو ۽ ڇٽن مون ڄاموڻ ٿي پيا. اهڙي ڪمال جي ڪرشمي ۽ ڪايا پلٽ جو سهرو هيو ڀٽائي گهوٽ جي سر تي ۽ ٻيو وتايو. انهن ٻنهي ٻانهن ٻيلين جي آڌر ۽ سهاري سنڌڙي اڄ ڏينهن سوڌو پيئي ٽڙي.

وري بہ سنڌڙيءَ جي انهن سپاجهڙن کي سلام جن کي مارو ڄام جو مرم پيو ۽ ڀٽائيءَ جو پرم رکيائون ۽ سنڌس پلايون پال نہ پلايائون. سنڌس ٽڙيل پکڙيل ڪلام کي سهيڙي سينگاري قلمبند ڪري محفوظ ڪيائون. وقت بوقت ۽ سال بسال سنڌس ورسيون ملهائي سنڌس ڳڻ ڳائيندا رهيا، ۽ اهو شغل اڄ سوڌو جاري هلندو اچي. البت وتايو ويچارو! ويڳاڻن جيان ۽ پنهنجي ليکي، واٽي ويٺي هلندو رهيو. وري بہ شڪر آهي جو وتايو ياد تہ آهي، ورنہ "ڪر لٿو ڊڪڻ وسريو" اسان جي هڪ پراڻي روايت آهي. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ وتايو صدين کان سنڌ کي وندرائيندو ۽ کلائيندو پئي رهيو آهي. پوءِ ٿي سگهي ٿو تہ ڪيس وسارڻ ۽ سنڌس ياد کي من کان ميسارڻ، اسان سنڌين جي وس کان ٻاهر هجي.

هاڻ جيئن تہ وتايو "وقت" جي ڪسوٽيءَ تي پوري طور پرکجي چڪو آهي ۽ سندس چهرا چٽڪلا ۽ ٽوٽڪا، سنڌي علم وادب ۽ عام سنڌي زبان جا "اٽوٽ انگ" ثابت ٿي چڪا آهن، تنهن حالت ۾ اسانکي جڳائي تہ سندس ٻولن تي کلي "ڪن لاٿار" ڪرڻ بجاءِ، غور وفڪر ڪريون ۽ گنڀيرتا سان سندس پيغام جو جائزو وٺون. جيڪڏهن اسين وتائي جون ورسيون ملهائي نٽا سگهون، سندس نيهن نياپي کي سهيڙي شايع ڪرڻ کان لاچار آهيون تہ گهٽ ۾ گهٽ سندس معنيٰ خيز "مقصد حيات" کي سمجهڻ ۽ هيئين سان هنڊائڻ لاءِ ڪو اُدم تہ ڪريون؟ ڏسڻو هي آهي تہ آخر وتايو هيو ڪهڙي بلا؟ ڪو وائڙو سائڙو موڳو مٺو هيو يا ڪو ملان لٺر هيو جو سدا وقلندو ٿي رهيو. ٿي سگهي ٿو تہ ڪو لڏ ۾ لڪل اڏيره لعل هجي؟ يا واقعي ئي ڪو خواجہ خضر هيو جنهن وتائي جو ويس ڌاري اسان عقل جي انڌن جي روحاني رهنمائي ٿي ڪئي؟

وتايو ڪير هيو ڪنهن جو ڄايو هو؟ ڪٿي ڄمو، ڪٿي دفن ٿيو ۽ ڪڏهن؟ اهي غير ضروري سوال آهن. اهي پتا پار اهو پڇي جنهن جو وتائي جي وڏن تي قرض رهيل هجي يا جنهن کي سندس گهر الاٽ ڪرائڻو هجي. هو الله جو بندو ۽ آدم جي عام رواجي اولاد ۾ هڪ هيو. سنڌ ۾ ڄائو نپنو ۽ سنڌ ۾ مئو. اها ئي آهي وتائي جي رام ڪهاڻي ۽ اهائي آهي هر عام سنڌيءَ جي سوانح حيات. البت وڏيرن جي ڳالهہ ٻي آهي ۽ سندن هستي بہ اور آهي. مون تہ جڏهن بہ وڏي واڪي "الله" کي ياد ڪيو آهي تہ ڪونہ ڪو وڏيرو ضرور ڪنائيندو آهي تہ ڪيس تہ سڏيو نہ ٿو وڃي. خير. وتائي بنسبت جو ڪجهہ هيل تائين ٻڌندا ٿا اچون سو هن طور آهي تہ "نصرپور جي لڳ هڪ ڳوٺ جو واهڻائي واڻيو هيو. ننڍپڻ لاڪر پنهنجي سوچ سمجهہ سادي سودي هيس. اڪثر پنهنجي دل من ٽٽوليندي ۽ دليل ڊوڙائيندي ڪنهن موڙ تي هندو ڌرم ڇڏي دين ڏانهن لاڙو رکيائين. پهريون پاڻ پوءِ سندن سچو ڳهراڻو شيخ ٿيو. ٻڌڻ ۾ ائين بہ ٿو اچي تہ اڳتي هلي، جيئن ڪنهن ٻانيڻ جي ٻيڪڙ ۾ نہ آيو هيو، تيئن ملان جي وڪڙ کان بہ گوهي ڪري نڪري ويو. وتايو سنڌ جي واحد ماڻهو هيو جنهن پنهنجي ۽ پنهنجي خالق وچ ۾ ڪنهن ٽئين ٽياڪڙ کي ٽنگ وجهڻ مور نہ ڏني. عجب اهو جو اهڙي بغاوت باوجود سندن چپيٽ کان بچي ويو ورنہ سولي چڙهڻ يا سنگسار ٿيڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي هئائين."

ڪن جو هي به چوڻ آهي ته وتايو پنهنجي وقت جو سياڻو ماڻهو هيو. بلڪ ڪي ته ائين به چون ٿا ته سنڌ، سياڻي ۾ سياڻو ماڻهو هڪ اُپايو، اهو هيو وتايو. ڏاها ڏيهه ۾ گهٽا پر سياڻو لکن ۾ هيڪڙو. ڏاهي جي ڏاهپ جو مدار آهي ڏاه تي يعني ٻڌ سڌ يا خبر چار تي، جنهن سبب ڏاهو اڪثر ڀ تنگو ڦاسندو ڏٺو ويندو آهي. پر سياڻو ماڻهو انڪي چون جنهن ڪي اندر جو سوجهرو هجي ۽ سچاڻ هجي. ان ڏس ۾ وتايو چمندي چام هيو. ڪن ماڻهن جو اهو به خيال آهي ته پنهنجن ڪي چڱيءَ ريت پرکيو هئائين ۽ ڪيس پوري ڄاڻ هئي ته ڄڻن سان ڪيئن نباه ڪجي . ڏنائين ته عجيب قوم سان واسطو پيو هيس. هو سائي ڪي سهن ڪونه ۽ بکئي ڪي ڏين ڪونه. وقت تي گڏه ڪي بابو چون ۽ جتي پڇڻ ناهي جاءِ اتي "ياجوڪڙ" ڪي وريام سڏين! جئرن سان جنيون ڪن ۽ مئن لاءِ مجاور ٿي ويهن. ڪائن پنهنجي گهران پر پچار سدائين پرائي ڪن. اهڙي آچار "لتر سان چڪر پچي" سوچي سمجهي، سر بچاءَ ۾، چريو ٿي عمر گذاريائين. ائين به هروڀرو صحيح نه هو جيئن چيو ٿي ويو ته ڪا ڪل ٽڙي هيس. يا متيون ڏيندي لوڪ ڪي، چريو پاڻ ٿيو هيو. بلڪل نه. اهڙو اياڻو وتايو هرگز نه هيو. البت چريائي جي اوٽ ۾ ٻين ڪي متيون ڏيندو رهيو، جيئن لوڪ لکا نه پوي. ڇاڪاڻ ته هي اهو زمانو هيو جڏهن "ماڻڪن موٽ" شروع ٿي هئي ۽ پلئه پايو سچ آڇيندي هرهڪ ڪي لڄ ٿي آئي. ان ڪارڻ ساڻن سنئين سڌي ڳالهه ڪرڻ به پنهنجي ڪل لهرائڻي هئي. انڪري اڪثر ڳجهارتن ۾ ڳالهائيندو هو. صديون گذرڻ بعد اڄ ٿو پتو پوي ته مار ڇاڇئي ويو! ڇاڇي به چيائين ۽ ڇهنڊڙي به پائي ويو. غضب جو سياڻو هيو.

اها ڪل ڪانه ٿي پوي ته وتائي جي زندگيءَ ۾ جو انقلاب آيو اهو سندس عمر جي ڪهڙي موڙ تي ۽ ڪهڙي ڪارڻ؟ هي ته سمجهه ۾ اچي ٿو ته ڪو ماڻهو پنهنجو گهر گهاٽ ۽ ڪاروبار ڇڏي جهنگ منهن ڪري وڃي ڪا ويراني وسائي؟ پوءِ نه هوندو بانس ۽ نه وڄندي بانسري. پر هن دنيا ۾ رهندي، هڪ جوڳي ۽ ويراڳيءَ جي زندگي بسر ڪرڻ ۽ لاطمع ٿي رهڻ هڪ اهڙي انسان لاءِ ڪنن ڪم آهي، جنهن ڪي اڪيون به هجن ۽ سندس هوش حواس به سلامت هجن. آخر انسان گوشت پوست جو لوٿڙو آهي ۽ ڪو لوه جو ٺهيل پتلو ته ناهي؟ خاص طور جڏهن انسان سان وري شيطان سلامت به سدائين ساڻ ٻيلهه چڙهيو ڪيس هرڪائيندو رهي.

انکان سواءِ واٽيو ٿي ڪري مايا جي موه کان ٽارو ڪرڻ ۽ ڌن دولت جي دام ۾ نہ ڦاسڻ، پنهنجي سرهڪ ڪمال ڪاميابي آهي. پاڻوٽ ڪجهہ بہ نہ هئڻ هڪ مجبوري بہ ٿي سگهي ٿي، پر ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي مورڳو خواهش ئي نہ رکڻ فقيريءَ جي معراج آهي. اسان ۾ هرهڪ کي هي ڄاڻ آهي تہ دنيا جي جملي جهڳڙن جي جڙ آهي ئي "زر، زن ۽ زمين." پر تنهن هوندي بہ اسان جي پوري عمر انهن ٽنهي لڪشمي ديوين جو پيڇو ڪندي ٿي گذري. اک پڇن يا نہ، اشارو ڏين يا نہ. اسين هر وقت وتون ٿا، انهن اپڇرائن جي پٺ وٺندا. ڪوئي ليکي نہ ليکي اسين بہ آهيون يار جي ليکي لنڊي ڪتي وانگي. وتائي کي هي خبر هئي تہ حضرت آدم جي بنيادي خطا ۽ سندس اولاد يعني انسانن جي جسماني خواهش وچم ڳوڙهو رستو هيو، يا ائين ڪٿي چئجي تہ ساڳي ڳالهہ هئي. ان ڪارڻ زر زمين کان تہ اڳيئي فارغ هيو پر ڪنهن مومل ماڻڻ جي بہ پچر ڇڏي ڏنائين. هن دنيا جي طلسمي چار جا هي سڀ رسا ۽ ٽوڙها چنڻ بعد وتايو پنهنجي زندگيءَ جي مول مقصد ڏانهن پلٽيو، جو هيو، "انسانيت جي روحاني ترقي"، ان مقصد جي ڦهلاءُ لاءِ پنهنجي زندگيءَ جو "قول ۽ عمل" نموني طور عوام آڏو پيش ڪيائين. هن ڪڏهن بہ ولي، غوث يا قطب هئڻ جي هام نہ هنئين ۽ ڪڏهن پلجي بہ درويشيءَ جي دعوا نہ ڪئي. هن پنهنجي لاءِ مشڪره جو پارٽ منتخب ڪيو. ڇهچٽا بہ ڏسندو رهيو ۽ تماشو بہ وجهندو رهيو. سندس ٻول ٻڌي ماڻهو ڪکين تي هٿ رکي کلندا رهيا. اڄ تائين اسان جو اهڙو ردعمل روان دوان آهي.

وتائي جي عام ماڻهن لاءِ شڪايت فقط هيءَ هئي تہ ڪين "ساڃهہ ۽ سڃاڻ" جي رمز هٿ نہ ٿي آهي. هو سواءِ شناختي ڪارڊ جي ڪنهن کي سڃاڻي ئي نہ ٿي سگهيا. سمجهڻ تہ وڏي ڳالهہ آهي. هڪ دفعي بک کان بي حال ٿي رستي ويندي وتايو بيهوش ٿي هيٺ ڪري پيو. ماڻهو رونشي ڪوڏيا اچي سندس چوگرد مڙيا. ڏٺائون وتايو تہ پرلوڪ پڌاريو. مسلمانن چيو تہ واٽيو هيو ان ڪري سندس ڪريا ڪرم ڪري مساڻ نيئي ڪيس ساڙيو وڃي. واٽين نابري واري. چي واٽيو ٿي ضرور ڇائو هيو پر جيئن چوٽي آهي تہ "واڪو وياءِ جيئن وڏي تيئن ڪري" پوءِ سندس افعال مسلمانن جهڙا ٿيا هئا، انهيءَ ڪري ڪيس مقام ۾ فن ڪيو وڃي. ماڻهن جي چوٻولي تي وتائي اک پٽي. سڄاڳ ٿي بوڇڻ ڇنڊي اٿي ڪڙو

ٿيو. چيائين تہ "هاڻي مرڻ ۾ ڪهڙو فائدو جڏهن ماڻهن ۾ سچائيءَ ئي ختم ٿي ويئي آهي."

سوال آهي تہ جڏهن وتائي کي تعليم ۽ ترغيب بہ ڪانہ حاصل هئي ۽ اڻپڙهيل اناڙي هيو. ۽ وري سندس اٿڻي ويهڻي ۽ عام ماحول بہ دهقانين وارو هيو. تہ پوءِ سياڻو ٿيو ڪيئن؟ دراصل سياڻپ ڪنهن کيڏ کيڏڻ، حرفت ۽ هنر سکڻ يا ڪتاب پڙهڻ سان هٿ نہ ايندي آهي، پر مالڪ جي فضل ڪرم سان عطا ڪئي ويندي آهي. فقط عقل ۽ علم جي زور تي ڪا راهہ ملي ها تہ پوءِ عزازيل سڀ کان اڳرو ۽ اڳيرو هجي ها. مون تہ هر عقل جي اڪابر کي اونده ۾ هٿوراڙيون ڏيندي ڏٺو آهي. هر انسان جا هٿ ڏاڏي آدم واري گناهہ ۾ رنگيل آهن جو سندس ورثو آهي. ان ڪري جيستائين سچو سائين ساجهہ نہ ٿو ڏئي تہ پوءِ اکين هوندي بہ انڌو. انسان اهڙي ساجهہ لاءِ ٻاڏائي ضرور سگهي ٿو پر ڏيڻ وس سائين جي آهي ڏئي نہ ڏئي.

وتائي جي ڌرم ۽ دين گهڻن ماڻهن کي منجهائي وڌو هيو، هڪ دفعي سندس ياءُ موروملِ وتائي کي وينتي ڪئي تہ "يائي، تون تہ مسلمان ٿي پاڻ موڪيو، هاڻ مون کي بہ مسلمان ڪراءِ تہ سرڳ ۾ ٻئي گڏ تہ هجون." وتائي رڙ ڪري چيس تہ "يائي اهڙي غلطي نہ ڪج. مور نہ مسلمان ٿج. ورنہ سڄي چمار هٿ هٺندين. ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيڻ تہ آهي سولو ڪم. پر پوءِ جي روزن، نمازن، زڪواتن ۽ تهجدن جا سلسلا شروع ٿين ٿا. تن جي پيروي ڪندي نہ فقط چڙه نڪري ويندءِ، پر ڏيوالہ ٿي ويندين. ڪڏهن پلجي بہ اهڙو جوکر جو ڪم نہ ڪج. هان البت مرڻ مهل مون کي ڪن ۾ ڪلمون پڙهي ٻڌائج تہ آءٌ آخرت ۾ شاهدي ڏيندس تہ ياءُ مورومل مرڻ مهل مسلمان ٿي مئو هيو. بهشت بہ حاصل ٿيندءِ ۽ خفي کان بہ بچي ويندين. ڪم جو ڪم مزي جو مزو." آخرين گهڙيءَ ۾ ڪلمون پڙهڻ جي راز کان اهي الله جا بندا بخوبي آگاهہ آهن ۽ جن کي هي چاڻ آهي تہ زندگيءَ جي هن پر، سندس ٻئي ڪناري ڪهڙو وٺج وڪر ٿو هلي ۽ ڪيئن ٿو وهي واپري. هوندئن بہ سموري زندگيءَ جي عبادت بہ ان لاءِ ڪئي ويندي آهي تہ جيئن آخري گهڙيءَ جي آزمائش کان پار اُڪر جي.

پڇاڙيءَ جي پهر ۾ سرخرو ٿيڻ لاءِ ماڻهو پنهنجي سڄي ڄمار وظيفن ۽ قلبي ذڪر ۾ صرف ڪندا آهن ته جيئن آخرين هڏڪيءَ مهل ڪلمون روان هجي. ورنه سڄي عمر جي ڪمائي هڪ لحظي ۾ رائگان - ٻيو سبب هي ڏنائين ته "مسلمان" ٿي رهڻ انتهائي اوکو ۽ ڏکيو ڪم آهي ۽ وڏي همٿ ۽ حوصلو گهرجي. باقي نالي ۾ نهال ٿي رهڻ مقصد آهي ته پوءِ اها ٻي ڳالهه آهي.

اسان جي ملن مولوين منڪر نڪير، قبر جي سوڙه، قيامت جي گرمي، آخرت جي عذاب، ۽ دوزخ جي دڙڪن ڏيڻ سان اسان جو پگهر ۽ خون ته خشڪ ڪرڻ ۾ پنهنجي فرض ادائي پوري ڪئي آهي، پر هي ڪڏهن به سمجهائڻ جي تڪليف گوارا نه ٿا ڪن، ته آخر هڪ غريب ۽ مسڪين انسان، جنهن "نوريٽڙي جي مهماني آهي فقط ٻه ٻير" تنهن کي عذاب ڏيڻ جا ايڏا ٽڪساد ڇا لاءِ گهڙيا ويا آهن؟ وري دوزخ ۽ منجهس سزائن ۽ ڦاسي گهاٽن جو وچور اهڙي ٿي ٻڌائي وڃي ڄڻ آسمان جي نوانوي ڏهائي پوٽا ڏهه حصن تائين جهنم ڦهليل آهي ۽ باقي اڍائي سئو ڪن وال پلاٽ تي جنت جو ڪوارٽر اڏيل آهي. جو به ظاهر آهي، ته ٺيڪيدارن لاءِ رزروڊ ٿيل آهي. جي وتايو وقت سر نه اچي ها ۽ اسان کي آٿت نه ڏئي ها ته هوند اسان سيني جاهنياؤ هئبت ۾ ڦاٽي پون ها.

هڪ ڏينهن وتائي ماءُ کي چيو ته امڙ بک لڳي اٿم. جيڪر ماني ڪارائين ته ڏاڍو چڱو. ماڻس چيس ته ابا پاڙي ۾وڃي ٽاندو ڪٺي اچ ته ٻاهه ٻاري ماني پچائي ڏيانءِ. وتايو اوڙو پاڙو گهمي واپس خالي هٿين گهر موٽيو. ماءُ کي چيائين ته امان ٻاهه ڪٿي به موجود نه آهي سو وڃان ٿو دوزخ کان چوچڙي ڪٽڻ. ائين چئي وري ٻاهر نڪري ويو. جهٽ ڪن بعد ڪلندو ٽپندو گهر ۾ داخل ٿيو. ماڻس پڇيس ته ابا ٽاندو مليو؟ جواب ڏنائين ته امڙ نه. دوزخ ۾ ويس ته اتي ملائڪ مون تي ڪلڻ لڳا ته هتي ٻاهه ڪٿي؟ الله پاڪ ڪو ٻنيءَ وارو يا نانوائي ته نه هيو جو ٻاهه جا ڪورا يا تنور ٻاري ويهي پنهنجي مخلوق کي پچائي هاف فراءِ ڪري. هتي ته هرڪو ماڻهو پنهنجي آڳ جي ڪوتا پاڻ سان ڪنيو ايندو آهي، جا ٻاهه هو لوڀ لالچ، حسد بغض ۽ نفرت وغيره پنهنجي اندر ۾ جمع ڪندو ٿو

رهي. پوءِ مرڻ پڄاڻان هتي اچي هر انسان پنهنجي ٻاهه جي پونجيءَ ۾ پاڻ ٻرندو ۽ پڄرندو ٿو رهي.

رستي هلندي هڪ هنڌ ويهي وتائي ڳهل ڳهوڙا شروع ڪئي. سندس رڙين تي ماڻهو اچي مڙيا. پڇيائونس فقير خير ته آهي جو دانهون پيو ڪرين؟ وتائي پير مٽي ڪري ڏيکاريو جنهن ۾ هڪ سنهڙو ڪنڊو چڀيل هيو. ڪنهن ماڻهوءَ ڇهنڊي وجهي چپٽيءَ سان ڪنڊو ڪڍي ٻاهر اُڇليو. ماڻهو مٿس هيٺ ڦيٺ شروع ڪئي ته درويش ڪجهه پاڻ کي هٽ ڪر، هن ذرڙي ڪنڊي لڳڻ تي ايترو آسمان اچي مٿي تي ڪنيو اٿيئي. وتائي چيو ته توهان ماڻهن کي آسمان واري جي عادتن جي کهڙي خبر! جي اڄ آءُ ان ڪنڊي لڳڻ تي رڙيون نه ڪريان ها ته سڀاڻي هو هڪ اهڙو ڀالو ٻيجي ڇڏي ها جو نڙگهٽ ڪان ٻسٽ پار هجي ها. چيو ڪونه اٿائين ته "آءُ انسان کي سندس وت ڪان وڌيڪ تڪليف نه ڏيندو آهيان". صبر اختيار ڪري پنهنجي برداشت جي طاقت وڏي هٿڻ جي ڪيئن نمائش ڪريان؟ ۽ پاڻ تي وڌيڪ مصيبت نازل ڪرڻ لاءِ قدرت کي دعوت ڏيان؟

اسان وٽ عام طور، ڪنهن ماڻهوءَ جي لحاظ قدر ۽ سڃاڻپ جي فوٽڪٽي آهي سندس رتبو، مال املاڪ ۽ ظاهري ڏيک ويک. وتائي وٽ هيو ڇا جو ڪيس ڪو ڪنهن مان مرتبي يا آدرياءُ لائق سمجهي؟ اسين سڀي ماڻهوءَ کي سلهه جو مريض سمجهي ڪائونس ٽارو ڪندا آهيون ته مبادا سندس سڃائي اسان کي نه وچڙي وڃي. سو جڏهن وتايو ڪنهن عام دعوت ۾ وڃي شريڪ ٿيو جتي خلق ويٺي خيرات ڪاڏي، ته سندس ڦاٽل ڪپڙا ڏسي ڪيس لوڏي ٻاهر ڪڍيو ويو. گهر وڃي پياءُ جا ڏوتل ڪپڙا پائي وري اچي ساڳي دعوت ۾ شريڪ ٿيو. سمجهيائون ته ڪو معزز ماڻهو وارد ٿيو آهي. سلمچي کٽي سندس هٿ ڌوئاري ٻوڙ پلاءُ اچي آڏو رکيائونس. بجاءِ نوش جان ڪرڻ جي، وتايو ٻوڙ پلاءُ ۽ چانور جا چمچا پري قميص ۽ سٿڻ مٿان هاريندو رهيو ۽ ڪپڙن کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو ته "مهماني اوهان جي آهي، کائو ۽ خوب کائو." مون کي ته لتون هٽي ٻاهر اماڻيو هئائون.

سڄي عمر "توڪل" تي گذران ڪيائين. ڏنائين ته پڪي پڪڻ کان

ويندي جانورن تائين کنهن به سياڻي، لاءِ سمر جمع نه ٿي ڪيو. انسان هڪڙو ئي جانور هيو جنهن جو مالڪ جي رزاقيءَ تي ڀروسو گهٽ هيو. حالانڪ هن هامر وڏي ٿي هنئين. وتايو ته رات جو ياٽيءَ جو گهڙو به هاري پوءِ سمهندو هيو، ته صبح جو سائين، جڏهن انهن کي اڳ ۾ ٿو ڏئي، جن کي نه ڏاند هيو ۽ نه ٻج، ته پوءِ آءُ ڇا لاءِ وينو وسوسا ڪيان؟ جو ڪجهه ملندو هيس اهو به ٻين حوالي ڪري ڇڏيندو هيو. هڪ دفعي ڪنهن ماڻهوءَ روڪ روپيه ڏنس جو وٺي ڦاتو. ڪڏهن ڀهرياڻ جي پلو ۾ ٿي ٻڌائين ڪڏهن ور ۾ ٿي وڌائين. آخر ڪڪ ٿي رستي جي هڪ سڪي وڻ جي پاڙ ۾ پوري ڇڏيائين، ڪنهن ماڻهوءَ کيس ڏسي ورتو. وتائي اجا پٺ مس ڏني ته هن پاهوڙا ڪٽي اچي کوٽائي شروع ڪئي. ڀهرين ئي لپي ۾ رپيو مليس. سمجهيائين ته خزانو ته اجا هيٺ هوندو، پوءِ ته وڻ پاڙون پٽي ساهه پٽيائين. وتايو شام ٽاڻي اچي ڏسي ته وڻ جڙ کان اکڙيو پيو هو. ٺهڪ ڏيئي پاڻ کي مخاطب ٿي چيائين ته "ڏٺيءَ، جي روپيه ڪجهه وقت اجان به پاڻوٽ رکين ها ته ان وڻ جيان اونڌو ٿيل هجين ها."

وتائي جي لطيفن جو ڳچ حصو موت متعلق آهي. ڏسجي ائين پيو ته وتائي جي ملڪ الموت سان گهاٽي ياراڻي هئي ۽ شايد اهڙي اکير سبب کيس ور ور ڪري ياد پئي ڪيو اٿس. پر عام ماڻهو موت کان ڇا لاءِ ٿي ڇرڪيا؟ اهو کيس سمجهه ۾ نه ٿي آيو. موت ته پنهنجي جاءِ، پر ڪنهن کي فقط ڇرچي ۾ ڪراڙو يا ٻڍو ٿي سڏيو ويو ته اهو به کين سخت ناگوار ٿي گذريو. حالانڪ "موت" هڪ حقيقت هئي جنهن لاءِ سورنهن آنا ۽ سو في صدي خاطري هئي ۽ دنيا جو باقي ڪاروبار ته صرف ٻڌ سڌ تي يا گشي ڀتي تي ٿي هليو. موت ئي ماڻهو لاءِ اٽل حادثو هيو ۽ فقط ان ماڻهوءَ وٽ نه ٿي آيو جو اجا ڄائو ئي نه هيو. جي ماڻهن موت جي ڪيڪر نٽي ڪئي يا در آئي سندس آدرياءُ نه ڪيو، ته نه سهي، پر مٿس غم رنج ۽ غصو ڇا لاءِ ٿي ڪيو ويو؟ "موت" ته زندگيءَ جو ڏاج هيو ۽ ڪاگار ته نه هئي. جو ڪنهن جي ڪاوڙ لاءِ سبب بڻجي. وتائي، پاڻ ته موت کي ڇوٽڪارو سمجهي سندس اوسيئڙو ٿي ڪيو. موت ته "چولو" مٽائڻو هيو ۽ وتائي جي چولي ۾ ته اڳيئي ڇتيون لڳل هيون.

هڪ پيري وتائي ڳوٺ جي ڏڪڻ وٽ وڃي سوال ڪيو ته امڙ جي ڪنولي پڄي پيئي آهي جيڪر هلي ناهي ڏين ته مهرباني ٿيندي. واڍي روکڙو جواب ڏنو "وتايا اڄ واندو نه آهيان، واندو ٿيان ته هلي جوڙي ڏيندس". هو هر دفعي اهڙي ڪن لاتار ڪري وتائي کي لنوائيندو رهيو. هڪ ڏينهن وتائي ڏٺو ته ڪو جنازو ڪنيو ٿي ويا. پڇڻ تي پتو پيس ته ساڳيو ڏڪڻ گذاري ويو هيو جو سدائين مشغول رهندو هيو. وتائي ڊوڙي جنازي جو اڳ ونيو ڪلهي ڪانڌين کي ميت جي آخري ديدار ڪرائڻ لاءِ درخواست ڪئي. جنازي کي هيٺ لاهي جڏهن ڪيس منهن ڏيکاريو ٿي ويو ته ميت کي هڪل ڪيائين ته "ادا واڍا، اڄ ته پَڪ واندو هوندين. نويڪلو ڪٽ تي آرامي آهين. هاڻ ته هلي ڪنولي ناهي ۽ پنهنجو واعدو پاڙ."

سومر سپايو وتائي جو پاڙيسري هيو. نهايت نيڪ نمازي هيو پر ڪيس هميشه اها شڪايت هوندي هئي ته ملان سومهٽي جي نماز پڙهائڻ ۾ ڏاڍي ڊيگهه ٿو ڪري. وتائي کي جڏهن خبر پيئي ته سومر سپايو اڄ صبح جو گذاري ويو ته ٿڌو ساه کڻي چيائين ته "چڱو ٿيو جو مري ويو. گهٽ ۾ گهٽ هاڻ سومهٽي واري نماز جي سورن کان ته ڇٽي پيو."

ڪنهن ماڻهو کهل آٿي وتائي کي جُتي وٺي ڏني جا ٻئي ڏينهن تي ڪو شاهينگ چورائي ويس. وتايو وڃي مقام جي لنگهه تي ويهي رهيو "چي: چور جو اڳ تو وٺي هتي ويهانس. اڄ نه سڀان ضرور هتي اچٹو اٿس." حلانڪ ڪيس خبر هئي ته مقام ڏانهن پاڻهرتو ڪوئي به پنڌ ڪري نه ايندو آهي پر ٻيا ماڻهوءَ ڪيس کٽ تي چوڪنيو سلهاڙي کڻي ايندا آهن. ان کان علاوه مردي کي غسل ڏيڻ بهاني سندس تلاشي وٺي، سندس لٽا ڪپڙا لاهي، ڪيس هٿين پيرين خالي آڻي ڏڏڙ داخل ڪندا آهن. پوءِ جتيءَ جي واپسيءَ لاءِ آسرو ۽ انتظار بيڪار هو. پر شايد وتائي ماڻهن کي موت جي يادگيري تازي ٿي ڪرائي ته اڳي پوءِ هي فاني جهان هٿين خالي ڇڏڻو آهي ۽ پوءِ مال متاع جي هيراڦيري ۽ چوري اجائي هئي.

موت کان ماڻهن جو ڇرڪڻ ڪنهن حد تائين واجبي پڻ هيو. ڇاڪاڻ هڪ ته موت هر انسان جو پڇيءَ جيان پيرو ڪنيو ٿي ڪڏ گهميو.

هيو وري انڌي هاٿي جيان نہ ٿي ڏنائين مند يا موسم ۽ ازغئبي اچي ٿي ڪنڌ تي ڪڙڪيو. پر الله پاڪ، جو خالق ۽ رازق هيو ۽ رحمان الرحيم هيو، تنهن ڪان ماڻهو ڇالاءِ ٿي ڊنا. هو ڪو اجگر اژدها يا مانگرمڇ تہ نہ هيو جو ڪنهن کي هڙپ ڪري ڳڙڪائي. هو تہ پڙدي پوش ڍڪڻهار هيو ۽ صاحب رب ستار ۽ غفار هيو ۽ انسان جو اڪيلو اجهو ۽ آسرو هيو. پوءِ اهڙي محسن مالڪ کان خوف زده ٿيڻ جو ڪارڻ؟ هي برابر آهي تہ سندس نوانوي نالن ۾ هيڪڙ بيڪڙ صفتون اهڙيون بہ هيون جن ۾ قهر ۽ جبر بکيو ٿي، ليڪن الله جي اها ڏاڍ مڙسي فقط ڏاڍن کي ڏارڻ ۽ اوچي ڳاٽن کي نوائڻ خاطر هئي. عدو موچي عثمان حجم ۽ سومر نانوائيءَ جو اهڙين نادري وصفن سان ڪهڙو واسطو؟ وتائي، عدو موچين عثمان حجمن ۽ سومر نانوائن کي اهڙي الله سان ڏيٺ ويٺ ڪرائڻ جو اُدم ٿي ڪيو جو فقط غريبن جو رب هيو ۽ آسمان تي نہ پر زمين تي حاضر ناظر هيو. هو پاڻ بہ وتائي جي راءِ مطابق، غريبن جيان غريب هيو، معصوم هيو ۽ اٽجاڻ هيو. اٽجاڻ بہ اهڙو جو کيس گڏہ ۽ گانءِ وچ ۾ فرق جي خبر بہ خير ڪا هئي.

وتائي کي ڪنهن سخي مرد هڪ ڪراڙي ڳئون خيرات طور ڏني. وتائي ڳئون ماتا جي ٽهل ٽڪور تہ گهڻي ئي ڪئي. پر ڪمن ڪنير جي گڏهہ روزانہ رات جو اچي گاهہ پنو کائي وٺاڻ بهاري هلي ويندي هئي. آخر ڪڪ ٿي وتائي هڪ ڏينهن هٿ کڻي الله کي عرض ڪيو تہ مالڪ، ڪنن واريءَ کي مار تہ سنگن واريءَ جي جان ڇٽي. صبح جو ڏنائين تہ سندس ڳئون مئل پيئي هئي. پنهنجي اکين تي اعتبار نہ ڪندي هڪ انڌي کي گهر وٺي کيس ڇيائين تہ هي جانور تہ سچاٽي ڏي. نابين ٺوراڙيون ڏيئي فتوا ڏني تہ هي جانور ڳئون هئي. وتائي کلي چيو تہ "الله کي اها خبر بہ ڪانهي. دعا ضرور اگهايائين. پر ڪنن واري ۽ سنگن واريءَ وچ ۾ تفاوت جي ڄاڻ کيس بہ ڪانہ پيئي".

وتائي جو واسطو ان اهوجهہ ۽ مسڪين عوام سان هيو جي فصيح ۽ بليغ ۽ عالمانہ فلسفن کي سمجهڻ کان لاچار هئا. کين پنهنجي سوچ ۽ سمجهہ آهر هڪ سادي سودي ۽ سليس نسخي جي لوڙ هئي. قبر ۽

قيامت جي عذاب ۽ دوزخ جي دڙڪن کان ڊنا ضرور ٿي، ليڪن هي سمجهي نہ ٿي سگهيا تہ سندن قصور ڪهڙو هيو؟ هو ڪو نمرود، شداد ۽ فرعون ٿوروئي هئا. هو تہ اڳيئي غريب، مسڪين ۽ اڪن تي پارو هئا، جن زندگيءَ ۾ بہ ويلا پيٽ ڀري بہ ماني مشڪل کاڌي هئي ۽ ڍئو جي اوڳرائي ڏني بہ ڪين سال گذري چڪا هئا. هنن هڏ هٽندي ۽ رات ڏينهن ءَ تتيءَ تڏيءَ هلندي نانگ وچون ٿي لتاڙيا. هيءَ دنيا وري سندن لاءِ ڪهڙو بهشت هئي؟ پوءِ اهڙن اپيپاهن کي ڊيڄاري سندن ساهہ ڇا لاءِ ٿي سڪايو ويو؟ جيڪڏهن ڪين هڙان نہ ٿي ڏنو ويو تہ ساٿن ڪو وڙ تہ ڪيو وڃي. ڪيسي جو سخي تہ نہ ٿي سگهيو، پر زبان جي سخا ۾ ڪا ڪنجوسي نہ ڪيائين. اهڙي پيار ۽ پريم جو پرچار ڪيائين جو خوف کان بلڪل خالي هيو. اهو بہ اهڙي منڙي نموني جڻ ٻار ٿي پرچايائين يا رنل ٿي سرچايائين. چي قبر کان ڪهڙو ڊپ؟ هوءَ تہ مائي مٽي هئي. انسان کي پناهہ ٿي ڏنائين ۽ سندس لڄ ۽ آبرو ٿي رکيائين. جمڻ کان اڳ ماءُ جو پيٽ ۽ مرڻ بعد امڙ مٽيءَ جو پيٽارو. دوزخ تہ پاڻ وڃي روبرو ڏسي آيو هيو. هتي ڪا آڳ نہ هئي. اوهان فقط هن دنيا ۾ باهہ لاءِ سامان جمع نہ ڪيو. پاڻ تي ڪو "الزام" نہ ڪٽو، ۽ قدرت کي سزا لاءِ ڪو بهانو نہ ڏيو.

ڪنهن ماڻهوءَ وتائي تي وار ڪرڻ لاءِ متس لٺ اولاري، وتائي وائڙو ٿي پڇيو تہ ايڏي ڪاوڙ ڪهڙي قصور ڪارڻ ؟ لنباز وراڻيو تہ "تون پاڻ چوندو آهين تہ هٽي هٽائي پاڻ الله ٿو، پوءِ مون کي بہ اهڙو حڪم ڪيو هوندائين." وتائي ٺهڪ ڏيئي چيو تہ "الله کي واٽيو مارڻو هوندو تہ هر حال ۾ ماريندو، پر موڙک تون پاڻ تي "الزام" ڇالاءِ ٿو ڪٽين."

هڪ ڀيري وتائي جي گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪا شيءِ ڪانہ بچي. ماڻس چيس تہ ابا مون کي تہ ڪو اٽو بہ اڌارو نہ ٿو ڏئي تون ڪو بلو ڀيٽي ڪر. وتائي چيو تہ امڙ فڪر نہ ڪر، رزق جو ٺيڪو پاڻ ڪنيو اٿس. وڃي ٿو ان ٺيڪيدار کي ڳچيءَ کان وٺان. خالي ۽ ڦاٽل ڳوڻ ڪٽي هڪ ڀير جي وڻ تي چڙهي مٿي منهن ڪري هڪل ڪيائين تہ "مون جيان جيڪڏهن تنهنجا بہ خزانا خالي ٿي ويا آهن تہ پنهنجي ڏيوالہ هئڻ جو اعلان ڪر، تہ اءُ ڪو ٻئي جو در تاڙيان. ورنہ اَن جي ڳوڻ ڀري ڏي جو امڙ ٿي انتظار ڪري"

اجان وڻ تي ويٺي الله سان حالي احوالي ٿي ٿيو تہ ڪنهن ڪهل آڻي ٻاچڪو انس جو پري هيٺ اڇي رکيس. وتايو اٿو ڪٽي امڙ وٽ آيو ۽ چيائين تہ "اڄ ڪلهہ ان پيهائي ٿو ڏئي ۽ اجان ٻہ چار منٽ ترسان ها تہ ماني پچائي بہ ڏئي ها."

وتايو انهن سيلاني درويشن ۾ هڪ هيو جي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ انسانيت کي آٿت ۽ ڏڍ ڏيڻ لاءِ وقت بوقت پئي ايندا رهيا آهن. جيئن يونان جو ڊايو جنيس، ترڪيءَ جو ملان نصيرالدين ۽ ايران جو شيخ چلي. اهو سلسلو صدين کان هلندو ٿو اچي. دنيا جي هر دور ۾ ڪونہ ڪو درويش اهو ورثو سنڀاليندو ۽ جاري رکندو ٿو رهي. پير ڳوٺ وارو آندو فقير ۽ خيرپور جو فولاد فقير بہ ساڳئي زنجير جون ڪڙيون ٿيون ڏسجن. هر قسم جي درويشن واري انت ۽ بحر جي ڪا ڪل نہ آهي. هو هردم پنهنجي حال ۽ قال ۾ مست الست رهن ٿا. هو نہ بنده خدا ٿا ڏسجن، ڇاڪاڻ تہ هو مذهب جي احڪامن جي ڪا پيروي نہ ٿا ڪن، نہ بنده زمانہ، جيئن جو زماني جي هر تعلق ۽ تقاضا کان بلڪل آجا ۽ آزاد آهن. شرعي اعتبار کان هي درويش دين ۽ دنيا ٻنهي دائرن کان ٻاهر آهن.

مستن ۽ مجذوبن جيان اهڙن فقيرن جي ڪڍ لڳڻ يا سندن نقش قدم تي هلڻ هڪ سراسر ناداني ٿيندي. ڇاڪاڻ تہ جڏهن هو ڪنهن تي راضي ٿي دعا ڪندا تہ وڏ ۾ وڏ ڪيس پاڻ جهڙو مست ملنگ بڻائي ڇڏيندا. جو صورتحال هڪ ذميوار انسان لاءِ هرگز قابل قبول نہ ٿيندو. هو غيرذميوار بي جوابدار ۽ بي لغام "الله لوڪ" آهن. ڪين نہ گهر نہ گهاٽ، نہ رن نہ روڳڙي ۽ نہ مٽ نہ مائٽ. آئٽا نپٽا. آئي تہ ڪاڏي نہ تہ الله واهي. آخر اهي ماڻهو ٿڪ نہ ڏيندا تہ ٻيو ڪير ڪلندو؟ هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ سندن معنيٰ خيز "مرڪڻ ۽ مشڪڻ" هر زماني جي دلگير ۽ ڏنل آدم ذات لاءِ هڪ دلداري ۽ دلاسو ۽ درس ثابت ٿئي ٿو. اجا بہ جيڪڏهن ائين چئجي تہ وتايو ۽ سندس طريقي وارا فقير ڪنهن بہ انساني درد جي ڪا دوا نہ آهن، البت هڪ قسم جي روحاني "ائسپرو" جيان عارضي طور انسان جي درد سري ۽ ٿڪاوٽ دور ڪري ڪيس آٿت ڏيئي تازي دم ڪن ٿا ۽ بس.

# محمّد ابراهيم جويو

هڪ انگريز سيلاني خاتون، مائي اسٽيلا هولٽ، جا موهن جو دڙو ڏسڻ لاءِ سنڌ ۾ آئي هئي، تنهن ڳالهيون ڪندي سوال ڪيو، ته اوهان وٽ "پنهنجن سان پريت" جي ڪسوٽي يا تصور ڪهڙو هيو؟ سوال جي جواب ۾ مون ڪيس گوتم ٻڌ جي هڪ پوئلڳ جي ڪهاڻي ٻڌائي. ته هڪ بکشوءَ کي جڏهن ٻوڌين جي بهشت "نروانا" ۾ داخل ٿيڻ لاءِ چيو ويو، ته هي چئي انڪار ڪيائين ته "جيسين سڀيئي بکشو بهشت ۾ نه پهتا آهن ته مون اڪيلي لاءِ جنت ماڻڻ ڪهڙي ڪم جي." مائي هولٽ اچرج ۾ اچي ٻيهر سوال پڇيو ته ڀلا اوهان وٽ ڪو اهڙو سنڌي موجود آهي جنهن کي ٻئي سنڌيءَ لاءِ ايتري سڪ هجي جا ٻوڌي بکشوءَ واري ماڻ جي لڳ ڀڳ هجي؟ آءٌ سوچ ۾ پئجي ويس. ڇاڪاڻ ته سنڌين کي پنهنجي ٻولي ۽ وطن جي حب ته بي حساب هئي. پر هڪ ٻئي سان سڪ؟ اهو چوڻ مشڪل هيو. لاجواب ٿي ماٺ ۾ رهيس. اها ڳالهه پنجويهه سال کن اڳ جي آهي. پر جي اڄ ڪو مون کان ساڳيو سوال پڇي ته شايد ڪيس ٽڏي تي ٺي هڪ بجاءِ ٽن سنڌين جا نالا ڏيان، جي منهنجي خيال ۾ اهڙائي سنڌي ٿي سگهن ٿا. جويو صاحب انهن ٽن ۾ هڪ آهي.

محمّد ابراهيم جويو سنڌ جي انهن اڻ ڳڻت انسانن ۾ هڪ آهي، جن کي اسين استاد جي عظيم ناتي سان سڏيندا آهيون. ڪاٿن علم پرائي پوءِ ڪين ادب احترام سان وساري ڇڏيندا آهيون. ڇو ته "ڪم لٿو ڏکڻ وسريو" نه فقط اسان جي پر دنيا جي پراڻي روائت آهي. پر جويو اڪيلو استاد آهي جنهن پاڻ وسارڻ جو ڪنهن کي موقعو ئي نه ڏنو. اٽڪل اڌ صديءَ کان، سنڌ جي هر نئين پيڙهيءَ سان، "سکيا جو ساٿ" سانده نباهيندو ٿو اچي. اڀرا سڀرا، ڪچ ڪنواٺ جي به سندس پناري پيا، سي لاڏو به مهري ٻڌائي راس ڪيا اٿائين. علمي سکيا کي پيٽ گذران جو پيشو ڄاڻڻ بجاءِ آدرش ۽ عبادت ڄاتائين. جڏهن ادب جي آڻڻ ۾ پير

پاتائين تہ پنهنجون قلمي ڪوششون بہ سماجي سنوار ۾ سيڙايائين. اڄ ڪلهہ جا ٿوري گهڻي ادبي، سماجي ۽ سياسي سجاڳي ڏسجي ٿي، تنهن جو سهرو بہ گهڻين پانگي سندس سر آهي.

ائين بہ ڪو هروڀرو صحيح نہ آهي تہ سنڌ ۾ ڪو استادن جي اڻ هوند هئي. جنهن ڪوڻ جي پورت جويو صاحب ڪئي هجي. هرگز نہ. استاد اسان وٽ پلئون پل. اسان وٽ اهڙا استاد بہ ڪيئي هوا جن سموري عمر علمي ڪيتيءَ جي سرسيتيءَ ۾ گذاري هئي. پر گهٽائي اهڙن جي هئي جن جي درس مدرسن تائين اچي ڇيهہ ٿي ڪيو. يا وري ڪي اهڙا بہ هئا جن علم عقل کي پاڻ وٽ جمع ڪري محفوظ ڪيو هيو. جئن ڪي ڏن دولت ميڙي ڪوٺي ڪڍي وياج وٺيءَ جو وهنوار ڪن. ان لحاظ کان جويو صاحب هڪ الڳ مڪتب فڪر جو استاد هيو. علمي سکيا جي ڦهلاءُ گڏ علم جي طالبن کي علمي ترغيب جو سبق پڻ پاڙهيندو رهيو. ڳليءَ ڳليءَ وڃي ڪڙو ڪڙڪائي ۽ سڏ ڪري راه جي ڏاه ڏيندو رهيو. سنڌ ۾ اهڙو ڪو ليکڪ شاعر يا فنڪار شايد ئي هجي جنهن سان دلي جاني سهڪار نہ ڪيو هجيس. وري اهڙي اڻٽڪ ۽ سر توڙ جاکوڙ بہ بنان عيوضي ۽ بنا اجوري!

١٩٣٨ع ڌاري سنڌ مدرسہ اسلام ڪراچيءَ ۾ گرئجوئيٽ ماسترن جي هڪ نئين کيپ وارد ٿي. جن ۾ اي- ڪي بروهي صاحب، غلام الله ميمڻ، شيخ ساز علي، امداد علي شاه بخاري ۽ جويو صاحب شامل هوا. مڙني ۾ هڪ ڳالهہ هڪ جهڙي هئي. اها هيءَ تہ، سڀيئي غريب سنڌي گهرائن جا چشم و چراغ هوا ۽ اڪثر ڳوٺاڻا هوا. پر هر غريب جي وڏي ڪمزوري هميشہ اها ڄاڻائي وڃي ٿي تہ ڪيس ڌن دولت جي سوچ ۽ لوڇ شاهوڪار کان بہ وڌ رهي ٿي. سواءِ جويو صاحب جي ٻين سڀني ماستريءَ جي مرتبي کي مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ طور استعمال ڪيو. ذاتي ترقيءَ جي تاڪ ۾ رهيا. ترت داڻو ڪٽو ٿي ٽڙي پکڙي ويا. بروهي صاحب وڪيل ٿي وڃي وزارت کي رسيو. غلام الله صاحب کي سرڪاري گهاٽو وٺيو جتي اڄان سوڌو وهندڙ آهي. بخاري صاحب وڃي مختيارڪار ٿيو ۽ پوءِ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. شيخ ساز علي ملٽريءَ ۾ ڀرتي ٿي ميجر ٿيو. جويو اتي ئي رهيو ۽ ڪنهن ٻئي رخ ۾ وک نہ وڌائين. جي هو بہ چاهي ها تہ دولت ديوي ۽ مرتبي جي مومل ماڻي سگهي ها. پر هن ماستريءَ جي مفلسيءَ کي پنهنجو نصيب ڄاڻي استاد ٿي رهيو ۽ اڄ بہ اهوئي آهي.

چيو وڃي ٿو تہ علم وڏي دولت آهي. بلڪل درست. پر منجهس هڪ وڏي اوڻائي آهي. جو ان دولت سان نہ پيٽ ٿو ڀري سگهجي ۽ نہ جسم ٿو ڍڪي سگهجي. نہ وري علم سان زندگيءَ جي ٻي ڪا ضرورت ئي پوري ڪري ٿي سگهجي. ڇا لاءِ تہ پيٽ جي پالنا جو واسطو پئسي سان آهي ۽ نہ جاميٽري يا جاگرافيءَ سان. ۽ پئسو ڪمائڻ هڪ هنر آهي، ڪيڏ آهي يا هٿ جي صفائي. پر علم نہ آهي. خاص طور پئسي ڪي هيڻ يا ٽيڻ ڪرڻ هڪ الڳ فن آهي. جو جادو جويو صاحب کي اصل هٿ نہ آيو ۽ شايد ان ڏس ۾ واجهہ ئي ورلي وڌائين. سالن جا سال سعيد منزل لڳ هڪ سوڙهي فليٽ ۾ اهل عيال سميت مسواڙي ٿي رهيو. اهو بہ ڪراچيءَ جهڙي جواگر شهر ۾. جتي ماڻهو پنهنجي قسمت اک ڇنڀ ۾ هڪ ئي داءُ لڳائڻ سان بدلائي ڇڏيندا آهن. قسمت بدلائڻ تہ پنهنجي جاءِ. پر هي درويش پنهنجي لباس جي خاڪي پتلون بہ بدلائي نہ سگهيو. جا ڇٽن سالن تائين، سياري اونهاري مون ساڳي ڏٺي. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ ان زماني ۾ انگريزي ماستر جي پگهار سوا سؤ رپيا هئي. جا اڄ رواجي بوٽ جي بها بہ نہ آهي. تہ بہ تڏهن اها وڏي مايا ليکي ويندي هئي. انهن ڏينهن ۾ مون واري سٽڻ جا پاڇا بہ آزاد نظم جيان وائکا، بي سرا ۽ ڪٽل هوندا هوا. شايد ان ڪري هين جي پٽڙي حالت منهنجي دلي آٿت جو ڪارڻ ٿيندي هئي!

ڪراچيءَ جا ائيئي سال جويو ٻار پڙهائڻ گڏ پنهنجي ذهني سرسيتي ۽ ان اٻوجهہ لوڪ لاءِ سوچيندو رهيو جن سان سندس ازلي انگ اڙيل هيو. يا وري بقول سندس، جي مظلوم محروم ۽ مجبور هوا. اهڙي سوچ ويچار لاءِ سمنڊ جو ڪنارو هڪ وڏي اپل هيو. ڇو تہ ڪراچي شهر نہ فقط گوڙ گهمسان جي مڇي ميانِي آهي. پر پيدائش بہ تہ مائي مهاڻيءَ جي آهي. سنڌ جي سرزمين سنڌو درياه جي ڏنل سوڪڙي ئي سهي، پر حاصل ڪيل تہ سمنڊ کان آهي جنهن ڪيس جيءُ ۾ جاءِ ڏيئي، پاڻ پريرو ٿي ڪيو. هونءَ بہ سنڌ جي صورتحال جو صحيح تصور بہ سمنڊ کان ئي ٿي مليو. جنهن جي مٿاڇري تي ماٺائي هئي ۽ اندر ۾ اوڌم متل. هر وڏي مڇيءَ ننڍيءَ کي هڙپ ٿي ڪيو. ننڍڙيون مڇيون سر بچاءُ خاطر سمنڊ جي ڪنارن يعني ٻهراڙيءَ ۾ ٿي رهيون. ڪناري لڳ وڏين مڇين اڇڻ ئي پنهنجي هتڪ ٿي سمجهي. جتي مانگر مڇن ۽ واڳن جو راڄ هجي تہ

بلائن جو مقابلو بہ تہ ڪرڻو هيو. پوءِ پاڻيءَ ۾ هجن يا زمين تي. پر هو تہ مسڪين ماستر هيو. ڇا ٿي ڪري سگهيو؟ پر جڏهن هڪ منڊڙو موررڙو مانگر مڇ ڪي ماري ٿي سگهيو؟ تہ ڇو نہ هڪ ماستر!

گهٽ ۾ گهٽ هو انهن گونگن گگدامن جي زبان ٿي سگهيو ٿي جي واقعن جي ڳاهڻ ۾ ڳاهجي پنهنجي آواز جي قوت وڃائي ويٺا هوا. ان ڏس ۾ قلم کڻي جويو صاحب مضمون، ڇوپڙيون ۽ ڪتابڙا لکڻ جي شروعات ڪئي. سندس لکڻيون ڪي عشق محبت جا داستان يا من گهڙت ڪهاڻيون نہ هيون. پر اهڙيون ڳالهيون ضرور هيون جن ماڻهن جي دلين ۾ آس ۽ اميد جا امڪان پيدا ٿي ڪيا. جي ستايل هوئڻ خوف ۽ مايوسيءَ سبب گهٽيل ۽ دٻيل هوا، جا وقت جي ضرورت بہ هئي ۽ خلق خدمت بہ. سندس سوچ جي نپوڙ هئي سماجي حق انصاف جي بحالي. يا پورهيت لوڪ راڄ. "جويو" صاحب هي ڏسڻ ٿي چاهيو تہ هاري پنهنجي پوکيل سموري ڪٽڪ پاڻ ڪائڻ جي خوشي حاصل ڪن. هر انگ اگهاڙي ۽ بکئي پيٽ کي نہ فقط ڪپڙو لٽو ۽ ان اتو ملي، پر ڪين ملڪي حڪومت ۾ حق ۽ حصو هئڻ جو فخر بہ حاصل ٿئي. هو بہ ان اوسيئڙي ۾ رهن تہ سندن ٻار وڏا ٿي سگهيا پرائي پنهنجي ملڪ جا جنرل ۽ فيلڊ مارشل ٿين. جي مسڪين هاڻ چپراسي ۽ چوڪيدار بہ ٿي نہ ٿي سگهيا. ذاتي طور جويو ڪنهن منطق يا مت جو مخالف نہ هيو سواءِ "شاهيءَ" جي. پوءِ اها آپيشاهي هجي، نوڪر شاهي يا وڏيرا شاهي. ڇاڪاڻ تہ اهي مڙوئي شاهيون ان انڌي طاقت جا جدا جدا روپ هوا، جنهن طاقت کي "ضمير" هيوئي ڪونہ.

سنڌ جي ڌرتيءَ تي پورهيتن جا حق واسطا قائم ڪرڻ لاءِ ادب ۽ ثقافت جو سهارو وٺڻ هڪ جائز ۽ لازمي وسيلو هيو. هڪ پنتي پيل اڻوڄهہ عوام ۾ سياسي شعور ۽ سماجي سجاڳي آڻڻ لاءِ ٻيو رستو ئي ڪهڙو هيو؟ هي برابر آهي تہ سنڌ جي ديسي ماڻهن ۾ هزار عجيب ۽ اوڻايون هيون. پر انهن اوڻائين هوندي بہ، سندن جي سنڌ تي حق هوا، انهن ۾ ڪا ڪمي نہ ٿي آئي؟ ورثو هميشه وارثن جو هوندو آهي. پوءِ اهي لولا هجن يا لنگڙا. ڪو فرق تہ ڪونہ ٿو پوي. زندگيءَ جي ذونق زنده رکڻ لاءِ ڪين نت نئين صبح اڀرڻ جو سنيهو ڏيڻ ضروري هيو. نہ تہ جنهن قسم جي ٻاڙي ۽ ٻسي زندگي سنڌي گذاري رهيو هيو، تہ سندس آخري

امید جي گل ٿيڻ جو بہ گمان غالب هيو. ڇاڪاڻ تہ انساني ذهن بہ زرعي زمين مثل آهي. منجهس هر هلائي سانهر نہ ڳهمايو ويو تہ زمين ڦاٽي پوندي. جي ياڻ نہ وڌو ويو تہ سندس ڦَلُ ختم ٿي ويندو.

پنهنجي زندگي ۽ سندس مقصد جي سمجهاڻي ڏيندي چوي ٿو تہ،

"اسين سنڌ وارا جنهن ڌرتيءَ تي ۽ جنهن سماج ۾ رهون ٿا تہ ان ڌرتي ۽ سماج آڏو هڪڙو مقصد ظاهر ٿئي ٿو. جيڪو وقت جو سڏ آهي، اهو هي تہ مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ جي رنڊڪون ۽ رڪاوٽون راه ۾ اچن ٿيون انهن جي سڃاڻپ ڪئي وڃي، ۽ جي سازگار يا مددگاري چيزون آهن انهن کي پنهنجي سامهون چٽيءَ طرح ڏسي سگهون . . . منهنجي اهڙي دلي مراد جو پس منظر ۽ منطق اهو آهي تہ آءٌ هڪ هاريءَ جو پٽ آهيان. سنڌ جي ٻهراڙيءَ جو ڳوٺاڻو آهيان . . . ۽ پورهيت آهيان. غربت بيماري، جهالت، لاچاري ۽ ظلم. انهن جون جيئريون جاڳنديون صورتون ڏٺيون آهن. قائم ٿيل نظام جي ڪنهن بہ هڪ انگ کي اسان ڪڏهن ڪنهن مظلوم جو پاسو ڪٽندو نہ ڏٺو آهي. وڏيراشاهي سنڌ جي ڳچيءَ کان جهليو ۽ گهٽيو بيٺي آهي ۽ ان کي ساه ڪڻڻ ئي نہ ٿي ڏئي. جنهن مظلوم محروم ۽ مجبور عام خلق سان منهنجي ڄمڻ ۽ مرڻ جو واسطو رهيو آهي هيءُ ازلي انگ آهي. جيڪو هر غيرت مند، خوددار ۽ باعزت ماڻهوءَ کي نباهڻو پوي ٿو. ڪنهن کي ڪيئن ۽ ڪنهن کي ڪيئن!"

ان ازلي انگ جي ناتي نباهيندي جويو صاحب پنهنجي عمر جي سڄي پونجي سيڙائي آهي. سندس جاڪوڙ جو ڪاٿو ڪرڻ ڏکيو آهي. ڇاڪاڻ تہ سندس سرسيتيءَ جي سيڙپ نئين فصل ۾ نہ پر نئين نسل ۾ آهي. جنهن پوک جي پچي تيار ٿيڻ لاءِ پيڙهيون گهرجن. اسان جو نوجوان نہ فقط الهڙ آهي پر تڪڙ ۾ پڻ آهي. اهڙي ابهر جو هن ترىءَ تي بهشت ٿي طلبيو. جنهن معجزي لاءِ جادوءَ جي ڏيئي جي لوڙ هئي ۽ نہ جوبي جي. يا وري ڪو امام هادي يا امام مهدي اچي سرواڻ ٿئي. جن جو هاڻ اوسيئڙو ڪيڻ اڄايو هيو. سندن جاءِ سنڌ ۾ "استاد" ورتي هئي. ڪنهن سيڪڙاٽن کي سکيا ٿي ڏني. ڪنهن لوڪ ادب جو وچايل ورثو ٿي سهيڙيو. ڪنهن ڪانفرنسون ڪوٺائي جاڙيجا تي جاڳايا. تہ ڪنهن پورهيتن لاءِ پاڻ ٿي پتوڙيو. سيئي "استاد هوا" ۽ سيني جي جدوجهد ساڳي هئي. تہ اسان جا ابوجها غربت جي ڏيڻ ۽ پابنديءَ جي پنجوڙن کان

آجا ٿي سهڻي ۽ شاناڻتي نموني جياپي جون گهڙيون بسر ڪرڻ لائق ٿين. جنهن ڏس ۾ ڪين سهاري ڏيڻ جي سخت ضرورت هئي.

جويو صاحب جي ننڍپڻ گورن جي صاحبيءَ ۾ گذري. ڦوهه جوانيءَ ۾ انگريزن جي عروج جو سج غروب ٿيندي ڏٺائين. ڪانگريس جا آکاڙا ۽ مسلم ليگ جا ملاکڙا سندس اکين آڏو ٿي گذريا. جنهن گهرو چٽاڀيٽيءَ وچي ورهاست جي وڍ ڪٽ تي دنگ ڪيو. ورهاڱي وقت ۽ تهان پوءِ جو ڪجهه سنڌ ۾ وهيو واپريو، ان جي اثر کان بہ متاثر ٿيندو رهيو. ڇني ڇماهيءَ پنهنجي دل جو غبار بہ لکڻين وسيلي هلڪو ڪندو رهيو. نتيجي ۾ جي عام طور عتاب سياسي سمجهہ رکندڙن تي نازل ٿيندا آهن، انهن ۾ ڪجهہ ڇنڊا مٽس بہ پوندا رهيا. جا ڪا وڏي ڳالهہ تہ نہ هئي. ڇاڪاڻ تہ مهڻن سهڻ جا عادي سنڌي صدين کان آهن. هاڻ ڪين "ڏاهر جي اولاد" سڏي سرخرو ٿي ٿيا. ياڻئن تہ محمّد بن قاسم اصل ڪوڪرا پار کان اچي سنڌ فتح ڪئي هئي! مزو اهو جو مٿن الزام "اسلام" جي نالي ۾ مڙهيا ئي ويا. جو عجيب پڻ هيو. ڇڻ تہ ڏهٽيءَ، نانيءَ کي ويم ڪرڻ تي سيکاريو.

ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو هيم تہ انسان جي زندگي هڪ قسم جو "ڪل يوگ" يعني (ڪاميڊي) آهي. جيڪڏهن ڪيس پري کان ڏسجي تہ. پر هڪ غمناڪ حادثو (ٽرئجڊي) جي ڪيس ويجهو ٿي پسجي. سنڌ جو بہ هر حڪومت لحاظ کان ساڳيو حشر پئي رهيو آهي. ڪيس هميشه پهاڙي اوچائيءَ تان پئي جاچيو ويو آهي. ۽ اوڏڙو اچي سندس گهايل ۽ ڦٽيل وجود کي ڏسڻ جي تڪليف ئي گوارا نہ ڪئي ويئي آهي. نہ تہ اهڙي تعصب، ڌڪار يا نفرت جي تہ ڪا ڳالهہ ئي نہ هئي. هن حقيقت جي ڇاڻ هرهڪ کي هئڻ گهربي هئي تہ تاريخ جي روشنيءَ ۾ سينئي "نظرين" جو هڪجهڙو تصور رکڻ يا هڪجهڙي مجتا هئڻ ناممڪن پڻ هئي. ڇاڪاڻ تہ روائت زباني هجي يا لکت ۾، پر هر تاريخ جي ڪسوٽي "يقين" تي منحصر هئي. جي هي صحيح آهي تہ پوءِ ڪنهن تي يقين ڪريون؟ ظاهر آهي تہ پنهنجن ماڻهن تي. اڳ ۾ انهن تي جن جا اسين ڄايا ۽ نپايل آهيون. پوءِ ڪهڙي سبب اسين پنهنجي ابن ڏاڏن کي ڪافر ۽ غدار سڏيون باقي

ڀين کي غازي ۽ حق جو علمبردار؟

سنڌي فطرتي طور تي شڪر گذار ۽ ٻانهن ٻڌي دعاگو قوم آهن. هو ته انهن جا به ڳڻ ڳائيندا رهيا آهن جن ساڻن جنگيون ڪيون ۽ مٿن حڪومت ڪئي. خاص طور انهن جا، جن آئي اسلام جي روشني آئي يا جن سندن ٻاجهاري ٻوليءَ کي سنواريو ۽ ورسايو. پر هو ان حقيقت کان ڪيئن انڪاري ٿين ته هو هن ديس جي مٽي نه آهن؟ آخر سڀيئي سنڌي ڪو عرب کان پارسل ٿي ته هت نه پهتا هئا. پنهنجي اصليت وسارڻ ڪو هروڀرو اسلام ته نه آهي. جي ڪو ماڻهو اسلام قبول ڪري شيخ عبدالمجيد ٿو سڏائي ته هو پنهنجي پيءُ ليلارام هئڻ کان به انڪار ڪري ڇا؟ جي ائين آهي ته پوءِ ته هر سنڌي مسلمان ڪهڙي نسبت اختيار ڪري؟ حضرت عيسيٰ واري؟

جويو صاحب جو الله سان عشق آهي الاجي نه؟ جنهن سنڌ ۾ سدائين سڪر سٽائي پئي ڪئي آهي. پر اها شاهدي جويو جا دشمن به ڏيندا ته سندس سنڌ جي ماڻهن سان بيحد عشق آهي جن پنهنجي محسن کي ڪڏهن به وساريو نه آهي. اهڙي اٿاه عشق جي وڏي ضرورت پڻ هئي، ڇاڪاڻ ته سندن پريشانين ۾ ڏينهون ڏينهن وڌيڪ اضافو ٿي رهيو هيو. ڇو ته هاڻ ڪين پنهنجي صفحِ هستيءَ تان مٽجي وڃڻ جو خطرو درپيش هيو. هو ٻن ٻاهين وچ ۾ گهيريل هوا. پنهنجن جي بي رخي ۽ پروان جي بي رحمي. جياپي لاءِ جدوجهد جاري هئي، جو قدرت جوبنيادي اصول هيو. جنهن قدرت ٻوٽن جانورن ۽ ماڻهن کي پنهنجي بچاءُ ۽ بقاءُ لاءِ طاقت ٿي بخشي. سنڌ ڪو قدرتي قانون جي دائري کان ٻاهر ته نه هئي؟

# شاه جي سنڌي موسيقي

شاه لطيف ڀٽائي سنڌ جو عظيم صوفي ۽ زنده شاعر آهي. سندس روحاني جوهر رسالي جي هر بيت ۽ وائيءَ ۾ پيو جرڪي. جنهن ھاجهون هو لکن ڪروڙن دلين تي ڇانيل رهي ٿو. جهڙس مثال پاڪستان توڙي هندستان ۾ ملڻ مشڪل آهي. ارمان فقط هي آهي جو هن روحاني رهبر جي هڪ ٻي حيثيت جا پڻ پنهنجي جاءِ "عظيم" آهي، تنهن کي درگذر ڪيو ويو آهي. دراصل شاه جو مقام بطور هڪ صوفي ۽ شاعر جي، ماڻهن جي دل ۽ دماغ تي ايترو غالب رهيو آهي جو سندس "موسيقار" هئڻ جو مرتبو صحيح معنيٰ ۾ اجاگر ٿي نہ سگهيو. توڙي جو هو ان رتبي جو صحيح حقدار آهي. شاه پنهنجي سنگيت واري فن جي لحاظ کان موسيقيءَ جي اُفق تي اها جاءِ والاري ٿو، جتي تانسين، امير خسرو ۽ سلطان حسين شرقي چمڪندڙن ستارن جيان نظر اچن ٿا. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ اسان جي ملڪ جي دانشورن ۽ موسيقيءَ جي ڄاڻن کي ايترو دئو نہ پيو، تہ هو شاه جي لات واري لاٽ جي سوجهري ۾ شعاع کي ڏسي سندن فن جي ڪمال کي بہ پرکي سگهن ۽ ان عظيم ورثي کي سنڀالي ۽ محفوظ ڪري سگهن.

راڳ شاه جو جياپو هيو. ۽ ساه بہ سماع ۾ ڏنائين. چوندو هيو تہ منهنجي دل ۾ الاهي محبت جو ٻوٽو آهي جو راڳ سان سائو رهي ٿو ۽ راڳ سواءِ سڪيو وڃي. ڏينهن جا ڏينهن سماع ۽ سرود ۾ گذرندا هيس. آلاپ سان اکين ۾ آب جاري هوندو هيس. تنبورو چوري ڳائڻ ۾ چٽڪندو هيو. پوءِ وجد ۽ ڪيف ۾ بيت ۽ وايون بي اختيار سندس مک کان روان ٿينديون هيون. هي حقيقي ۽ معرفت جا موتي ائين موسيقيءَ معرفت آيا، جن اچي رنگ لاتو ۽ واه جو رنگ رچايو.

جيئن "شاه" پنهنجي بيتن ۾ واين جي مضمون ۾ اهڙي روحاني رمز رچائي جو دل من لائي پڙهندڙ چڻ زمان ۽ مڪان جي قيد کان آجو ٿي لاهوت لامڪان تي رسي ٿو. ساڳي ريت "شاه" پنهنجي دور جي لوڪ سنگيت کي سنواري اهڙي هڪ لطيف "لئه" بخشي جنهن جي لذت ۽ لست اکرن ۾ بيان ڪرڻ اوکي آهي. ان لطيفي لات جو مزو انهن کان پڇيو جن رات وهاڻي کان وٺي باک ڦٽيءَ تائين اها موج ماڻي هوندي. يا وري اهڙي ڪيفيت اهي سمجهائي سگهن جي سنگيت جا صراف هجن. باقي رڍن اڳيان رباب تہ وڄائيندي ورهيہ ٿيا.

هتي هي ڄاڻائڻ ضروري ٿيندو تہ سنڌي سنگيت هندي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي شاخ نہ آهي پر هندستاني موسيقي جو اصل ۽ نج سرمايو آهي، جا موسيقي ڏاکڻي هند ۾ اُپري ۽ سترهينءَ صديءَ جي اوائل ۾ عروج تي پهتي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪي ماڻهو ان ڳالهہ سان شامل راءِ نہ ٿين. پر ان دعوا لاءِ ٺيٺ تواريخي حقيقتون پيش ڪري ٿيون سگهجن، جنهن بحث لاءِ هن مضمون ۾ ڪا گنجائش خير ڪي آهي. في الوقت اسان کي فقط هي ثابت ڪرڻو آهي تہ شاهہ لطيف سر سنگيت ۾ هڪ نئين ريت ۽ روائت جو باني پڻ هيو.

جهڙي طريقي امير خسرو هندستاني موسيقيءَ کي ايراني ۽ عربي موسيقيءَ واري کهنبي جي چَٽ ڏيئي نئين سر "ڏن ۽ راڳن" کي ترتيب ڏني ۽ اهڙي حڪمت عمليءَ سان هڪ خشڪ موسيقيءَ کي عوامي موسيقيءَ ۾ تبديل ڪيو. ساڳئي ريت شاه لطيف پڻ موسيقيءَ جي دنيا ۾ هڪ نئين تصور کي جنم ڏنو، جنهن رخ ۾ شاهہ جو ڪو ثاني نظر نہ ٿو اچي. شاه موسيقيءَ ۾ اهو انقلاب آندو جو لينن روس ۾ ۽ مائوزي تنگ چين ۾ آندو. پر هو خوش قسمت هوا جو سندن ڪِئي قوم هئي. شاهہ جي قسمت ۾ مون پارا نڪر نوہر لکيل هوا. پنائيءَ جي موسيقيءَ ۾ سندس ڏنل موڙ کي هڪ حقيقي مقصد هيو. اهو هيءُ تہ موسيقيءَ کي محلاتن کان ٻاهر آڻي هڪ اهڙو روحاني وسيلو بڻائڻو هيو جنهن ذريعي هڪ عام ماڻهوءَ کي پنهنجي ذات جي ڄاڻ ۽ پنهنجي خالق حقيقيءَ جي هستيءَ جي سڃاڻ حاصل ٿي سگهي.

شاهہ لطيف واري زماني ۾ هندستاني موسيقي پنهنجي شباب تي هئي. ٽوٽي جو مغل سلطنت جو سورج غروب ٿي رهيو هيو. دهليءِ ۾ محمد شاهہ ثاني جو دور هيو. درباري ڳائڻا ۽ درباري راڳڻيون زورن تي هيون. پر هندي موسيقي اٿانگي ۽ پيچيده "ناٽ ۽ تال" سبب عوام ۾ عام مقبول نہ هئي. خاص طور سنڌ ۾، هندستاني موسيقي جو ايترو چرچو نہ هيو. ٿي سگهي ٿو تہ هندستان جيان اها شاهاڻي عياشي فقط حڪمرانن تائين محدود رهي هجي. جيئن ڄاڻايو ويو آهي تہ سنڌ جي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙي وٽ بہ هند جا ٻہ مشهور ڳائڻا "اٽل ۽ چڻنچل" آيل هوا، جن کي پٽ تي شاهہ ڏانهن اماڻيو ويو هيو. هي برابر آهي تہ شاهہ کان اڳ ۽ شاهہ واري وقتن ۾ سنڌ اندر لوڪ راڳ ۽ راڳڻيون رواج ۾ هيون ۽ ضرور هونديون، پر انهن بنسبت ڪا پوري خبر چار موجود نہ آهي ۽ نہ ڪا اهڙي جاچ پڙتال ڪئي وڃي ٿي، البت هي هڪ تاريخي حقيقت آهي تہ سهڻي لطيف ڪلاسيڪي موسيقيءَ کي عوامي سنگيت جي سرچشمہ سان هڪ نئون لاڙو ڏنو جو عام ماڻهن ۾ بيحد مقبول ٿيو ۽ اڄ بہ آهي.

شاهہ لطيف سنگيت جي هڪ نئين مڪتب جو بنياد رکيو جنهن ۾ اڄ بہ شاهہ جو ڪلام ڳايو وڃي ٿو. پوءِ هي ٻي ڳالهہ آهي تہ ان سنگيت جو دائرو ڪجهہ فقيرن جي اوتارن ۽ شاهہ جي درگاهہ تائين محدود رهجي ويو آهي. شاهہ صاحب پنهنجي ڪلام جي جدا جدا حصن کي انهن خاص راڳن ۽ راڳڻين سان نسبت ڏني جن سرن جي آلاپ ۾ اهي بيت ۽ وايون ڳائڻيون هيون. جيڪڏهن شاهہ جي ڪلام ۽ ڪلام جي راڳ واري ترتيب کي فني لحاظ کان ڏٺو وڃي تہ آنگريون ڏندين ٿيون ڏيڻيون پون. ڪلام جي مضمون ۽ راڳ جي تاثر وارو جوڙجڪ ۽ چونڊ مڪمل طور ۽ سائنسي طريقي رٿيل هئي. ڪمال هي جو اڪرن آلاپ ۽ شاهہ جي پيغام ۾ تفاوت ڪرڻ ناممڪن ٿيو پوي، جيڪڏهن شاهہ واري ڪلام، کي ڳائيندڙ شاهہ جي ڏسيل دڳ ۽ منزل کي سامهون رکن تہ.

پنهنجي ڪلام کي موسيقيءَ جي نئين رخ ۾ ڳائڻ لاءِ سڀ کان اول، شاهہ هڪ ساز ايجاد ڪيو. هي خاطريءَ سان چئي نٿو سگهجي تہ ان

ساز جو نالو "تنبور يا طنبور" شاهہ ئي رکيو. چاڪاڻ تہ هي ساز پهريون مصر ۾ ايجاد ٿيو هيو ۽ پوءِ وچ اوڀر ۽ ايران کان ٿيندو سنڌ ۾ پهتو هيو. پر اهو ساز ان زماني ۾ الڳ شڪل جو هيو ۽ ان ۾ فقط چار تارون هيون. جنهن سبب کيس هند يا سنڌ ۾ "چوتارو" سڏيو ويندو هيو. شاهہ پنهنجي تنبور کي پنجن تارن سان سينگاري تيار ڪيو جنهن جي تارن جي ترتيب هن طور هئي. پهرين ٻاهرين تار کي "مدهہ سپتڪ" جي "پنچم" تي رکيائين. جنهن کي سنگيت ۾ "زبان" چيو ويندو آهي. هيءَ تار ساز جو روح آهي جنهن وسيلي "ڏن" کي ادا ڪيو ويندو آهي. باقي چار تارون پڻ ان سان الڳ جڙيل آهن. هنن تارن ۾ پهرين تار مندر سپتڪ (0ctave) جي "سا"، ٻي ۽ ٽين تار "مدهہ سپتڪ" جي "سا" ۽ چوٿين تار جا "زبان ساڻ" هوندي آهي اها "تار سپتڪ" جي "سا" تي رکي ويئي آهي.

هن تنبور ۾ "پنچم" بنيادي سر آهي. ياد رهي تہ اهو انوکو طريقو فقط شاهہ جي تنبور ۾ ڏٺو وڃي ٿو. ان "پنچم" جو ٽنهي مقامن (مده مندر ۽ سپتڪ) جي "سا" سان ميل ميلاپ ۾ جو مجموعي تاثر پيدا ٿئي ٿو، اهو هڪ خاص ڪيفيت رکندڙ آهي. جنهن اثر هيٺ عارفاڻي ڪلام جو پيغام ٻڌندڙ جي دل ۽ دماغ تي نقش ٿي وڃي ٿو. هن تنبور جو ٻيو رخ هي آهي جو هي ساز تار مڪان (تال) جو بہ ڪم ڏئي ٿو يعني ڍولڪ گهڙي ۽ دف جي وڄت جو. آلاپ سان سر ۽ ڪلام جي "ڏن" پيدا ٿئي ٿي. جڏهن وائيءَ جو وارو آئي تنبور تي جا "ضرب" هنئي ويندي آهي اها "تال" جو ڪم ڏيندي آهي. ڏسجي ائين پيو تہ شاه جو اصلي مقصد هيو عارفاڻي "ويراڳ" کي ڪلاسيڪي "تار مڪان" جي پيچيده نظام ۽ ڏما چوڪڙيءَ کان پاڪ صاف رکڻ. تنبور هڪ طرف تہ اُلاپ جي سنگيت ٿو پيدا ڪري ۽ ان سان گڏوگڏ هڪ سڌي سادي "تار مڪان" جي وڄت جو بہ ڪرتب ٿو ڪري.

آلاپ سان تنبور جي سنگيت هن لاءِ ضروري آهي تہ هي ساز ڳائيندڙ کي پنهنجي قائم ڪيل سر کان پاسيرو ٿيڻ يا ڀٽڪي هلڻ کان روڪي ٿو ۽ کيس ساڳي راه تي هلڻ لاءِ مجبور ٿو ڪري. هن تنبوري جي وڄائڻ سان ٻيو مقصد هي ٿو پورو ٿئي تہ ڪنهن طبلہ، گهڙو يا دف وڄائڻ

جي ضرورت ئي نٿي رهي. ٽيون فائدو هي بہ آهي تہ پنجن تارن جي ميل ميلاپ ۾ جو لهرو پيدا ٿئي ٿو ان جي سهاري پيغام جو مطلب صاف نروار ٿيو پوي. شاه صاحب "تار مڪان" جا فقط ٻہ بنيادي رخ اختيار ڪيا. جنهن ڪي هڪ "دو تالي" چون ۽ ٻي ڏيڍ تال. انهن وڄتن جي سنگيت ۾ سڀ "ڌن" ڳايون ويندون آهن. شاه جي راڳ جو هي هڪ نئون انداز هيو تہ هر "ڌن" پنهنجي خاص لئہ ۾ رچي راس ٿئي ۽ آلاپ ڪي ڪنهن الڳ ضرب جي ضرورت پيش نہ اچي. هي هيو فقيراڻو ۽ عارفاڻو ويراڳ!

شاه جي رسالي ۾ جي راڳ ۽ راڳڻيون ڇاٽايل آهن ۽ جن سرن جي سري سان بيت ۽ وايون ترتيب ڏنل آهن اهي ٽيهارو ڪن آهن. جيئن تہ يمن، حسيني، ڪلياڻ، ڪنڀات، سريراڳ، سهڻي، سارنگ، ڪيڏارو، ديسي، بروهندي، سورٺ، برووسنڌي، رامڪلي، بلاول، آسا، ڌناسري، پوربي، ڪاموڏ ۽ بسنت. ٻئي حصي ۾ ساموندي، آبري، معذوري، کوهياري، راڻو، ڪاهوڙي، رپ، ليلان، ڏهر، ڪاپائتي، پرياتي، گهاتو، شيه ڪيڏارو، مارئي، ڍول مارو، هير، ۽ ڪارايل. انهن سرن ۾ سر آبري، سر بيراڳ هندي، هير رانجهو، سر بروو سنڌي، سر رامڪلي، سر مارئي، سر ڍول مارئي، ڌنا سري ۽ سر بسنت بهار بسنت ڪن دانشورن جو رايو آهي تہ اهي سر ڪن ٻين سگهڙن جا بعد ۾ بيان ڪيل آهن ۽ شاه جو ڪلام نہ آهن.

شاه لطيف ڪلياڻ، بلاول ۽ ڪنڀات (ڪماچ) ڪي سنڌن اصلي ڪلاسيڪي ترتيب تي برقرار رکيو پر باقي چوڏهن راڳڻين کي خاص انداز ڏنو. شاه واري ڪلام ۾ جا هڪ عجيب رمز رکيل آهي اها هيءَ تہ راڳ ۽ راڳڻين جو بنياد تہ ڪلاسيڪي آهي پر آلاپ جي ادائگي بلڪل نرالي رنگ ڍنگ جي رکي وئي آهي. ممڪن آهي تہ اهي راڳ ۽ راڳڻيون عارفاڻہ ڪلام جي حقيقت سمجهائڻ خاطر ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي ور وڪڙن ۽ بندشن کان آزاد ڪري عوامي رنگ ۾ رنگيون ويون هجن!

ٻئي حصي جي سترنهن راڳ ۽ راڳڻين جو سهرو شاهہ لطيف جي

سر آهي. هي سيئي نج سنڌي سر آهن جن جو هندستاني ڪلاسيڪي موسيقيءَ سان ڪو لڳ لاڳاپو يا مٽي مائٽي ڪانہ آهي. وڌ ۾ وڌ هي چئي ٿو سگهجي تہ اهي سر انهن راڳڻين جو عڪس آهن جي ان زماني ۾ سنڌ اندر رواج ۾ هيون. پر ساڳئي وقت هي بہ ثابتيءَ ۽ خاطريءَ سان دعوا ڪري ٿي سگهي تہ انهن سرن جا حوالا ۽ ترتيب سواءِ شاهہ جي رسالي جي ٻئي ڪنهن بہ ڪتابي نسخي ۾ ڏنل نہ آهن، جنهن آذار تي هي پتو پئجي سگهي تہ اهي سر اڳ استعمال ۾ هوا. تہ ڇا انهيءَ شڪل ۾ ئي هوا جو روپ ڪين شاهہ ڏنو آهي؟ هي هڪ اهڙو ڏکيو سوال آهي جنهن جي تحقيق واسطو رکندڙ قومي يا خانگي ادارا ئي ڪري ٿا سگهن.

شاهہ جي ترتيب ڏنل، نئين اندازي واري سنگيت، جا نج عوامي رنگ جي آهي، تنهن سنڌ جي موسيقيءَ جا ڪايا پلٽي ڇڏي. هي برابر صحيح آهي، تہ سنڌ ۾ ڪلاسيڪي راڳ جيئن تہ ڪلياڻ سارنگ ڪيڏارو آسا بلاول ۽ بسنت اڄ بہ ڳايا وڄايا وڃن ٿا. پر جي سر عوام ۾ وڌيڪ پسند ڪيا وڃن ٿا اهي آهن ڪوهياري، راڻو، پرڀاتي، سورٺ، مورو ۽ ڏهر جي خالص سنڌي سر آهن ۽ سندن هندستاني راڳڻين سان ڪو واسطو نہ آهي. هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ ڪوهياري ۽ پهاڙي، سورٺ ۽ ديس، راڻو ۽ درگا، راڳڻين جا سر پاڻ ۾ ملندڙ جهلندڙ نظر اچن ٿا. پر جيڪڏهن فن جا ڄاڻو غور سان مطالعو ڪندا تہ ٻنهي سرن جو وهنوار، وهڪرو ۽ تنوار هڪ ٻئي کان بلڪل الڳ ٿلڳ آهن. خاص طور راڻو ۽ مورو تہ هندي سنگيت جي ڇهہ راڳ ۽ ڇٽيهہ راڳڻين جي دائري کان ئي علحده آهن.

شاهہ جي موسيقي ۾ جنهن نمونہ سرن جو ميل (Harmony) حاصل ٿئي ٿو، هندي موسيقي ان انداز کان خالي آهي. حيرت هن ڳالهہ جي آهي تہ راڳ (Vocal music) ۾ سرن جو ميل سڀ کان پهريون پڻائيءَ آندو جو هن ريت رچايو وڃي ٿو. شاهہ جو ڪلام هميشہ پنجن يا ڇهن ڄڻن جي ٽوليءَ طرفان پيش ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ هڪ بنيادي ڳائيندڙ هوندو آهي ۽ باقي ٻيا ڳائڻا پيروي ڪندا آهن. جيئن بيتن پوري ٿئي وائيءَ جو وارو ٿيندو آهي ۽ لئہ چوٽ تي پهچندي آهي تہ اڏ جيترا

ڳائڻا "نار سپتڪ" جو سر آلاپيندا آهن ۽ باقي ٻيا "مندر آستان" جو. ان طرح هيٺين ۽ مٿين سرن جي ميلاپ سان نغمہ سرائيءَ جو اثر پيدا ٿيندو آهي، ان جو مثال هندستان توڙي پاڪستان اندر ڪنهن بہ موسيقيءَ جو مدرسي ۾ ملڻ مشڪل آهي.

افسوس سان لکڻو ٿو پوي تہ شاه جو اهڙو عظيم ثقافتي ورثو، جو اصل پاڪستاني موسيقي آهي، ان کي نہ تہ ريڪارڊ ڪيو ويو آهي ۽ نہ آلاپن جي نوٽيشن لاءِ ئي ڪو انتظام ڪيو ويو آهي. انهن راڳ ۽ راڳڻين جي اصل شڪل ۽ ترتيب ڪهڙي هئي ۽ انهن جي اهميت شاه جي ڪلام واري روشنيءَ ۾ ڇا آهي؟ اُن جو گهري ۽ فني نظر سان اڃا ڪو جائزو نہ ورتو ويو آهي، ٿي سگهي ٿو تہ انهن سرن ۾ گهٽڻ جي اصلوڪي يا صحيح صورت هاڻ فوت ٿي چڪي هجي.

آغا بدرالدين احمد دوراني

# وياسي وينجهار

اج جيڪڏهن سنڌ جي انهن سيني سڄن شهرن درميان چٽاڀيٽي ڪرائي ويندي جي زماني جي گردش ۾ اچي ڏترجي پينگ تي ويا آهن، ته موهن جي دڙي جي مقابلي ۾ جو واحد ۽ زوردار ڪئنڊيڊيٽ وڃي باقي رهندو، اهو ڳڙهي ياسين جو شهر هوندو. وري جي اليڪشن به فيئر ٿئي ۽ لاڙڪاڻه وارا ڌيڙ دونس نه ڪن، ته پوءِ انشا الله ڳڙهي موهن جي دڙي کي ڪوهين ماري ويندي. حالانڪ موهن جي دڙي کي اجڙئي پنج هزار سال ٿي چڪا آهن ۽ ڳڙهيءَ جي بربادي ڪالهوڪو قصو آهي.

ڪو زمانو هيو ڳڙهي بلي بلي هئي ۽ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. سنڌس هنداڻان، گهاڻان ۽ واٽيا ملڪان ملڪ مشهور هئا. پر پوءِ وقت جا وارا نيارا آهن. ١٩٣١ع ۾ براج آئي ته هنداڻا ويا. ١٩٤١ع ۾ سر سيڪ ۽ ڪلر منهن ڪڍيو ته سرنهن ڇانيي جي جاءِ وڃي ڇٽي مٽر ورتي. ويچارا گهاڻائي پاڻ تيل ٿي ويا. ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان ٿيو، ته واٽين ۾ اچي ٿابڙڪو پيو. ڪو ڪٿو داٽو وڃي رهيو ورنه ويڙهن جا ويڙها اباڻا ڪک ڇڏي هندستان لڏي ويا. تڏهن به ڳڙهي جي اوج ۽ موج ۾ ڪو فرق ڦير خير ڪي آيو. شايد هن ڪري جو سنڌس والي وارث زنده هيو. جڏهن اهو به هليو ويو، ته پوءِ ڳڙهي حال کان بيحال ٿي ڊرڪي پئي. سچ چوندا آهن ته "ڏڻ ته ڏٽي نه ته وڪڻ ڪٽي".

اهو مرد مجاهد هو آغا بدرالدين احمد دوراني جو اج کان پورا ڏهه سال اڳ اچوڪي ڏينهن تي راه رباني وٺي رمندو رهيو. "انا الله وانا اليهہ راجعون". بختاور پاڻ ته ويو پر ڏسجي ائين ٿو ڇڻ ڳڙهيءَ جو ڀاڳ بخت به سنڌس ڪڍ هليو ويو. هي برابر آهي ته جوڳيءَ وئي جوءِ خالي ۽ مهنت وئي مڙهي ضرور سڃي ٿيندي آهي. پر هڪ مڙهيءَ ۽ ڳڙهيءَ جي سڃي ٿيڻ درميان وڏو فرق آهي. سچ هر هنڌ لهندو آهي پر سچ لٿي به

سنجها جا ڏيئا ضرور پيا ٽمڪندا آهن. جيستائين وري ڪو صبح جو سائين ڪني ڪڍي. پر آغا وٽي اهڙي اونده ٽي آهي، ڄڻ ڳڙهيءَ ۾ ڪنهن سج اپرڻ کان ئي قسم کڻي ڇڏيو آهي.

ڪجهه ڏينهن ٿيا، سانگي سان، ڳڙهيءَ وڃڻ ٿيو. عادت انوسار ٽپڙ گهر رکي آغا جي آشياني ڏانهن پنڌ پيس. در بند ڏسي وائڙو ٿي ويس. سالن کان اهو لنگهه پئي لتاڙيم. پر مونکي ته انهن دروازن جو تصور ئي ذهن ۾ نه هو، جي اڄ اکين پسيم. تعجب اهو، جو در بند ڏٺم. پهرين ته سڏ ڪيم، پوءِ سمڪ آيم ته ڪڙو کڙڪايم. پلڪ پهر جي اوسيئڙي بعد ڪنهن جي اچڻ جي آهٽ ٻڌم. ڪو سڌ سماءُ ئي لهڻ آيو هيو. شايد چوڪيدار هوندو! ڏٺم ته ڪنهن در جي ٻيڪڙ ۾ اک اٽڪائي منهنجو جائزو ٿي ورتو. ٿي سگهي ٿو ته آءُ عبدالرحمان ذاڙيل هجان ۽ پنهنجي پيشي جي حاجت ضروريءَ لاءِ هت آيو هجان؟

واءُ سواءُ وٺي هاتفي رڙ ڪري پڇائين ته "ڪنهن سان ملندين؟" آءُ هڪو ٻڪوٽي ويس. سوال پنهنجي جاءِ تي صحيح هو، ليڪن مون وٽ ڪو جواب نه هو. مونکي ڪنهن سان ملڻو هو؟ جنهن سان ملڻ ايندو هيم اهو ته هتي خير ڪي هو. پوءِ آءُ ڪنهن سان ملڻ لاءِ ڪهي آيو هيس؟ پشيمان ٿي پنين پير واپس وريس. تڪڙيون ٻرانگهون پريندي قبرستان ڏانهن وک وڌايم.

سندس پيرانديءَ کان وڃي ويٺم. جڏهن ويهي ٽڪس ته پلٽي ماري ويهي رهس. محسوس ائين ٿي ٿيو ڄڻ آغا اوجاڳي باعث گهري ننڊ ۾ هيو ۽ آءُ سندس سجاڳيءَ جي اوسيئڙي ۾ هيس. سندس اچوڪي ننڊ ڪجهه انوکي ٿي لڳي. آغا ۽ خاموشي! ڪوڙو ئي نٿي لڳو. جي سندس جاڳڻ گجگوڙ هو ته ننڊ به گهٽ گونج واري نه هيس. هو ته هر حال ۾ زندگيءَ جي ڀرپور وهڪري سان ڇلڪندو رهندو هيو.

آغا جو خير صلح وارو ڳالهائڻ به نغارن جي نوبت ۽ ڌمال جي غوغاءُ کان رتي پر به گهٽ نه هوندو هيو. هو محترم مير علي احمد ٽالپر ۽ محمود علي قصوريءَ جيان پاڪستان جي انهن ٽن هستين ۾ هڪ هو، جن سموري عمر هوريان ڳالهائڻ جي ڪڏهن ڪوشش ئي ڪا نه ڪئي هئي. ڪين خبر هئي ته سندن اهڙي ڪوشش بيسود ثابت ٿيندي.

وري سندس ڪلڻ جي اسٽائيل ۽ انداز ئي پنهنجي نوعيت جو هو، جو هڪ رعد جي راڙ کان گهٽ مختلف نه هو. مونکي ڪيترن ئي ماڻهن

قسم ڪٺي ٻڌايو هو ته جن سندس پهرين بار ٺهڪ ٻڌا هئا، ته آغا جا ڪڙاڪيدار ۽ فلڪ شگاف ٺهڪڙا سالن تائين سانده سندن ڪنن ۾ گونجندا ٿي رهيا.

مون اهڙو رلڻو ملڻو مڙس پنهنجي اڌ صديءَ جي عمر ۾ ورلي ڏٺو. مذاق سندس جولانيءَ طبع جو هڪ بادواڻ هو. زنده دلي سندس لاءِ به سر خود هڪ زندگي هئي. هو زندگي ۽ موت جي منجهيل مسئلن ۾ ڪڏهن به مبتلا نه ٿيو. هن لاءِ هي وسهڻ ڪافي هيو ته زندگي هڪ خوش فهمي هئي ۽ موت هڪ غلط فهمي! هو بخوبي ڄاڻندو هو ته ڄمڻ کان وٺي مرڻ تائين زندگي جي تمام مدت هڪ مسلسل روئڻ جي پريڪٽس هئي. پوءِ ڪنهن مهانگائي لاءِ ٿي ماتم ڪيو ته ڪنهن وقت جي بي وفائي يا قسمت جي ناسازيءَ تي ڳوڙها ٿي ڳاڙهيا. يا ڪنهن جي ڪا مومل مري وئي هئي يا وري ڪنهن جو راڻو رسي ويو هو!

مطلب ته انسان ڪنهن نه ڪنهن بهاني مک جيان مٿو پٽيندو ٿي رهيو. جڏهن سچي زندگيءَ جي حيثيت ۽ مدت هڪ سئنيما جي انٽرويل کان وڌيڪ نه هئي، ته پوءِ ڇو نه انسان اها گهڙي کلي گذاري. شايد اهو ئي سبب هيو جو مون آغا مرحوم کي ڇتي ڇهماهي ڪاوڙ ۾ ضرور ڏٺو، پر مايوس يا غمگين؟ هرگز نه!

آغا مرحوم جي گفتار، تقرير يا تحرير ۾ سندس فطري خوش طبعي ۽ خوش مزاجيءَ کي وڏو دخل هيو. هو هر رواجي ڳالهه جو تو ڙ وچي ان موڙ تي ادا ڪندو هو جو ٻڌندڙ بي اختيار ٿي کلڻ لاءِ مجبور ٿي پوندو هيو. سندس تقرير فصيح ۽ بليغ هئڻ کان علاوه سلوڻي ۽ نمڪين هوندي هئي. البت اسيمبليءَ ۾ بحيثيت هڪ ذميوار نمائنده جي، خواه اسپيڪر جي، سندس انداز بيان گنڀير ۽ رعب دار هوندو هو. ليڪن زياده وقت سانتيڪو رهڻ ڪري مون اڪثر ڏٺو ته سندس طبع تي خاصو بار ٿي پوندو هو.

پاڪستان ٺهڻ کان ڪجهه وقت اڳ جڏهن مسلم ليگ ۽ ڪانگريس درميان پاٽيپٽ جون سياسي لڙايون جاري هيون، اهڙي سمي، هڪ موقعي تي عام جلسي ۾ تقرير ڪندي آغا محسوس ڪيو، ته پبلڪ ۾ دستوري جوش وخروش بجاءِ خاموشي طاري هئي. هڪدم ڪيس احساس ٿيو ته ٻڌندڙ آهن نيڙهيءَ جا وڏيرا ۽ ڳوناڻا ڪمي ڪاسبي، جنجي سمجهه کان، سندس ليگ جي پاليسيءَ متعلق تقرير، ڪجهه مٿيرو

هئي. يڪدم پلٽو کائي سندن ٻوليءَ ۾ اظهار بيان شروع ڪيائين.

"ڀائرو! هاڻ مسلم ليگ اهڙو پروگرام رٿيو آهي، جو اسان جلد کڻ ڪانگريسين ۽ مهاسڀائين کي ٽوٽا ڇڄائينداسون، ڪين ڀاڄي ڏيئي مارينداسون ۽ ڪين "واٽو ڀاون" ڏينداسون".......... مسلمان ڀائر "واٽو ڀاون" ٻڌندا ويا ۽ مسلم ليگ زنده باد ۽ نعره تڪبير بلند ٿيندو رهيو..........

آغا مرحوم جي ان تقرير جو تصور ايندي ئي آءٌ بي اختيار کلڻ لڳس. قبرستان اندر کلڻ مونکي ڪجهه عجيب ٿي محسوس ٿيو. آءٌ خيالات جي ٽرئفڪ ۾ مصروف رهيس. ڏنم ائين ٿي، ڇڻ تہ آءٌ ڪا فلم ڏسي رهيو هيس. آغا مرحوم جي ڀرپور زندگيءَ جا ڇهڇٽا منهن جي اکين اڳيان پردي تي يڪي بعد ديگر نقش ٿيندا ۽ ڦرندا ٿي رهيا.

سندس اوائلي عمر جو دور ذرا ارڏائيءَ جو هو. علي ڳڙه ۾ پڙهائي پوري ڪرڻ بعد جڏهن ڳڙهيءَ ۾ وارد ٿيو تہ سندس شوق ۽ شغل هڪ عام وڏيرڪي ٻار کان ڪو گهڻو مختلف نہ هو. سندس آڏا ابتا پير ڏسي،. ڪن چغل خورن وڃي سندس والد مرحوم جا ڪن ڀريا. مرحوم شمس الدين خان نهايت بردبار ۽ جهانديده انسان هو. هن ٻئي ڏينهن تي عريضي نويس کي گهرائي سموري جائداد ۽ زمين آغا بدرالدين جي نالي لکائي دستاويز سندس حوالي ڪري ڇڏيائين. ڪنهن پڇيس تہ قبلا! توهان هي ڪهڙو قهر ڪري ڇڏيو؟ اوهان جو نور چشم تہ سمورو ارڪو ترڪو ترت تين وال ڪري ڇڏيندو. چيائين تہ "جو ڪجهہ مون وٽ آهي، اهو تہ اڳي پوءِ ان جي هٿ اچڻو آهي. هاڻي جي منهنجي مڏي منهنجي مئي پڇاڻان لڌ مٽي ڪري، تنهن کان بهتر آهي تہ اها لٽ ڦر هو منهنجي جيئري ڪري. گهٽ ۾ گهٽ آءٌ پنهنجي پٽ جا پرڪار پنهنجي جيئري تہ ڏسي سگهان!"

ليڪن زمانو شاهد آهي، تہ آغا نہ فقط پنهنجا پير سنڀاليا ۽ پنهنجو اباڻو ورثو سنڀاليو، پر پنهنجي ڳوٺ تعلقي ضلع ۽ صوبي سنڌ جي اهڙي بي لوث خدمت ڪئي جا سنڌ جي جديد تاريخ ۾ هڪ سونهري باب جي حيثيت رکندڙ آهي.

پنهنجي شهر جي ماڻهن کي منظم ڪرڻ لاءِ سماجي انجمنون وجود ۾ آندائين. هر انجمن پنهنجي حلقي جي ماڻهن جي شادين غمين جو انتظام ۽ جهيڙن جهڳڙن جي نبيري ڪرڻ وغيره سيني دردن جو دارون

هئي. هر انجمن کي پنهنجو دفتر، اسٽاف، ديڳيون ۽ تنبو طولان حوالي هئا. سيني انجمنن مٿان وري هڪ مرڪزي انجمن قائم ڪيائين.

صوبي سنڌ ۾ آغا اولين انسان هو، جنهن سکر ضلع لوڪلبورڊ جي صدر جي حيثيت ۾، هر هاءِ اسڪول ۾ مئٽرڪ تائين مفت تعليم رائج ڪئي. ضلع جي هر تعلقہ هيڊڪوارٽر ۾ لوڪل بورڊ طرفان هاءِ اسڪول جون نيون عمارتون تعمير ڪرايائين. ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ ڪوآپريٽو سوسائٽيون ۽ زمينداري بئنڪ جون شاخون قائم ڪيائين.

سکر ۾ لا ڪاليج سندس اڪيلي سر ڪوشش جو نتيجو آهي. ضلعي ۽ صوبي سنڌ جي نوجوانن جون ڪانفرنسون ڪري منجهن سياسي بيداري ۽ سياسي شعور پيدا ڪيائين. غرض تہ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر خواه اسپيڪر يا وري ضلع لوڪلبورڊ سکر جي صدر جي حيثيت ۾، هن عظيم انسان سنڌين جي علمي ۽ معاشي برتري ۽ ترقي لاءِ پنهنجي هڙان ۽ وڙان هميشہ پاڻ پتوڙيو.

مسلم ليگ سان سندس دلي لڳاءُ هو. ان کي سنڌ اندر عوامي تحريڪ بڻائڻ ۾ آغا مرحوم جو وڏو هٿ هو. سندس سياست جي ابتدا ۽ انتها مسلم ليگ سان وابستہ هئي. زماني گهڻا ويس بدلايا. سنڌوءَ پنهنجا ڪيئي پيٽ ڦيرايا، پر آغا آخري وقت تائين ليگ جي گهٽ گهير کان ٻاهر نہ نڪتو. عمر جي آخري مرحلي ۾ صدارتي چونڊن ۾ مرحوم ايوب خان جي کلي مخالفت ڪيائين ۽ محترم فاطمہ جناح جي حمايت ۾ جهنڊو کڻي بيهي رهيو. کيس هر ڪائڻ لاءِ ڪافي لالچون ڏنيون ويون، پر انهن چڪمن تي بہ آغا پنهنجي اصول ترڪ ڪرڻ جي رغبت نہ ڏيکاري.

سرڪاري دشمني کيس ڪافي مهانگي پئي. کيس گرفتاري جي ڌمڪي ڏني وئي، پر هي يار پنهنجي فيصلي کان ته جيترو بہ پاسي پر نہ هٽيو. ليڪن جڏهن سندس ڪن دلي دوستن سياسي قلابازي کائي "ليٽ ڪبوتر" شروع ڪئي تہ پوءِ دلگير ٿي پيو. شايد سندس ذهن پنهنجي دوستن کان وفاجي بدلي دغا قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو.

اليڪشن جو نتيجو سندس خواهش جي خلاف ويو، پر آغا جو نتيجي سان ڪهڙو واسطو؟ هو تہ هڪ کيڏاڙي هو ۽ سندس مقصد ۽ مطلب هيو راند ڪرڻ. هار ۽ جيت هر راند جا بہ لازمي رخ آهن. انهن سان آغا جي نسبت ڪهڙي؟

منجهس خاميون هيون. هڪ بہ نہ بلڪ بي حساب ۽ بيشمار. آءُ

ڪڏهن ٿو چوان تہ ملائڪ هيو. پر جي ملائڪ هجي ها تہ منهنجو ساڻس ڪهڙو واسطو؟ پر انهن خامين جو سندس اخلاق ۽ ڪردار سان ڪو دور جو بہ رشتو نہ هو.

نہ فقط مرحوم آغا بدرالدين، پر سندس سمورو دوراني خاندان زماني قديم کان اجتماعي طور اها قديمي روايت بدستور برقرار رکندو آيو آهي تہ هر قسم جي بداخلاقيءَ کان پرهيز ڪئي وڃي. اها ڪسر هاڻ اڄڪي سندن پويان پوري ڪن تہ اها الله کي خبر. پر اڄ سوڌو تہ الله پاڪ کين امان ۾ رکيو آهي.

آغا مرحوم جون اهي اوڻايون سياسي ڏي وٽ تائين محدود هيون. جڏهن ڪو داءُ ڪري ويندو هيس تہ ڏڪ پچائي پوءِ گڏيل وياج سميت سمورو حساب ڪتاب چڪتو ڪري ڇڏيندو هيو.

هڪ ڀيري ڳڙهيءَ جي خالصن متس نالي وار ڦر ڪرائڻ جي ڪوڙي فرياد داخل ڪرائي. تہ سندن هٿيار بند پهري هيٺ،واري ڪوٽ جي ٽڪاڻي کان گرو گرنٿ صندليءَ سوڌو، ڪٽائي ڇڏيائين. جڏهن پوري پنچات گيسيون ڪري معافي ورتي تڏهن وڃي پوٿي واپس ٿي ۽ واه گروءَ جي فتح ٿي.

هڪ اليڪشن جي موقعي تي ڪرنَ ڳوٺ جي پولنگ اسٽيشن تي هڪ ڪٽر فرقہ پرست هندو عملدار پرزائيڊنگ آفيسر مقرر ٿي آيو، جنهن علي الاعلان آغا جي مخالفت لاءِ ڪمرڪشي. آغا مرحوم راتو رات سندس رسوئي معرفت ڪيس ڪير ۾ جمال گهوٽي جو جلاب ڏياري ڇڏيو. اليڪشن ڏينهن صبح جو مهاشيہ پولنگ اسٽيشن تي براجمان ٿي پائخاني ۾ ويو. جهٽ گهڙي رکي ٻاهر آيو. وري ترت باٿ روم ڏانهن ويو ۽ پوءِ وري ٻاهر نہ نڪتو. اتان ئي ڪيس کٽ تي ڪٽائي شڪارپور اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. ان پولنگ تي آغا نوانوي سيڪڙو ووٽ کنيا!

هڪ ٻي اليڪشن ۾ گهوٽڪيءَ جي پولنگ اسٽيسن تي مخالف اميدوار جو نمائندو هڪ رٽائرڊ پوليس عملدار هيو. جنهن هر منٽ منٽ ۾ ووٽرن تي اعتراض واري ڪو نہ ڪو ڦڏو شروع ٿي ڪيو. سندس مقصد هي هيو تہ وقت اهڙي نموني گنوائي ڇڏجي جيئن آغا جا ووٽ داخل ٿي نہ سگهن. آغا مرحوم، جو اليڪشن جي واءُ سواءُ لهڻ لاءِ گشت تي هو، اتي اچي وارد ٿيو. تنهن اها روئداد ڏسي، ان پوليس پينشنر جي عينڪ ميز تان کڻائي ڇڏي، جا هن گهڙي گهڙي ٿي پاتي، وري اعتراض

وارڻ وقت لاهي ٽيبل تي رکي ڇڏي ٿي. هاڻ جو ويچارو چشمي بنان ڏهن قدمن تي هاٿي ڏسڻ کان بہ محروم هو، سو ووٽرن جي لسٽ کيئن ڏسي! لاچار ٿي هو پنهنجو ڳاڙهو رومال ۽ ناس جي دٻلي کڻي واپس گهر وڃڻ لاءِ آتو بيٺو رهيو. آخر کنهن کي سندس حال تي رحم آيو جو کيس هٿ کان وٺي گهر ڇڏي آيس.

ٻڙهيءَ جي ميونسپل واري اليڪشن ۾ جڏهن شهر جي هندو ۽ خالصہ ليڊرن کنهن فيصلي تہ سمجهوتو ڪرڻ کان بائيڪاٽ ڪيو، تہ شهر جي ڪمي ڪاري ۽ پنگين کي ميونسپل ميمبر چونڊائي ڇڏيائين. صدارت لاءِ وري هڪ ٽانگي واري کي اميدوار بيهاري ڪامياب ڪرايائين. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ اهو ميونسپل جو دور نهايت شاندار ثابت ٿيو. ان ميونسپل جي صدر جو نالو "سڪندر" هو. پوءِ ٿي سگهيو ٿي تہ مٿس سندس نالي جي برڪت ٿي هجي!

عمر جي آخري حصي ۾ آغا کي پنهنجي چند دوستن جي روش خلاف شڪوه شڪايت ڪندي ٻڌو ويو. ٿي سگهي ٿو، تہ سندس دوستن جي ارڏاين ۾ اضافو ٿيو هجي، يا وري عمر جي تقاضا باعث آغا مرحوم جي قوت برداشت ۾ ڪمي آئي هجي. يا وري هي بہ ممڪن آهي تہ نئين زماني جي نرالي چال ۽ نئون رنگ ڍنگ سندس ڏانو تي نہ چڙهيو هجي! مارشل لا آئي، هو ذرا دلشڪستو ٿي پيو. سياست سندس وندر هئي ۽ اها وروند هاڻ نہ رهي. راند رس ۾ ڇڏڻ مناسب سمجهي، سياست کان عملي طور رٽائر ڪيائين.

انفرادي طور آغا مرحوم هڪ غير معمولي شخصيت جو مالڪ هو. سندس صبر، سمجهہ ۽ قوت برداشت عام انساني صلاحيتن کان گهڻو بلند هئي. عموماً کيس "پريو مٽ" چوندا هئا. هٿ جو سخي هو ۽ سندس دسترخوان نهايت وسيع ۽ ڪشاده هو. مهمانن جون هڪڙيون ٻهيرون ايندڀون هيون ۽ ٻيون اسهنديون هيون. جي سندس سنگتي ساٿي هئا انهن کي پليءَ پت چاڻ هوندي هئي تہ هو ڪافي سفيد پوش گهراڻن کي پئسي پنجڙ جي امداد جو هٿ ڏگهيريندو هو. جن سان جيءَ ريٽل هوندو هيس تن سان تہ ليکو ئي نہ ڪندو هو. مهل جو مڙس ماڻهو هو. ڪڏهن ڪنهن سان ويل نہ وڃايائين. جتي بہ کيس "آءٌ" ڪئي ويندي هئي اتي دل و جان سان "جيءُ" چئي ڪڏ ڪري مچ ۾ ڪاهي پوندو هو. پنهنجي ڳوٺ خواه تعلقي جي ماڻهن ۾ ساه هوندو هيس ۽ مٿن آيل ڪابہ

آپدا سهي نہ سگهندو هو. هر مصيبت جي مقابلي وقت پنهنجي سر جو سانگو ڪرڻ سندس لاءِ مهٽي برابر هيو. پاڙي ۾ هڪ پيري باه لڳي تہ مون ڪيس پنهنجي اکين سان ٻہ ٻہ گهڙا هٿن ۾ کڻي آڙاه ۾ ڏوڪيندو ڏٺو.

خبر پيس تہ امروٽ شريف ۾ سندس دوست هدايت الله دل زميندار جي گهر کي ڌاڙيل گهيرو ڪري ويٺا آهن تہ اتي پهچي مشين گن کڻي ڪوٽ مٿان نشانو وٺي ويهي رهيو. تستائين اتان نہ هٽيو، جيستائين سکر جي پوليس اتي پهچي ڌاڙيلن کي ختم ڪيو.

جي ٻوڏ اچڻ جا هوائان ٽيان، تہ پوءِ سندس ننڊ آرام ۽ کاڌو پيتو زهر ٿي ويندو،. وينو انجنيرن سان مهاڏا ڏيندو ۽ چيڙون گڏ ڪندو. بندن تي سندس ڦيرا پيا پوندا. جي ڪٿي ڪنڊ پيو يا ڪنهن بند تي پاڻيءَ جو زور پيو تہ اتي آغا وڃي آڪاڙو وجهندو. ديڳيون پيون چڙهنديون، ٻڪريون پيون ڪسنديون ۽ آغا مٽيءَ تي پلٽي ماري ويهي رهندو. ڪم ڪندڙن کي سندس "گهوري گهوري ۽ شابي شابي" پئي پوندس. ان وقت تائين سک نہ سمهندو جيستائين ٻوڏ کي ڪنهن ٻئي موڙ تي نہ پهچائي.

علم و ادب سان تہ عشق هوندو هيس. پاڻ پارکو ۽ قدردان هئڻ سان گڏ هميشہ اها ڪوشش هوندي هيس تہ سندس اڪثر وقت علمي رهاڻ ۾ گذري. سندس علمي دوستيءَ جو دائره حسام الدين راشديءَ کان ويندي جوش مليح آباديءَ تائين وسيع هوندو هيس. پنهنجي زماني ۾ آغا اولين سنڌي زميندار هو جنهن لکين روپيا خرچ ڪري ڳڙهيءَ ۾ اعليٰ پيماني جي لائبريري "آشيانہ ادب" قائم ڪئي، جنهن نادر خزانہ جي پرگهور اڄ ڪلهہ اڏوهيءَ حوالي آهي. ١٩٣٧ع ڌري ڳڙهيءَ کان هڪ هفت روزه اخبار "پيغام صلح" جاري ڪيائين. بعد ۾ سکر کان روزانہ اخبار "انقلاب" جو پايو وڌائين جا اڄ ڏينهن سوڌو باقاعدي نڪرندي رهي ٿي. هي ٻي ڳالهہ آهي تہ هاڻ منجهس اها چس ۽ سواد نہ رهيو آهي. اخباري دنيا سان ناتو نباهڻ لاءِ آغا مرحوم پنهنجي قلمي ڪاوش جو سلسلو بہ جاري رکيو. سندس ڪجهہ مضمون اخبارن ۽ رسالن ۾ بہ شايع ٿيا. سنڌ جي تاريخ جي سلسلي ۾ ڪجهہ نادر نسخا سندس هٿ آيا، جن جي اصلاح ڪرڻ بعد اهي سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڪتابي صورت ۾ ڇپايا ويا. حج کان واپسيءَ بعد پنهنجو سفر نامون "مسافر حجاز" شايع ڪرايائين.

سندس دوستيءَ جو دائره انتهائي وسيع هو. هو سنگت رکي ٻـ ڄاڻندو هو ۽ نباهي ٻـ سگهندو هو. دوستن جي انتخاب ۾ هو ڪنهن بـ خاص سطح يا درجي جو قائل نـ هو. سندس رفيقن ۾ ڪافي انداز انهن ماڻهن جو هو، جي غريب مسڪين ۽ لاوارث هوندا هئا. جنجي وقت بوقت مشڪل ڪشائي ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهندو هو. جن ماڻهن سان دوستيءَ جو دم ڀريندو هو تـ ساڻ نباهڻ لاءِ سندن ڪاڻ ڪيڻ، ڪَس ڪائڻ ۽ سندن سڀ اَنگلَ سهڻ ۾ بـ خوشي محسوس ڪندو. وري جن لاءِ ڄاڪوڙ ڪڍيائين انهن بـ پنهنجي وسعت آهر ساڻس واه جو ناتو نباهيو.

مون آغا مرحوم جا ڪي اهڙا بـ غريب پر جان نثار دوست ڏٺا آهن جي سندس صحيح معنيٰ ۾ عاشق هئا. حالانڪ مرحوم جي لاڏاڻي کي ڏه سال گذري چڪا آهن پر اڄ بـ انهن اڳيان آغا جو نالو ڪڻندا تـ سندن اکين کان بي اختيار ڳوڙها ڳڙي پوندا. جي يقين نـ اچيو تـ ڳڙهي ياسين ۾ وڃي اهو مشاهدو ماڻيو. جي ڀيو ڪو نـ مليو تـ علي نواز ڀٽي جي پيڇا ڪيو. سندس اهي دوست جي "وڏا ماڻهو" هئا يا آهن تن لاءِ آءٌ ڪا گارنٽي ڏيئي نٿو سگهان، ڇاڪاڻ تـ انهن جي دوستي ۽ برادري قادر جي ڪمن جيان بغير مقصد ۽ مطلب جي هرگز نـ ٿيندي آهي. ليڪن وڏيڪ الله ڪي خبر! ڇاڪاڻ تـ دلين جو مالڪ مطلق اهو ئي آهي. ٿي سگهي ٿو تـ آءٌ غلطيءَ تي هجان.

# سائين مهدي شاه جهنڊه وارو

حي ماڻهو هي چوندا آهن تہ: ”اهي تُنجائي مري ويا جي گهڻا ڏيندا هـ سجي شايد سائين مهدي شاه جهنڊه واري سان ڏيٺ ويٺ ئي نہ [illegible] سائين ”تنجن“ جيان نہ فقط گهڻا ڏيندڙ آهي پر گهڻن گڏ رسا ۽ گهڻا پيار [illegible]. ليڪن شرط هي آهي تہ اول سائين جي دعوت قبول ڪيو، سائنس ماني کائو ۽ پوءِ جو ڪجهہ موجود آهي اهو ”حال پريان نال“ ونديو ۽ ورهايو ويندو.

جيڪڏهن مهدي شاه جي ماني کائيندا تہ اوهان جو مٿس احسان ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ سائين پنهنجو سنيڪو سالہ زندگيءَ ۾ اڪيلو ماني شايد مشڪل کاڌي هجي. ازانسواءِ سائنس ماني کائڻ بسر خود هڪ قسم جي مڪمل علمي ترغيب پڻ آهي. گره گره تي دل جي حضور سان مهمان اڳيان هر بره جي آڇ ڪندي، خواه پاڻي پيارينديءَ، باغ بهار ٿيڻ، مهمانن جي آئي سندس چهري تي ٻهڪ اچڻ، مهمانوازيءَ جا آداب آهن، جنجي بجا آڻن لاءِ جيب جي ڪشادگي، خواه دل جي سخا جو هئڻ اشد ضروري آهي.

ائين بہ نہ آهي تہ ڪو سائين تمندار يا تونگر آهي. هي پڻ غلط آهي تہ سندس زمينداريءَ تان سج ئي نہ ٿو لهي يا وري سندس پٽاريون اڻ ڏڏيون چڙيون ٿيون وجن. هرگز نہ. مهدي شاه جي تمام ملڪيت ۽ ميراث مانيءَ تائين محدود آهي. ليڪن الله پاڪ جا ڪيس دل ڏني آهي تنهنجون حدون سمنڊ جي ڪنڌين کان زياده وسيع آهن. هونئن بہ هي هڪ حقيقت آهي تہ هٿ جي ڪشادگيءَ جو دل جي وسعت تي دارومدار آهي ۽ نہ بئنڪ بئلنس يا دولت تي.

موجوده نفسانفسيءَ جي زماني ۾، جڏهن ماڻهو ڪوٺن تي چڙهيو دوربينون ڪنيو وڃهائيندا ٿا رهن تہ ڪو نامراد مهمان تہ سندن طرف نہ ٿو اچي. وري قسمت سانگي ڪو بدقسمت وٽن اچي بہ ٿو سهڙي تہ پوءِ چڻ ڪالرا يا ويا گهر ۾ گهڙي، ۽ جيستائين ڪيس تڙي جان آزاد نہ

ٿا ڪرائين تہ آرام نہ ٿو اچين. خاص طور ان ملڪ ۾ جتي ڪجهہ انداز اهڙن ماڻهن جو بہ هجي جن سموري عمر پنهنجي گهر ۾ ٽڪاءُ نہ ڪيو هجي ۽ نہ وري ڪڏهن پلجي پنهنجي هڙ جي مالي ڪاڏي هجين. يا وري سندن هاضمي جي اهڙن ڏيري حالت هجي جو ڏيءُ ئي تڏهن ٿيندو هجين. جڏهن ٻوٽيون ۽ چانور سندن نڪ ڪان ٻاهر نڪري اچن. ان ماحول ۾ آئي وئي ڪي آجيان ڪري، جيءُ ۾ جايون ڏيئي، هٿ ڏوئارڻ ۽ بسم الله ڪري کين کيکر ڪرڻ ڪان پيشتر ماني کارائڻ ۽ کين پاڻ وٽ مهمان رهائيندي پاڻ کي ڀاڳ ۽ بخت وارو سمجهڻ، اهي اهڙيون خوبيون آهن، جي فقط هڪ نيٺ سنڌيءَ ۾ ئي ٿي سگهن ٿيون.

ان ڪسوٽيءَ لحاظ کان سائين مهدي شاه صحيح معنيٰ ۾ سنڌي آهي. ڇاڪاڻ تہ هڪ سنڌي لاءِ فقط سنڌ ۾ جنم وٺڻ، سنڌ ۾ رهائش اختيار ڪرڻ يا سنڌي ٻولي ڳالهائڻ ڪي ڪافي لياقتون نہ آهن. سنڌ ۽ سنڌين سان ڪن ايامن ڪان ڪي خصوصيتون جهڙوڪ حضور شرمي، مهمان نوازي ۽ سادگي وغيره منسوب ٿيل آهن ۽ هڪ سچي سنڌي لاءِ انهن تمام خوبين جو هئڻ هڪ لازمي امر آهي. سائين مهدي شاه پنهنجي منڙي ملڪ جي اهڙين قديمي روايتن کي زنده رکندي، سنڌ ۽ سنڌين جي جا لڄ رکي آهي سا هر سنڌيءَ لاءِ باعث فخر آهي.

ماني جا ملهہ ٻيا بہ گهڻا. سنڌ ڪا سڄي نہ آهي. هڪ گهرين تہ لک ڏيانءَ. پنجئي آڱريون برابر نہ آهن. پر سر سر ڪلا ۽ تجليءَ ۾ فرق ضرور آهي. ڪي اڳين جهان جي توشي ناهڻ لاءِ پيرن فقيرن کي کاڌو کارائڻ ۽ کارائي پوءِ دعا جا هٿ کڻائن تہ کين بهشت جي ڪا الاٽمينٽ ٿئي. ڪي وري اڳين جهان لاءِ نہ ترسندي، ديڳيون دمي، مٿن ٿي ڪٽي، هن جهان جي مشڪل ڪشا ڪامورن جا وڄي ٻيڙا پرين. ڪجهہ پائو تہ اهڙا بہ آهن جو جيستائين ڪو ٽيئڙ تپ يا ٻرو نہ چڙهين، تيستائين سوئو هٽين، جو ڪو ت ڦڙو نڪرين. ڪي اهڙا سوداگر قسم جا سخي پڻ آهن، جي پنهنجي پيءُ جي نيت ڪنهن پيٽ ڇٽئي ملان کي ڪرڙ کارائيندي ائين پيا ٽڪرندا ڄڻ حاتم جي قبر کي لت هڻئي اٿائون. ليڪن آءُ صدقو انهي پنهي ڏاڙهيءَ تان، جي هر آئي وئي کي ڀيڄ پاڻي پيارينندي نہ ذات پڇن نہ پار پڇن نہ ٿڏو ڪن، نہ ٿورو ڪن ۽ نہ وري ڪو اڳين جهان يا هن جهان جو سودو ڪن. بلڪ جو ڪجهہ وٽن آهي اهو آڇيندي

هي چون ته:

"اي شڪر الحمد جو متو گهريوءِ مگٹا."

مهدي شاهه جو دستر خوان جملي مقصدن ۽ مطلبن کان متي آهي. سائين عمر جي ان موسم ۾ آهي جنهن کي هاڻ نه ڪرسيءَ جي ڪشش آهي ۽ نه اليڪشن جي آس. نه وري ڪيس ڪو پلاٽ الاٽ ڪرائڻ جي جهوري لڳل آهي ۽ نه وري ڪو پائيپ موڪرو ڪرائڻو آهي. هو پارسا پيرن ۽ گبر وڏيرن ۽ ناٽ ڪامورن جو دعاگو ضرور آهي، ليڪن سندن ڪاٽيارو نه آهي. چاڪاڻ ته سندس نقطهٔ نظر "دنبو دنب وڌائيندو ته پٹ پنهجي ڏڪيندو." ڪو ڪنهن جي قيامت ڪو نه ڇڏائيندو. هر ڪا ٻڪري پنهنجي ڦاهي چڙهندي. سائين جي فلاسافي آهي. ته "ماني مولا جي آهي. داڻي داڻي تي مهر لڳل آهي. هر ڪو پنهنجو نصيب ٿو کائي. رزاق جي ڏنل روزيءَ تي سندس ڪا هڪ هتي نه آهي. پر ٻين جو به حق آهي ۽ پوءِ هي ممڪن آهي ته ٻين جي صدقي شايد مونکي به ٽڪر ملندڙ هجي." بابا جو ڪجهه مون وٹ آهي اهو به اتي ئي رهندو. 'رکيو' نالو پٹ جو به نه رکان. سڪندر به ٻئي هٿ ڪفن کان ٻاهر لڙڪائي رمندو رهيو. آهي سڀ اکين جو ڏئو. ڏوڙ جو مسئلو ڏوڙ. اهو ڪونه ٻڌو اٿئي ته تنهنجي اوڙي پاڙي يا ڳوٹ ۾ ڪو انسان بکيو رهجي ٿو وڃي ته توهان تي ماني کائڻ حرام ٿيو پوي."

سندس مهمان نوازي فقط ماني کارائڻ تائين محدود نه آهي. تحفن جي به وتس ڪا ڪمي ڪانه آهي. هر سنڌي سوکڙي پوءِ لاڙي اجرڪ وٽيئي، نصرپوري کيس ڪپني، هالن جي هندوري تي دل سرڪئي. جي، نه ته من رلهيءَ تي هر ڪين، پر جي روڪڙ جي به ضرورت اٿئي. ته، تڏهن به پنج پنجاهه ۽ پنج سو ڏيڻ ۾ سائين ملول مور نه ٿيندو. مطلب ته هتين خالي نه ويندين. مون پنهنجي اڌ ڪلاڪ جي ملاقات دوران ڏٺو ته ڪن کي بادامين جي شربت جا شيشا وٺيا.. ته ڪن جوئر جو اٽو ڳنڍ ٻڌي کنيو، ته ڪن جي فرمائش وري پليءَ جي ساڳ تائين محدود هئي. سائينءَ جي سخا جا هيراڪ سوکڙين لاءِ ائين ڏرٽو ماري ويٺا هوندا آهن جڻ ته سول ڪورٹ کان ضبطي ڪيرائي آيا آهن.

سائين جي توشہ خزاني ۾ هر قسم جو ڪچومر حاضر هوندو آهي. جوئر ۽ ٻاجهري جي اٽي کان گوگڙن جي ڪچورين تائين، مبادا ڪنهن کي بصر باديءَ ڪنهن کي واڳڻ وائي لڳندا هجن. مهمانن لاءِ ٻاچين کان علاوه چٽنيون ۽ مربہ آچار علحده. جي ماني کائڻ لاءِ ٽائيم خير کي آهي ۽ ريل ڇٽڻ واري اٿس تہ ماني ٽفن باڪس ۾ مهمان کي اسٽيشن تي پهچائي ويندي ۽ ٽفن باڪس سندس سامان ۾ رکيو ويندو. مهدي شاه پاڪستان ۾ شايد واحد مهمان نواز آهي، جنهن جي گهر ۾ بيڪ وقت چالهارو کن ٽفن باڪس با ادب با ملاحظہ رکيل هوندا آهن ۽ ايترو انداز درماه نئين سر خريد ڪيو ويندو آهي. هيءُ ٻي ڳالهہ آهيَ تہ سائين جي مهمانن ۾ ڪنهن بہ خدا جي بنده اڃ ڏينهن سوڌو ٽفن باڪس واپس نہ ڪيو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ هو سائين کي رنج ڪرڻ نہ گهرندا هجن.

بورچيخاني جو بار اڌ درجن کن ٻانهين تي آهي جي الا لفجر سان اٿي چلها ٻاري بصر ڪپڻ ۽ اٽو ڳوهڻ ويهنديون آهن ۽ اڌ اڌ رات ٽاڻي واري ڦيري سان ڊيوٽي ڏينديون رهنديون آهن. گرمي هجي، سردي هجي. تپندڙ ڏينهن يا برسات جي رات! سائين وٽ لنگر ڪليل ۽ ماني تيار ملندي. "هتي اويلو مهمان پٽائي پاڻ" وارو ڪو ليڪو ئي نہ آهي. جنهن وقت وٽيئي اچ. نہ تعارف جو ضرور نہ تڪلف جي محتاجي. هڪ مهمان سائين کي چيڻيندي چيو تہ "قبلا! توکي اهي ٻانهيون ڏينهن قيامت جي وٽ ڪرائيديون، چاڪاڻ تہ باه اڳيان ويهندي ۽ ۲۴ ڪلاڪ مانيون ٻوڙ پچائيندي سندن هٿ بہ سڙي پيا آهن." شاه صاحب مرڪندي وراڻيس تہ "ابا نيڪي ڪندي هٿ سيني جا سڙندا آهن ۽ هنن جا بہ سڙيا تہ پيا سڙن. جاڙي بہ جڳ سئين."

بورچيخاني جو ملاظو ڪندي، اڄرج جي ڳالهہ هي آهي تہ هتي سئي گئس جا ڏه چلها ٺهيل آهن ۽ ڏهئي برابر ٻرندا رهندا آهن. ڪراچيءَ جي شاهي هوٽل ميٽروپول، ۾ بہ اٺ ۽ ٻي نمبر ۾ برڪ هوٽل فاروق ۾ ست چلها آهن. هڪ طرف کان ديڳڙن جي رجمينٽ لائين لڳل، تہ چمچن، ڪپگيرن ۽ تقٽين جو لشڪر ٻي طرف. ڪنا دانگيون توا

ٽوپيون چلهين تي سوار. برنين ڪولن ۽ پيالن پليٽن جو تہ ڪاٿو ئي ڪونہ آهي. شابس آهي ڳوٺاڻين ماين کي، جي لنگر جو چرخو چلائيندڀون ٿيون رهن. مارئي بہ بنديخاني ۾ ويٺي ورلاپ ٿي ڪيا ۽ ڪو ويٺي ڏيڍ مڻ اٽو تہ نہ ٿي ڳوهيائين. سسئي ڏينهن پهر تڪر ٽاڪيو ۽ فقط پير پٿون ٿيس تہ رڙيون ويٺي ڪيائين تہ "او مونسان جبل تو جاڙون ڪري." ليڪن آفرين صد آفرين انهن مائين کي جو سارو ڏينهن ڀور جيان وهندي مهدي شاه جي مانين ۽ ڀوڙن سان ڳن ڏينديون ٿيون رهن!

سائين جون مشغوليون روزه نماز علاوه مهمانن جي خوش آمديد ۽ ٻار پرچائڻ آهي. پنهنجي اولاد کان بي نياز آهي، پر پنهنجي عزيزن خويشن ۽ نوڪرن چاڪرن جو چڱو ٽبر ساڻ هوندو اٿس. ٻارن جا ولر ورايون وينا هوندس. وينو ڪين ريجهائيندو يا ساٿن رانديون ڪندو. جيستائين نماز جو وقت ٿئي يا وري ڪو بختاور مهمان اچي سهڙي. اڇو ململ جو سنڌي چولو، گلي ۽ ڏوتل جهولدار سٿڻ، سڌي سادي سفيد مختصر ٽوپي، مٿي تي ۽ سنڌي جتي پيرن ۾. موڪري ڪشادي ڪرسي ۽ تي ٽيليفون پاسي ۾ ڪيو وينو رهندو تہ مبادا ڪنهن دوست جو ماني موڪلڻ لاءِ نياپو اچي. ويهارو ٽيهارو گهر تہ اهڙا بہ آهن جتي سائين جي گهران يا روزانہ ڪچو سيڌو ويندڙ آهي يا پڪل ماني. ٻاهرين مهمانن کان علاوه هڪ ٻہ ٽولا مقامي مهمانن جا اهڙا بہ سائين وٽ ايندڙ آهن جي سندس ماني کائي پوءِ سندس ٽيليفون تي لاهور، پنڊي پشاور ارجنٽ ٽرنڪ ڪال ڪري ڏه ڏه منٽ مجلسون ڪري هليا وڃا آهن. سائين جو ٽيليفون بل درماهو منهن جي ماهياني پگهار کان ٻيڻو ٽيڻو ايندڙ آهي ۽ آ ۽ ڪو پڇڻوالو نہ آهيان.

ماني ڪارائڻ گڏ سائين پنهنجي ماني ٻارهوئي پرهيز جي، پر چڱي ڪائيندو آهي. هي سندس خوش قسمتي آهي جو اڃان سوڌو ڪيس ڪنهن جي نظر نہ لڳي آهي. سائين وينو مشڪندو ۽ مرڪندو. اگر ڪراڙو ٿيڻ واقعي هڪ آرٽ آهي تہ شاه صاحب هڪ بهترين آرٽسٽ آهي. اسانجا ٻيا وڏڙا سٺ ٻاهٺ ۾ اچڻ بعد، اهڙا ٽيڪ ۽ تيسي باز ٿيو پون جو ساٿن ڳالهائڻ تہ درڪنار پر اسلام عليڪم چوڻ تي بہ گارين کان

بچڻ هڪ مشڪل معاملو اهي. سائينءَ سان مذاق ڪيو، چٿرون ڪيو، ۽ هنج ۾ ويهوس ته به وينو ٽهڪ ڏيندو.

ٻڏو اٿم ته سائين ڪتا به پاليندو آهي. ٽي سگهي ٿو. هي هڪ لازمي چيز آهي. جنهن انسان جو هر انسان سان ايترو اُنس هجي ته هي ڪيئن ممڪن آهي ته هو انسان جي بهترين جاندار دوست کي نظر انداز ڪري سگهي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته مهدي شاه ۾ اهڙيون ٻيون به ڪي خاميون هجن. ضرورر هونديون. آخر ته هو انسان آهي. هر انسان خطا جو گهر آهي ۽ خطا کان خالي فقط الله جي ذات آهي ۽ سائين ذات جو سيد آهي. ليڪن قسم مونکي سچي سيد جو، ته مونکي منجهس ڪا ڪوتاهي نظر نه آئي. شايد اهي پسي سگهن جن جي اکين تي الٽا چشما پيل هجن. جيستائين سندس نج سون جي دل، سنڌ ۽ سنڌين لاءِ بي پايان والهانه محبت ۽ هر مهمان جي دل جي خلوص سان خدمت جو تعلق آهي ته سائينءَ تاجي پيٽي پَٽُ آهي. مونکي ته سائين، سچي ڳائي گهه ۽ سچي خالص ماهي کير مثل هڪ نج ۽ سچو سنڌي نظر آيو.

غلام رسول ملڪ

# درياهي گهوڙو

اوهان ضرور اهڙا ماڻهو ڏٺا هوندا جي اڪثر اوقات پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندا رهندا آهن. ڪي وري پالتو جانورن سان، پهرن جا پهر ائين پيا گفتگو ڪندا رهندا، ڄڻ ته ورهين جا وڇڙيا مليا آهن. مامو خانو بگيءَ وارو، مون پنهنجي اکين ڏٺو ته پنهنجي گهوڙي سان، مالش ڪندي، ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪچهريون ڪندو رهندو هيو. هيءَ ٻي ڳالهه ته مامو رب بخشيش آفيمر ذرڙو واپرائيندو هيو. پر مون ته اهڙا به الله جا بندا ڏٺا ۽ ٻڌا جي درياه سان ڳالهائيندا آهن ۽ وري جواب لاءِ ائين ڪن ڏيئي ٻڌندا آهن، ڄڻ ڪين سندن سوال جو جواب ملي رهيو آهي. جيڪڏهن اهڙن ماڻهن ۾ اڄ ڪلهه ڪو جيئرو جاڳندو نه هجي ها ته شايد پڙهندڙ ائين وسهن ها ته لکندڙ ڪنڊ ٿو ڪائي. شڪر آهي جو اهڙن انسانن ۾ هڪ عدد داٿو ڪٺو اڃا سوڌو حال حيات آهي، حالانڪ هو جهور ڪراڙو ٿي چڪو آهي ۽ سندس هٿ پير ۽ ڪنڌ مسلسل ڏڪندا ٿا رهن. پر سندس درياه سان دوستي ۽ برادري اڃا سوڌو دائم قائم آهي. ٻنهي جا دوستانه ۽ برادرانه تعلقات اڄ ڏينهن تائين اُهي ئي آهن، جي اڄ کان ست سال اڳ هئا.

نالو غلام رسول ذات جو ملڪ، ضلع جيڪب آباد جي تعلقي ڪشمور جي هڪ ننڍڙي واندِ جو رهاڪو آهي، جا بستي درياه جي ڪچي ۾ آباد آهي. درياه جي واندِ سان ايتري ويجهڙائي اهي، جو اڪثر چيو ويندو آهي ته درياه جو پاڻي واندِ وارن جي چائنٺ چمندو ٿو رهي. شڪر الحمد الله جو اهو معاملو چَرَ چَٺَ تائين محدود آهي، ورنه جيڪڏهن درياه پاڪر پائڻ لاءِ اڳيرو ٿئي ته پوءِ خدانخواسته واندِ جي

وجود لاءِ ئي خطرو پيدا ٿي پوي. غلام رسول جو درياه سان رشتو ۽ ناتو، ٻال جتيءَ جي زماني کان شروع ٿيو. جڏهن سندس منڙي مرحوم امڙ درياه ڪناري ڪپڙا ڌوئيندي هئي ۽ پاڻ ڪنڌيءَ تي لُڏڙي جيان پيو منجهس ترڪندو رهندو هيو. ڪجهه وڏڙو ٿيو، ته واندڪ جي ٻين هم عمر ڇوڪرن سان گڏ سندس راند روند ۽ وروڻهه پڻ درياه جي اوسي پاسي وارن سرن ۽ ڪانهن جي ٻوڙن سان ٿيندي رهندي هئي. جڏهن اڪيلو يا دلگير ٿيندو هو ته ٻهرن جا ٻهر ڪنڌيءَ ڪناري ويهي، درياه جي وهڪري کي گهوري ڏسندو رهندو هيو. پاڻيءَ سان سندس والهانه محبت هئي ۽ هو درياه جي موج مستي کي ڏسي ائين پيو خوشيءَ کان ٽڙندو رهندو هيو، جيئن ڪا ٻهريائت ماءُ پنهنجي ننڍڙي پٽ کي ٽپائينگ ڏيندو ڏسي ٺرندي آهي ۽ سندس هر انگ جي حرڪت تان وار وار صدقي ويندي آهي. هيءَ خبر غلام رسول کي به ڪانه هئي ته درياه سان سندس ڳوڙهي نسبت ڪهڙي سبب هئي؟ آخر هو ڪو فيلسوف ٿورو ئي هيو، جو وينو قدرت ۽ قسمت جا ڦورا ڦولهي. هو سادو سودو مسلمان ماڻهو هو ۽ کيس ڪهڙي خبر ته درياه جي وهڪري، وقت ۽ زندگيءَ جي گذر درميان ڇوليءَ دامن جو اَبدي رشتو هيو ۽ تلهي ليڪي ٽيئي هڪ هوا.

آخر ڪار غلام رسول اڄ ننڍيو سيان وڏو تانجو اڇي جواڻ جماڻ ٿيو. وقت گذرندو رهيو ۽ درياه بنسبت جي ڪيس ڊپ ڊاءُ ڏنا ويا هئا ۽ جي وچوارن غلط فهميون پيدا ڪيون هيون، سي ختم ٿينديون رهيون. آخر پيار جو اهڙو مرحلو به آيو، جو غلام رسول جو اڪثر واندو وقت درياه جي قربت ۾ گذرڻ لڳو. هي اهو زمانو هيو جو غلام رسول پنهنجي اندر جا راز درياه سان وڏي واڪي سلڻ لڳو. ٿورڙي ئي عرصي اندر درياه به پنهنجي دستوري حضور شرمي ڇڏي. ساٿس سور سلڻ جو سلسلو شروع ڪري ڏنو. هاڻ ٻنهي درميان حجاب ختم ٿي چڪو هيو ۽ غلام رسول، جيئن گونگي جي ٻولي گونگي جي ماءُ سمجهندي آهي، تيئن درياه جي هر رمز ۽ راز کي پروڙڻ لڳو.

هونئن به هيءَ هڪ حقيقت آهي ته سنڌ ۽ سنڌين جو سنڌو درياه سان رت جو رشتو آهي ۽ هئڻ به گهرجي. ڇاڪاڻ ته سنڌ جو جدامجد ۽

معمار آهي ئي سنڌو. سنڌوءَ ڪروڙها ٽن لَٽَ جا دور دراز مفاصلن ڪان آڻي، هن ملڪ کي ٻڌايو ۽ هر سال ڏڪا ڏيئي سمنڊ کي اڳيرو پڇايو. نہ فقط سموري سنڌ جي تعمير ڪيائين پر سنڌ وارن جي گذر سفر جو ذمون بہ پاڻ تي کنيائين. آمريڪن ايڊ تہ آئي ڪالهہ، هيتريون صديون سنڌ کي ڪنهن ٿي پاليو؟ شايد اهو ئي سبب هيو جو سنڌين جو اوائلي ۽ اولين ڌرم هيو "پاڻيءَ جي پوڄا" ۽ پوڄارين کي "درياه پنٿي" سڏيو ويندو هيو.

اڄ ڏينهن سوڏو "درياه پنٿين" جا آثار موجود آهن، لال بکر، زنده پير ۽ ساڌ ٻيلو ان دور جا اَمر يادگار آهن. هاڻ بہ اڳوڻي زماني جيان سنڌوءَ کي "درياه شاه" يا خواجہ خضر جا لقب القاب ڏنا ويندا آهن. انهن پاڻيءَ جي پوڄارين وارن مندرن ۾ مڙهين جو سينگار ڪو بت يا مجسمونہ هوندو هيو. خالي ڏيورو پر پاڻيءَ وچ ۾. لس ٻيلي ۾ اڃا سوڏو اهڙا ڏيورا موجود آهن جن ۾ ديوار تي فقط هڪ بزرگ انسان جي تصوير چٽيل آهي جو مڇيءَ تي سوار آهي.

خود منهنجي سانير ۾، مون کي ياد آهي تہ ڪيترن ماڻهن جا نالا درياه خان ۽ دريانو مل تائين محدود هوندا هئا. اسان جي ڳوٺ ۾ فقط هڪڙي ماڻهوءَ جو نالو سمندر خان هيو. اهو بہ هن ڪري جو سندس پيءُ جي پنهنجي پاڙيسري دريا خان سان دشمني هئي ۽ ان کي نيچو نوائڻ لاءِ پنهنجي پٽ تي سمنڊ جو نالو رکيو هئائين. اهي زمانا تہ پنهنجي جاءِ، پر اڄ بہ ڪو سنڌي مهيني ماسي جڏهن ڪنهن خوشيءَ جو اظهار ڪندو آهي تہ اهو بہ "وهواه" چوڻ سان يعنيٰ وه واه.

پر وقت جا وارا نيارا آهن. ڪا شيءِ هڪ برج تي نہ ٽِڪي رهي. وقت سدائين پيو سانڍي جيان رنگ روپ مٽائي. زماني جي ڦيرين گهيرين سبب اهي درياه پنٿي ڪجهہ مري کپي ويا ۽ بقايا ڪجهہ وري لڏي ويا. درياه ۾ اٽي جا ڏيئا ٺاهي تيل ۽ وٽ وجهي ڪين روشن ڪري پاڻيءَ ۾ تاريندا هئا. شوراترين تي درياه خواهَ سندس واه ۽ واهين تي ميلا لڳندا هئا. رات جو سنڌو درياه جي آسمان سان چٽاپيٽي ٿيندي هئي تہ ستارن جون لاٽون مٿي گهٽيون يا ڏيئن جون لاٽون هيٺ گهٽيون. نہ فقط پاڻيءَ جي خالي پوڄا ٿيندي هئي، پر درياه جي مخلوق جي پڻ خاصي

خاطر تواضح ڪئي ويندي هئي، ڪڳن ۽ گندڻن کي اٿو ڳوهي ڳوڙهيون ڻاهي کين روزانہ راشن سپلاءِ ڪيو ويندو هئو. واڳن ۽ سيسرن کي ٻڪرا کهي کارايا ويندا هئا. دعوتن جي ڏوم هن حد تائين هوندي هئي، جو پلو سمنڊ کان هلي درياه داخل ٿي سڌو زنده پير تائين سکر ۾ سلام لاءِ وارد ٿيندو هيو. بابي مرحوم ٻڌايو هيو تہ سندس ڏينهن ۾ سنڌ جا رهاڪو درياه جي ليٽ کي بہ دهلن دمامن ۽ شرنائين سان آجيان ڪري اڳيرو سوريندا هئا. توڙي جو درياه پنڻي لڏي ويا پر اتان بہ هاڻي سندن غوغاءِ هي ٿو ٻڌڻ ۾ اچي تہ:

گنگا جمنا امرت امرت
پر ٿنج تہ پنهنجي سنڌو آهي.
(شيام)

اڄ قصو اور آهي. درياه آهي، پر دريانو مل لڏي هليو ويو جو درياه جو پوڄاري هيو. باقي رهيو دريا خان. اهو پاڻ خان، هاڻ ان جي درياه سان دوستي ڪيئن ٿئي؟ ان ڪري جڏهن تنجائي هليا ويا تہ هاڻ گهڻا ڪير ڏئي؟ اسان کان درياه دلي ئي ختم ٿي ويئي. ڪڳا تہ درڪنار پر ڪو پاڙي وان کي ئي ٽڪر ڳيو ڪونہ ٿو ڏئي، حالانڪ اسان جي سهڻي سائينءَ جي حديث آهي تہ جيڪڏهن اوهان جي پاڙي اوڙي ۾ ڪو بکايل موجود آهي تہ اوهان تي ماني حرام ٿي وڃي ٿي. خير، مقصد هيو هي چوڻ، تہ رفتہ رفتہ درياه ۽ سنڌين درميان شڪر رنجي پيدا ٿي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪن چغلخورن ابتيون سبتيون ڳالهيون ڪري ڏرين درميان غلط فهمي پيدا ڪئي هجي. يا وري درياه کي برغلايو ويو هجي. ڪن جو هي چوڻ آهي تہ "سهڻيءَ" جي پاراتي وڃي هٽي هنڌ ڪيو ۽ درياه کي جي ڌمڪيون ڏنيون هئائين تہ "درياه توئي دانهن ڏيندس ڏينهن قيام جي." ان بعد ٻنهي جا تعلقات اهي نہ رهيا جي اصل کان هئا. هاڻ تہ سنڌين بہ درياه سان بائڪاٽ ڪري ڇڏي آهي ۽ سندن درياه سان واسطو فقط محرم جي تابوتن ٺارڻ تائين محدود آهي.

پر غلام رسول تي سنڌو ۽ سنڌين جي گهرو لڙاين جو ڪو اثر ڪونہ پيو. هو درياه سان " تومن شدم ۽ تومن شديءَ" واري اصول تي هميشه ڪير ڪندو رهيو. جوانيءَ ۾ جڏهن غلام رسول کي هيءَ ضرورت پيش آئي تہ پنهنجي گذر سفر لاءِ ڪونہ ڪو ذريعي معاش تلاش ڪري، تہ هن درياه کان دور رهڻ جو وڇوڙو برداشت ڪرڻ کان هي بهتر ڄاتو تہ اهڙو ڪاروبار ڪيو وڃي جو پريت بہ رهجي اچي ۽ پيٽ گذران لاءِ پورهيو بہ ٿيندو رهي. ان آچار آبپاشي جي کاتي ۾ بطور بيلدار جي وڃي پرتي ٿيو ۽ کيس مقامي طور درياه جي ڪنڌي ڪنارن وارن بندن جي سار سنڀال تي مقرر ڪيو ويو.

ملازمت دوران جڏهن غلام رسول کاتي جي عملدارن سان لهہ وچڙ ۾ آيو تہ تڏهن کيس خبر پيئي تہ اهي سڀ انجير حقيقت ۾ درياه جي خلاف هئا ۽ سندن درياه ۾ ڪا خاص دلچسپي يا ساڻس همدردي ڪانہ هئي. هنن هميشه درياه کي هڪ خطرناڪ ۽ خوفناڪ اژدها جيان ٿي تصور ڪيو ۽ سدائين کيس نيچو نوائڻ لاءِ سازشون ٿي ڪيائون. ڪن درياه کي بندن جي قيد ۾ چوڪنيو جڪڙي بي بس بڻائڻ ٿي گهريو، تہ ڪن وري سندس پاسا چيري سندس سيني ۾ پٿر سيمنٽ ۽ لوهي سيخون هڻي کيس لولو لنگڙو ڪرڻ ٿي چاهيو. غلام رسول هر موقعي تي وجهہ وٺي انهن درياه جي بدخواه ۽ بي خبر عملدارن کي درياه سان دوستي رکڻ ۽ کيس پيار ذريعي گهيتارڻ لاءِ مشورا ڏيندو رهيو. پهريون تہ کيس ہڏو اٺہڏو ڪيو ويو، ليڪن بعد ۾ جڏهن سندس صلاح مصلحت موزون ۽ مناسب سمجهي ويئي ۽ سندس ڪيل اڳ ڪٿيون سو فيصد صحيح ثابت نڪتيون تہ پوءِ سندس راءِ کي وزن ڏيڻ لڳا. هو حيران پريشان هئا ۽ هي سمجهڻ کان قاصر هئا تہ هي ڄٽ ماڻهو درياه جي راز ۽ رمزن کي ڪيئن ٿو سمجهي؟ ڪين اها ڀاڀور ٿي نہ هئي تہ غلام رسول روزانہ درياه سان مجلسون ڪندو هيو ۽ درياه کيس پنهنجي اوٺاين ۽ پوٺاين ۽ پروگرام کان آگاه ڪندو رهندو هيو. غلام رسول اهي خبرون چارون انجنيرن اڳيان عيان ڪندو رهيو جي اڳواٽ جوڳا قدم کڻي بندوبست رکندا هئا، جنهن ڪري درياه مجبور ٿي پوندو هيو ۽ سندن مرضيءَ مطابق سندن رٿيل راه

تي هلڻ شروع ڪندو هيو. حالانڪ درياه ڪو اهڙو مت جو موڙهو ڪونہ هيو، جو ڪيس خبر نہ پوي. ڪيس اها ڪڙڪ اڳيئي پئجي چڪي هئي تہ سندس راز ڪير ٿو افشان ڪري. پر ياري جي لڄ رکڻ خاطر ڪڏهن بہ سائس ڦورو نہ ڦوليائين ۽ نہ وري ڪڏهن پلجي بہ غلام رسول کي ڪا ميار يا مهڻو ڏنائين، آخر يارن سان کهڙا ليکا هئا.

مرحوم محمد موسيٰ سنڌ جو ناميارو چيف انجنير غلام رسول کي نہ فقط سڃاڻندو هيو، پر سندس اهليت ۽ ڪيس درياهي علم هئڻ واري صلاحيت ڪان بخوبي آگاه هيو. مرحوم، غلام رسول جي خدمتن جو قدر ڪندي ڪيس اضافو ڏيئي ڪيس بيلدار ڪان اوورسيئر مقرر ڪيو.

غلام رسول گهٽوئي دانهون ڪوڪون ڪيون تہ سائين آءُ اڻ پڙهيل ۽ ڪورو چٽ آهيان، پر محمد موسيٰ مرحوم کي خاطري هئي تہ هو گهٽ پڙهيل چٽ انجنيرن ڪان وڌيڪ قابل ۽ ڪارآمد ثابت ٿيو هيو.

غلام رسول کي اوورسيئر مقرر ڪري، مٿس هي ڪم رکيو ويو تہ هر سال هو درياه پر هلندو رهي ۽ دريا جي رخ رواج، سندس طبع جي هر موڙ ۽ موڊ جو جائزو وٺندو رهي. ۽ اهڙي سالياني رپورٽ ڪيس ڏيندو رهي. ان ڪم جي سلسلي ۾ ڪيس هڪ نويڪلي بيڙي ڏني ويئي جا سواريءَ علاوه سندس جاءِ رهائش پڻ هئي. هر سال غلام رسول بيڙي ذريعي درياه جو اُپارو رخ هلندو رهيو. صبح شام، تتي ٿڌيءَ، سيارو اونهارو غلام رسول درياه داخل هوندو هيو. اڄ اچ شريف، سيان منڻ ڪوٽ ۽ پرينهن پنجنند، اهي سندس واهيرا ۽ ٽاڪ هوندا هئا. پورا ڏهہ مهينا غلام رسول درياه جا گهٽ گهير ۽ سندس وهڪري جا لاها چاڙها پيو نظر مان ڪيندو هيو ۽ نديءَ جي رخ جا، نقشي واري ڪاغذ تي، ڏنگا ڦڏا ليڪا پيو ڪڍندو هيو. ٻارهين مهيني واپس موٽي ڪشمور وريندو هيو ۽ عملدارن کي پنهنجي ورتل جائزي ڪان آگاه ڪندو هيو. ان رپورٽ ۾ غلام رسول هي خبر پڻ ڏيندو هيو تہ ايندڙ سال درياه جو وهڪرو ڪهڙي رخ ۾ زور وٺندو، ڪهڙي ڪناري ڏانهن لٽ ڇڏيندو، ڪهڙي پاسي ڪان پاٽندڙ ڪندو ۽ ڪٿي ڪٿي سندس ڪاڏ جون علامتون ظاهر ٿينديون. اهڙي حال احوال آڌار ڪاتي جا عملدار عملي طور قدم

ڪٽندا هئا. انديشو ڊيڪارنل جڳهن تي بند مضبوط ڪيا ويندا هئا تہ ڪٿي وري بندن پنيان منگليون پيا ٺاهيندا. وهڪري جي زور پيڇڻ لاءِ ۽ ڪنارن جي ڪاڏ روڪڻ لاءِ پٿر جا ٽڪنڊا نل ( Spus) ٺاهي اڳواٽ اهڙو انتظام رکندا هئا جو درياه جي زور زبردستيءَ جو ڪو اثر نمودار نہ ٿيندو هيو. اهڙن انيڪ اپاون وٺڻ ڪري درياه جي غصي، غضب ۽ ليٽ پيٽ جو مناسب ۽ جوڳو علاج ترت عمل ۾ اچي سگهندو هيو ۽ سنڌو ندي خير صلاحين ۽ ساڻ چئن تڪبيرن جي، صلح سانت سان ڪيٽي بندر پنهنجي ساهري گهر وڃي رسندي هئي. نديءَ جي اهڙي چڱي چال چلت باعث هر سال سنڌ جي انجنيرن کي شاباس ملندي هئي ۽ سنڌن انجنيري فن جي ملڪان ملڪ هاڪ هوندي هئي. اها غلط فهمي اڄ ڏينهن سوڌو هلندي اچي تہ اسان جي سنڌ جا انجنير نهايت قابل ۽ هوشيار آهن ۽ ڪين درياه جي رڳ رڳ ۽ رڳن جي بلڊپريشر ۽ ٽيمپريچر جو پورو پورو علم آهي. حالانڪ ڪاميابيءَ جو سهرو غلام رسول جي سر تي هيو. ١٩٤٢ع جو واحد سال هيو جو ڪنهن غلط فهميءَ باعث غلام رسول جي اندازي ۽ اڳ ڪٿين کي ڪا اهميت نہ ڏني ويئي ۽ سندس رپورٽ کي نظر انداز ڪيو ويو. ان جو نتيجو هي نڪتو جو، نديءَ، جي تباهيون ۽ بربادون ٻوڏ ۽ پائيندڙ ذريعي سنڌ ۾ آنديون، ان جو پتو انهن کي هوندو جي درياه جي لپيٽ ۾ آيا هوندا.

١٩٧٢ع ۾ غلام رسول کي رٽائر ڪرايو ويو ان ڪري ٧٣ واري ٻوڏ البت سنڌ وارن کي مهانگي پئي. جيڪڏهن فقط ساڻس صلاح مصلحت جو سلسو ئي جاري رکيو وڃي ها تاهم بہ شايد ڪافي وقت سر بچاءُ ٿي سگهي ها. مصيبت هي آهي جو هاڻي جيئري لهي لک ۽ مئي سندس بها بہ لک! انجنيرن لاءِ جي درياه چڙهي تڏهن بہ نعمت، وري جي ٻوڏ ڪري تہ پوءِ نلي چاندي. هر ٻوڏ وقت بہ ٻوڏون عمل ۾ ايندڀون آهن، هڪ پاڻيءَ جي جنهن ۾ ماڻهن لاءِ آزار ٿئي ۽ تباهي اچي ۽ ٻي رپين ۽ نوٽن جي ٻوڏ، جا انجنيرن جي ائڊريس پڇائيندي سندن گهرن ۾ رسندي رهي ٿي. غلام رسول کي گهر ويهاري ۽ سندس ڪو جاءِ نشين مقرر نہ ڪري هڪ اهڙي قسم جو خال پئدا ڪيو ويو آهي جو هاڻ اسان کي درياه

جي ارادن جي اڳواٽ خبر چار پوڻ ناممڪن آهي. هن چوڻ ۾ هي شڪايت جو مطلب نہ ڪڍيو وڃي تہ ڪو غلام رسول کي پڳ ٻڌائي وڃي يا سندس خدمتن جو قدر ڪري ڪيس انعام اڪرام ڏنو وڃي. هرگز نہ. نيڪي ڪندي هٿ هر هڪ جا سڙندا آهن ۽ غلام رسول ڪو مٿان تہ نہ لٿو آهي جو سندس قدر قيمت ڪئي وڃي. ٿي سگهي ٿو تہ ائين ڪرڻ سان اسان جي انجنيرن جو رڪارڊ خراب ٿي پوي.

مقصد هي آهي تہ اهڙي قسم جي ماڻهن جي تلاش ڪئي وڃي يا ترغيب ڏيئي اهڙا انسان تيار ڪيا وڃن، جي درياه جي وضع قطع ۽ طبع کان واقف ٿين ۽ اهڙو پروگرام اڳواٽ رٿين جيئن سنڌ جا باشندا پنهنجي ئي محسن جي مستيءَ جو شڪار نہ بڻجن، جيئن گذريل سال ٿيو. درياه جو ڪجهہ ڪيو آهي ان لاءِ ڪيس ڪو مهٽو يا ميار ڏيئي نہ ٿي سگهجي. انجيرن کي هي وڏي غلط فهمي آهي تہ هنن چوطرف بند ٻڌي درياه کي جڪڙي قابو ڪري ڇڏيو آهي، شايد هن ڪري جو هنن درياه جون نہ اهي ڳاڙهيون اکيون ڏٺيون آهن ۽ نہ وري درياه جي تواريخ يا سندس شجري کان ئي واقف آهن.

غلام رسول جو طريقو عجيب و غريب آهي. هو چوندو آهي تہ "سنڌو" دنيا جي جملي درياهن کان مختلف مزاج درياه آهي. هو نہ فقط درياه جي جاگرافي ۽ تواريخ کان بخوبي آگاه آهي، پر ڪيس سندس هر وروڪڙ ۽ هر گهٽ گهير جي پوري معلومات حاصل آهي. هو سندس هر نخري ۽ نازڪ مزاجي جي نبض سڃاڻندو آهي. سندس دعويٰ آهي تہ سنڌو پيار سان ضابطي ۾ اچي سگهي ٿو ۽ زبردستيءَ سان هرگز نہ. ڪيس گهيتاري سندس دل وٽي مٿس براجون ناهيو. سندس پاسن ۾ شڪاف ڏيئي واه وهايو ۽ سندس پيٽ کي پٽر ٻڌي سندس وهڪري کي موڙيو. پر پيار، عقل ۽ ادب سان. پر هڪواري توهان تڪڙ ڪري پنهنجي هلندي هلائي ۽ خدانخواستہ هڪوار درياه بگڙيو تہ پوءِ ٻانهو ۽ ڏٽي . . .
اڳ جڏهن درياه رُسندو هيو ۽ پنهنجو پيٽ ڦيرائيندو هيو تہ سنڌ جو اهو سمورو پاسو هڪدم سُڃ ۽ برپٽ بيابان ٿي ويندو هيو ۽ ان رخ جي تهذيب ئي ختم ٿي ويندي هئي. اهوئي سبب آهي جو هيل سوڍو، سنڌوءَ

پنهنجا ايترا پيٽ ڦيرايا آهن جو اڄ سوڍو اسان ايترا ڪپڙا بہ تبديل نہ ڪيا آهن. سندس ڪاوڙجڻ ۽ رسڻ ڪري جا تباهي ۽ بربادي عمل ۾ آئي آهي، ان لاءِ سنڌ جي تاريخ جي ورق گرداني ڪيو تہ اوهان کي خبر پوندي تہ گهٽين ويهين سئو ڏينهن آهي. جي اڄ سنڌ ۾ اڻ ڳڻيا اجڙيل ڦٽل، ڪندهر ۽ ڦٽل شهرن جا آثار موجود آهن تہ اهي پڻ سهڻي سنڌو جون موسمي مهربانيون آهن. بهتر ٿيندو تہ پنهنجي بچاءَ خاطر ۽ سنڌ کي تباهيءَ کان پاسي رکڻ لاءِ غلام رسول ميدان عمل ۾ آندا وڃن. سنڌن قدر ڪيو وڃي ۽ جڏهن سنڌن وقت پورو ٿئي ۽ سنڌن جاءِ نشين مقرر ڪيا وڃن تہ جيئن درياه ۽ درياهي رهاڪن جو دوستانہ رشتو درياهي گهوڙن ذريعي زنده ۽ پائنده رهي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ‌ڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄ‌ڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)